غلام مصطفيٰ شاه

صفحو :1

ڪتاب جو نالو: سير ۽ سفر

سيڪشن: سفرنامه

# ڪتاب: سير ۽ سفر

نالو: پروفيسر غلام مصطفيٰ شاه

## فهرست

# چپائيندڙ پاران (انعام الله شيخ)

’سير ۽ سفر‘ سنڌ جي برک تعليمي ماهر پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جي خطن تي مشتمل هڪ ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ شامل خط، مصنف آمريڪا جي تعليمي دوري وقت سنڌ جي مختلف تعليمي ماهرن ڏانهن لکيا هئا، جيڪي مشهور سنڌي اخبار ”روزانه الوحيد“ ۾ قسطوار ڇپيا هئا. بعد ۾ انهن کي ناليواري اديب ۽ تعليمي ماهر، جناب احسان بدوي، سهيڙي سنڌي ادبي بورڊ جي حوالي ڪيا. بورڊ، خطن جي اهميت کي سمجهندي، انهن کي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪيو.

پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه سنڌ جي برک تعليمي ماهرن ۾ هڪ وڏو ۽ قدآور نانءُ آهي. هڪ مثالي استاد هئڻ جي ناتي مختلف عهدا ماڻي، ملڪ جي جيڪا علمي خدمت ڪئي آهي. اُن حقيقت کان هر اهل علم واقف آهي. سندس لکيل هي خطَ تعليمي خدمتن واري وچئين دور سان تعلق رکن ٿا. هنن خطن جي اڀياس ڪرڻ کان پوءِ اڄ جي تعليمي ادارن جي ماهرن، استادن ۽ شاگردن کي رهنمائي ملي ٿي. هن ڪتاب جو نئون ڇاپو شايع ڪري، اسين خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون.

اميد اٿئون ته هيءُ ڇاپو علمي، ادبي ۽ تعليمي ادارن ۾ اڳ وانگر مقبوليت ماڻيندو.

ڄامشورو، سنڌ

انعام الله شيخ، سيڪريٽري
سومر 8 جمادي الاول، 1427ھ
بمطابق 5 جون 2006ع ،
سنڌي ادبي بورڊ

# تعارف

**(پروفيسر احسان بدوي)**

ادبي دنيا ۾ خطن کي وڏي اهميت حاصل آهي. هر قسم جي خطن ۾ ۽ خاص طرح سان انهن ۾ جيڪي پنهنجي مخلص ۽ عزيز دوستن کي لکيا ويندا آهن، هڪ خاص دلچسپي ٿئي ٿي، جا ٻين تصنيفن ۾ نٿي ٿئي. اهڙن خطن جي سڀ کان وڏي خوبي اها ٿئي ٿي ته انهن ۾ لکندڙ بي ريا ٿئي ٿو، نه هو تڪلّف جو پڙدو رکي ٿو ۽ نه ڪيس مصلحت بينيءَ جو ڪٽڪو رهي ٿو. گويا هو آزاديءَ سان پنهجو پاڻ سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي.

هن مجموعي ۾ جيڪي خط ڏنل آهن، سي جيئن پڙهندڙ پاڻ ڏسندا، سيد غلام مصطفيٰ شاهه پهنجي آمريڪا جي سفر دوران لکيا هئا. هو آمريڪا جي دعوت تي ”اسلامي تاريخ“، ”وچ اوڀر“ ۽ ”ڏور اوڀر“ (Far East) جي موضوعن تي تقريرون ڪرڻ لاءِ آمريڪا ويو هو. اتي هن فقط سونپيل ڪم سرانجام نه ڏنو، پر موقعي جو فائدو وٺي، ان ملڪ جي معاشرتي ۽ سماجي حالتن جو گهريءَ نظر سان مطالعو ڪيو، جنهن کي هو خطن جي صورت ۾ قلمبند ڪندو ويو.

شاھ صاحب آمريڪا ۾ سادا چار مھينا رھيو. ان عرصي ۾ ھن ڪيترين يونيورسٽين، ڪاليج ۽ اسڪول ڏٺا ۽ ڪيترين ئي علمي ۽ تعليمي مجلسن ۾ شريڪ ٿيو. اتان جي تعليمي ماھرن ۽ ٻين شخصيتن سان ملڻ جو موقعو مليس ۽ ڪيترين ئي تفريح ۽ وندر جي جاين کي ڏٺائين. پنھنجن خطن ۾ ھن انھن سڀني شين جو ذڪر ھُن اھڙي ته سھڻي پيرايي ۾ ڪيو آھي، جو پڙھندڙ ائين محسوس ڪري ٿو، چڻ ته پاڻ انھن محفلن ۾ موجود آھي. مٿي اشارو ڏنو ويو آھي ته شاھ صاحب آمريڪا ۾ سفر جي دوران آمريڪا جي سماجي ۽ معاشرتي حالتن جو مطالعو ڪيو. چنانچه (ان ڪري)، شاھ صاحب جي ھنن خطن مان پڙھندڙ کي معلوم ٿيندو، ته آمريڪا جا ماڻھو ڪھڙيءَ ريت رھن ٿا؟ انھن جا آداب ۽ طور طريقا ڪھڙا آھن. اھي ماڻھو زندگيءَ جي باري ۾ ڇا ٿا سوچين؟ مڪاني ماحول انھن کي پنھنجو پابند ڪيئن بنايو آھي ۽ سياسي تبديلين سندن خيالن کي ڪيئن متاثر ڪيو آھي؟

ھي خط جنھن انداز سان لکيا ويا آھن، سو نھايت وڻندڙ آھي. ھن قسم جي خطن جا مجموعا سنڌي ادب ۾ ڪي ٿورا لکيا ويا آھن.

ھنن خطن ۾ جا شيءِ اسان کي نمايان طور ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا آھي مصنف جي مزاح نگاري. شاھ صاحب شخصي طرح نھايت زنده دل آھي ۽ ھن جي زنده دليءَ ۾ ذوق سليم آھي. ڳالھ مان ڳالھ پيدا ڪرڻ ۾ کيس ڪمال حاصل آھي. پر جڏھن ھو آمريڪي

زندگيءَ جي تاريڪ رُخ تي قلم کڻي ٿو ته اتي سندس انداز بيان ٻيو روپ اختيار ڪري ٿو. هو بيحد حساس بڻجي وڃي ٿو. انسانيت سان پيار سندس تحرير ۾ نمايان ٿي بيهي ٿو، پڙهندڙ جي دل ۾ انساني پيار جو جذبو شدت سان بيدار ٿئي ٿو، آمريڪا ۾ نسلي امتياز جو ذڪر ڪندي، شاهه صاحب هڪ هنڌ لکي ٿو:

”فسڪ ۾ وڃڻ شرط توهان ڏسندا ته اها غريبن جي يونيورسٽي آهي، شيدي شاگرد ويچارا گورن جي مقابلي ۾ غريب ٿي نظر آيا. پستي سندن پيشانيءَ تي لکيل هئي. استادن جي حالت به اهائي هئي. مون سندس ڊائننگ هال ۾ ساڻن گڏجي ماني کاڌي، اتي فرنيچر ۽ کاڌو به بيڪسيءَ جو اظهار ڪري رهيا هئا.“

اڳتي هلي لکي ٿو:

”... الله تبارڪ و تعاليٰ انسانيت جي هن خون کي ڪڏهن به معاف نه ڪندو!“

مٿئين اقتباس کي پڙهڻ سان اسان مصنف جي ذهني ڪيفيت جو اندازو لڳائي سگهون ٿا.

پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جا هي خط سنڌي نثر ۾ سادگيءَ ۽ سلاست جو هڪ سهڻو نمونو آهن. خطن ۾ اسان کي نثر جو اهڙو اسلوب نٿو ملي جنهن جي پيدا ڪرڻ ۾ ڪا محنت ڪيل هجي. برعڪس ان جي شاهه صاحب جي تحرير ۾ هڪ فطري رواني نظر

اچي ٿي. سندس تحرير جڻ لفظن ۽ جملن جو هڪ درياءَ آهي. جو ڇوليون هڻي رهيو آهي.

پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جا هي خط سنڌي نثر ۾ هڪ نمايان حيثيت رکن ٿا.

احسان بدوي

31- ڊسمبر 1961ع

شڪارپور، سنڌ

# (خط)
# (1)

19 جنوري 1953

هن قسم جي هوائي جهاز رستي، منهنجو هي پهريون سفر هو. هڪ طرف هوائي جهاز جي سفر جو ۽ ملڪن ڏسڻ جو شوق ۽ خوشي هئي، ته ٻئي طرف ڪجھ دل تي يارن، دوستن کي ڇڏڻ ۽ هوائي هيبت جو بوجھ به هو. جهاز ڪافي ليٽ هو. اسين 19- جنوري سن 1953ع شام جو 9 بجي، نڪرڻ بدران 11 بجي نڪتاسين، عزيز، دوست ۽ شاگرد جي موڪلائڻ آيا هئا، اُنهن کي ڪافي تڪليف ٿي.

هوائي جهاز ’ڪي. ايل. ايم‘ (ڊچ ايئر لائنز) ڪمپنيءَ جو ”اُڏامندڙ ڊچ“ جي نالي سان هو، جيڪو انڊونيشيا کان اچي رهيو هو. جهاز ۾ اٽڪل 50 مسافر (مرد ۽ عورتون) هئا، ۽ ان سان گڏ 10 يا 20 ٻار به هئا. ٻارن ۾ زندگيءَ جي لهر هئي ۽ سڄي واٽ هر قسم جي ٻاراڻيءَ حرڪت ۾ مشغول رهيا. جهاز ۾ مسافرن لاءِ ڪافي دلچسپيءَ جو سامان موجود هو .

جهاز جون مشينون چالو ٿيون، ۽ اسان اُڏامڻ جو انتظار ڪيو. اسان کي پَٽن ٻڌڻ لاءِ چيو ويو، ۽ اسان اجا پٽا ٻڌي مس ختم ڪيا، ته جهاز ڊوڙڻ لڳو. ۽

هڪ منٽ ۾ اسين زمين ڇڏي، هوا جي حوالي ٿياسون. جهاز بلڪل اطمينان سان اُٿيو، ۽ اُڏامڻ وقت لوڏو به نه آيو. اها سڀ هوا باز جي هوشياري هئي.

ٿوري وقت کان پوءِ، سمهڻ جي تياري ڪئي وئي. مگر شروع ۾ سمهڻ محال هو. مشين جو آواز جهاز ۾ ننڊ ڦٽائڻ لاءِ ڪافي هو. ٽين بجي تائين مون فقط پاسا ورائيندي گذاريا. اُن کان پوءِ اٽڪل ٽي ڪلاڪ، مجبوريءَ جي ننڊ آئي.

منهنجا ڪيترا همسفر سڄو وقت ڪتاب پڙهندا رهيا يا ڳالهيون ڪندا رهيا.

اسين 20- تاريخ، 8 بجي بيروت پهتاسون.

بيروت ڪراچي کان 2500 ميل پري آهي. هوائي جهاز ۾ اٽڪل 10 ڪلاڪ لڳن ٿا. سڄي واٽ اسين زمين کان سادا ٻارنهن هزار فوٽ مٿي اُڏامندا رهياسون. رستي ۾ ڪوبه اهڙو واقعو يا حالت پيدا نه ٿي، جنهن سان دل خراب ٿئي يا بيچيني ٿئي. جهاز جو ڪپتان ڪموبور مول، اسان جي هوشياريءَ سان حفاظت ڪندو رهيو. اِنهيءَ سڄي سفر ۾ جڏهن وچ مشرق جي ريگستان مٿان لنگهياسون. تڏهن جهاز ڪجھ نچڻ ٽپڻ لڳو. اهو فضائي حالتن جو لازمي نتيجو هو، جنهن مان ڪنهن به قسم جو انديشو نه هو. جهاز مان بيابانن جو عجيب منظر ڏسڻ ۾ آيو؛ مٿي آسمان ۽ هيٺ رڻ، ائين پئي معلوم ٿيو، ڄڻ جهاز بلڪل هڪ هنڌ بيٺو آهي. ڪپتان جهاز کي بيروت شهر مٿان گهمايو ۽ اسان شهر جو هڪ وڻندڙ نظارو ڏنو. جبلن جي مٿان

ننڍ مان اُتندڙ شهر، ۽ سمنڊ کي هڪ ئي نظر ۾ ڏسڻ جو نهايت عجيب، دلچسپ ۽ حيرت انگيز موقعو مليو. جهاز بلڪل آرام سان زمين تي لٿو. بيروت ۾ لهڻ وارو فقط آئون ئي هوس، باقي مسافر اڳتي وڃڻ وارا هئا.

جهاز مان لهي، ڪجھ سامان ڪسٽمس ۾ ڇڏي ۽ ڪجه پاڻ سان کڻي هوائي اڏي کان ٻاهر نڪتس، ۽ سڌو دمشق وڃڻ جو فيصلو ڪيم. هڪ موٽر جو انتظار ڪيم، سؤ رپيا اوٽ موٽ جو فيصلو ٿيو. تقريبا 10 بجي، دمشق روانو ٿيس ۽ 1 بجي اُتي پهتس.

مون کي منهنجي دوستن سيد ابوالخيرالسوسي، شام جي سفارتخاني واري ۽ محترم غرض الدين، لبنان جي سفارتخاني واري، ڪراچيءَ ۾ ٻڌايو هو ته بيروت ۽ دمشق جي وچ وارو رستو سرديءَ ۾ برف سان بند ٿي ويندو آهي. مگر مون کي خبر پئي، ته اُن ڏينهن رستو ڪليل هو ۽ اسان کان اٽڪل هڪ ڏينهن اڳ بند هو. مون کي دمشق ۾، شام جي يونيورسٽيءَ ۾، ليڪچر ڏيڻو هو، ۽ وري 21-تاريخ شام جو واپس بيروت اچڻو هو، ڇو ته اُن ساڳئي ڏينهن شام جو هوائي جهاز ۾ سوار ٿي، هالينڊ جو پروگرام رکڻو هو.

بيروت ۾ گهڻي سردي هئي، رستي تي سڀ جبل برف سان ڇانئيل هئا. هي رستو دنيا جي بهترين رستن مان ليکيو ويندو آهي، عجيب ۽ غريب نظارن سان پُر آهي.، اٽڪل ادائي هزار فوٽ مٿي جبلن مان لنگهڻو پوندو آهي. آمدورفت تمام گهڻي هئي، ۽ ائين محسوس ٿي ٿيو ڄڻ تازي برف رستي تان پري ڪري، هڪ

پاسي ڪٿي ڪيل آهي. تقريباً ٽن ڪلاڪن جي سفر کانپوءِ دمشق پهتاسين. رستي ۾ موٽر ڊرائيور سان عربيءَ ۾ گفتگو ٿيندي رهي. مذڪر مؤنث يا واحد جمع جي تميز مون نه ڪئي، مگر مئٽرڪ ۾ سکيل عربي ڪم آئي. هٿن ۽ اشارن جي مدد سان لفظن جي معنيٰ معلوم ڪرڻ ۾ ڪا ايڏي تڪليف پيش نه آئي.

دمشق ۾ ”مشرقي محلات“ ۾ رهيس. پهچڻ سان شام جي خارجي وزارت ۽ تعليمي وزارت کي فون ڪيم. اُنهن جا به نمائندا آيا، جن مون کي حڪومت جو مهمان قرار ڏنو، ۽ هوٽل وارن کي اهڙيون هدايتون ڏنيون ويون.

مون کي سڌو شام جي پريزيڊنٽ جي رهائش جي جاءِ تي وٺي ويا، جتي مهمانن جي رجسٽر تي دستخط ڪيم. ان کانپوءِ مون کي دمشق جي سير تي وٺي ويا، بازار حميديه جي ڪجهه سير کان پوءِ ”عرب ائڪيڊميءَ“ وياسون. هي ادارو عربي ادب جي ترقي لاءِ قائم ڪيو ويو آهي. ان ۾ فقط اديبن، فاضلن ۽ مصنفن کي پڙهڻ يا ڪتابن استعمال ڪرڻ جي اجازت آهي. لئبرريءَ کي عام استعمال لاءِ نه رکيو ويو آهي. بي بها ڪتابن جا نسخاموجود هئا. ائڪيڊمي ۾ اٽڪل 50 هزار ڪتاب آهن. ان کان پوءِ قومي لئبريريءَ کي ڏٺوسون، جا اڳاري هئڻ ڪري بند هئي، مگر اسان کي ڏيکارڻ لاءِ کولي ويئي هئي. ان ۾ اٽڪل هڪ لک ڪتاب آهن. ڪافي (Coffee) پيئارڻ جو دؤر، پريزيڊنٽ جي محلات کان هيستائين جٿي ڪٿي زور رهيو ۽ تنگ اچي

ويس. پيٽ اهڙو ته سخت ٿي پيو، جو وڏي ڪوشش ۽ همٿ کان پوءِ به ڊيڪ پرڻ جي طاقت نٿي ٿي. ان کانپوءِ انڪار ڪرڻ مناسب سمجهيم. اُتان پوءِ اسين سلطان صلاح الدين جي مقبري، ۽ دمشق جي مسجد ۾ وياسون. مسجد هڪ عاليشان جاءِ آهي، ڪيس مرمت جي سخت ضرورت هئي، جا هاڻي شروع ڪرائي ويئي آهي. تقريباً 10 يا 15 سال اڳي مرمت ڪرائڻ کپندي هئي. مسجد ۾ امام حسين رضه جي سر مبارڪ جو مقبرو ڏٺوسين. اهي زيارتون ڪري، واپس هوٽل ۾ آياسون. موٽر سرڪاري طرح منهنجي حوالي ڪئي ويئي. آئون ڪجھ وقت ترسي پاڪستان جي سفير، ڊاڪٽر محمود حسن جي ملڻ لاءِ ويس. ڊاڪٽر صاحب پراڻو واقفڪار ۽ دوست هو. ان سفارت کان اڳ پاڪستان گورنمينٽ جو تعليمي صلاحڪار هو. خدا جي قدرت ڏٺي سون، ڏسڻ سان ۽ ٻڌڻ سان حيرت هئي. خدا پيو خير ڪري! ڊاڪٽر صاحب جون ڪارگذاريون ٻڌي ۽ ڏسي، واپس هوٽل وڃڻ جو سوچيم. ساڍي ڇهين بجي شام جو يونيورسٽيءَ ۾ تقرير لاءِ ويس. تقرير جو عنوان هو: ”اسان جون تعليمي ڪوششون“ اٽڪل چار يا پنج سؤ مرد ۽ عورتون موجود هئا. شاگردن کي اجازت نه مليل هئي. تقرير فقط يونيورسٽيءَ جي استادن، حڪومت جي عالمن، شام ۾ سفيرن ۽ ڪن خاص ماڻهن لاءِ رکيل هئي. شاگردن جي نه هئڻ تي مون کي تمام گهڻو افسوس ٿيو. خبر نه آهي ته ڪهڙي نقطه نظر

ڪان ائين ڪيو ويو هو، مون کي شاگردن سان نه ملڻ جو افسوس رهيو.

تقرير ڪانپوءِ مانيءَ جي دعوت هئي، جنهن ۾ اٽڪل 60 بزرگ مدعو ڪيل هئا. شام ۽ لبنان ۾ عربيت جي لباڙ ۽ مغربيت جي عمل جو نظارو ڏٺم.
سوچيم، ته ڇا قومون پاڻ کي دوکي ۾ رکي به ترقيءَ جي اُميد رکي سگهن ٿيون. عجيب حالت آهي! چند بهترين ماڻهو مليا، مگر انهن کي پُڇي ڪير ٿو؟
مغربي عياشيون ڪافي اوج تي آهن. انهن جي مقابلي ۾ اخلاق جي ڇا مجال! خير، ماني کائي سمهي پيس، ۽ صبح جو 21-تاريخ سوير، بيروت روانو ٿيس. بيروت ۾ ”پام بيچ“ هوٽل ۾ رهيس، ۽ شام جو آمريڪن يونيورسٽيءَ ۾ ويس، جتي حالتن جي خبر رکيم، ۽ ڪن استادن سان مليس.

لبنان ۽ شام جي حڪومتن ۾ عجيب فرق ڏٺم.
شام جي فضا ۾ ملٽري ۽ ڊڪٽيٽريءَ جي بوءِ هئي. پوليس ۽ فوج جو گوڙ هو. ڪسٽمس ۽ پوليس جي نڪمائيءَ جي ڇا تعريف ڪجي؟
هن قسم جي حڪومتي ڳالهين ۾ جوابدارين کان بيپرواهي، ۽ مطلق العناني مون ڪٿي به ڪانه ڏٺي. بس، نه ڪوئي پڇڻ وارو ۽ نه ٻڌڻ وارو. شام جي ڪسٽمس جي عملي جي چستي، سستيءَ جي معنيٰ کان به ڪريل هئي، سٽائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ به نه اچين. مون ڊرائيورن ۽ مزدورن کي گاريون ڏيندي ٻڌو. مون کي منهنجي ڊرائيور ٻڌايو ته ”عرب کي جيڪڏهن

عرب جو گلو ڪپڻ لاءِ ملي، ته جيڪر يهوديءَ جي گلي کي هٿ به نه لائي.“

خير، لبنان جي ڪريل حالت کان واقف ٿيس. فرانسيسي تهذيب ۽ آمريڪي اثر واضح نظر آيا.

هنن اٿرن هيٺ ۽ انگريزن جي سلطنتي سبب، عرب ملڪ تنزل جي طرف وڌي رهيا آهن. خدا کين هدايت ڪري.

21 – تاريخ 11 بجي، بيروت جي هوائي اڏي تي پهتس ۽ سامان ڪسٽمس ۾ ڏيکاري، جهاز لاءِ انتظار ڪيم. اسين 22-تاريخ صبح جو هڪ بجي نڪرڻا هئاسون، مگر جهاز ليٽ هئڻ سبب، ٽين بجي نڪتاسين. خبر پئي ته يورپ ۾ هوا جون حالتون خراب آهن، ماڪ، ڌنڌ ۽ ڪوهيڙو سخت آهي. خير، الله جو آسرو ڪري جهاز ۾ ويٺاسون ۽ روانا ٿياسون. بيروت کان نڪرڻ کانپوءِ اٽڪل هڪ ڪلاڪ جهاز اسان کي ڪافي ستايو، مگر اُن کانپوءِ سولو اُڏامڻ لڳو ۽ اسين 9 بجي روم پهتاسون. وري اُتان هڪ ڪلاڪ کانپوءِ نڪتاسون ۽ اڍائي بجي ڏاري هالينڊ جي شهر ائمسٽرڊم پهتاسون. روم ۾ اسان کي جهاز جي اڏي کان ٻاهر نه ڇڏيو ويو، ۽ هوٽل ۾ ڪجھ ناشتو ڪرايو ويو.

روم کان ائمسٽرڊم تائين اسان جو هن وقت بهترين سفر رهيو آهي. اسين جهاز ۾ بيروت کان فقط 7 مسافر هئاسين، ۽ روم ۾ وڌي 15 ٿياسين. مون کي منهنجي دوست پروفيسر هافسٽرا ڊائريڪٽر اجتماعي تعلقات جي اداري طرفان دعوت ڏني هئي، مون کي سنڌ مسلم

ڪاليج جا ٻه هالينڊ ۾ پڙهندڙ شاگرد ائمسٽرڊم ۾ وٺڻ آيا. هڪ پيتي پاڻ سان کڻي، پوءِ هيگ ۾ پهتاسون. 'پارڪ هوٽل' ۾ رهيس. ڪجهه شهر جو سير ڪيم. اداره ۾ چند ٻيا به واقفڪار مليا، جيڪي پاڪستان گورنمينٽ، انتظامي ترتيب لاءِ موڪليا هئا. انهن ۾ مون کي منهنجو پراڻو دوست مسٽر قدرت الله شهاب، ڊپٽي سيڪريٽري اطلاعات مليو. شاگردن ۽ اُستادن جي گڏ هئڻ ڪري، شهر ڏسڻ ۾ به آساني ٿي. صبح جو تياري ڪري اداري ڏانهن ويس. جتي پروفيسر هافسٽرا انتظار ۾ ويٺو هو. هالينڊ تعليمي نقطه نگاهه کان دنيا جي بهترين ملڪن مان آهي. ان قوم جي تعليم سان دلچسپيءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو، ته هالينڊ جي راڻيءَ پنهنجو بهترين محلات هيگ ۾ هن اداري لاءِ وقف ڪيو آهي. مون کي عمارت ڏسي حيرت وٺي ويئي- ڪراچيءَ جي پئلس هوٽل کان به وڏي آهي ۽ جيئن ته هن قسم جو ادارو يورپ ۾ پهريون آهي، ان ڪري ان ۾ فقط 30 چوڪرا ۽ چوڪريون تعليم وٺي رهيا آهن. سنڌ مسلم ڪاليج جهڙا ٻه ڪاليج ان ۾ هلن. اسان وٽ ڪاليج ۾ سورهن سؤ چوڪرا آهن. آخر اهي قومون ڇو نه ترقي ڪن! جن جي اُمراءَ ۽ خوشحال ماڻهن ۾ قوم جي بهتريءَ لاءِ ايڏي دلچسپي آهي.

## آهي ڪو اسان جي نوابن، جاگيردارن، زميندارن، سيدن ۽ پيرن کي سمجهائڻ وارو؟

سنڌ جي تعليم ۽ سنڌ يونيورسٽي، سنڌ جي متمول طبقي کي ڪڏهن به معاف نه ڪنديون.

پروفيسر هافسٽرا مانيءَ جي دعوت ڏني هئي ۽ گڏجي ماني کائڻ وياسون. مون کي اداري جي پروگرام، ۽ اُن جي وڏائڻ جي خيال کان واقف ڪيائين، ۽ چند ڳالهين تي بحث مباحثو ڪندا رهياسين. اٽڪل 3 ڪلاڪن کانپوءِ کانئس موڪلايم.

هيگ، هالينڊ جو ننڍو مگر مشهور شهر آهي. اڻويهين صديءَ کان وٺي، هن ۾ ڪيترين ئي بين الاقوامي ڪانفرنسون ٿيون آهن. سچ ته بين الاقوامي تاريخ ۾ هيگ کي وڏي اهميت حاصل آهي. هن وقت به بين الاقوامي ڪورٽ جو مرڪز آهي. تازو هن ڪورٽ ۾ ايران ۽ انگلينڊ جي مسئلي جو فيصلو ڪيو ويو هو. هن ڪورٽ جي جاءِ، جنهن کي ”امن جو محلات“ سڏيو ويندو آهي، هڪ عاليشان عمارت آهي، جنهن جي تيار ڪرڻ ۽ سينگارڻ ۾ دنيا جي هر ملڪ حصو ورتو آهي.
گانڌيءَ جو بت ڏٺوسون. ڪي ڳالهيون قومي احساس کان دل ۾ اُپري آيون، ۽ افسوس ٿيو، خاموشي بهتر نظر آئي.
هيگ کان پوءِ ائمسٽرڊم جو ٿورو سير ڪري، هوائي اڏي تي آياسون. جهاز ڏهين بجي اُڏاڻو ۽ اسين يارهين بجي ڌاري پريسٽوڪ هوائي اڏي تي پهتاسون. جيڪو گلاسگو جي ويجهو اسڪاٽلينڊ ۾ آهي. هوا جون حالتون سٺيون هيون، ۽ ڪابه تڪليف نه آئي. جهاز جا ٻيا سڀ مسافر سڌو آمريڪا وڃي رهيا هئا ۽ مان لهي پيس. مون کي ڊرهام ۾ پنهنجي پراڻي ڪاليج، پروفيسرن ۽ دوستن

ڪي ڏسڻ جو خيال هو ۽ ان ڪري انگلينڊ ۾ ٽي ڏينهن گذاريم– اڄ 27 تاريخ شام - جو ستين بجي انشاءَ الله پريسٽوڪ کان نڪرنداسين ۽ سڀاڻي 12 بجي نيويارڪ پهچنداسين.

مون روم کان ائمسٽرڊم تائين مسافريءَ جو ذڪر نه ڪيو آهي. هي منهنجو پهريون سفر هو اسين نڪتاسون ته سڄ آسمان ۾ ظاهر هو. ڪلاڪ کان پوءِ برف جو منظر شروع ٿيو. اسين اتر اٽليءَ ۽ سئٽزرلينڊ جي مٿان لنگهياسون. جهاز اٽڪل 20 هزار فوٽن تي اُڏامي رهيو هو. برف جبلن ۽ زمين تي چانئي پئي هئي. اسين جبلن جي چوٽين کان ٽي يا چار هزار فوٽ مس مٿي هئاسون.
سڄ ويچارو يورپ ۾ ڏاڍو لاچار آهي، ۽ اسان جي چند جهڙي مس گرم اٿس. سڄ جي بيوسيءَ تي رحم آيو، سواءِ چمڪ جي، ٻيو منجهس ڪجھ به نه هو. هي احوال پريسٽوڪ کان نڪرڻ تائين لکيو اٿم.
(”الوحيد“ 14- فيبروري 1953ع)

# (2)

پريسٽوڪ هوائي اڏي تي هڪ ڪلاڪ کان پوءِ اسان تاريخ 28-جنوري، صبح جو ڏيڍ بجي هوائي جهاز ۾ چڙهي، آمريڪا ڏانهن رخ رکيو. جهاز ۾ مون کي انڊونيشيا جو سابق وزير خارجه ۽ سندس بيگم مليا، جن

سان نيويارڪ تائين ڏاڍي سٺي گفتگو ٿيندي رهي: اسين ٿوريءَ تياريءَ کان پوءِ سمهي پياسون، ۽ صبح سوير 9 بجي، تقريباً يارهن ڪلاڪن جي سفر کان پوءِ ائٽلانٽڪ اُڪري، گئنڊر جي هوائي بندر، جو نيوفائونڊليند ۾ آهي، پهتاسون. ممڪن آهي ته پڙهندڙن کي منهنجي حساب ۾ غلطي نظر اچي، مگر جڏهن اهو خيال ڪندا ته اسين اپرندي کان الهندي ڏانهن اُڏامي رهيا هئاسون ۽ زمين اسان جي ابتڙ رفتار تان ڦري رهي هئي، تڏهن وقت جو حسابي تفاوت معلوم ٿيندو. مطلب ته ڪراچيءَ کان نڪرڻ کان پوءِ جتي لٿاسين ٿي، اُتي واچ کي چند ڪلاڪ پٺتي ڪرڻو ٿي پيو.

هوائي جهاز جو سفر، جيڪو ائٽلانٽڪ سمنڊ جي مٿان هيبتناڪ سمجهيو وڃي ٿو، سو اسان ڏاڍو آرام سان ڪيو: ڪڪرن جي مٿان هوائي جهاز زمين کان تقريباً ٻاويه هزار فوٽن جي مفاصلي تي اُڏامي رهيو هو. ڪڪرن جا ور ائين پئي نظر آيا، جيئن سنڌو نديءَ ۾ سانوڻيءَ جي موسم ۾ چڪريون. بلڪل اها ڪيفيت، جيڪا درياءَ کي سانوڻيءَ جي موج ۾ هوندي آهي. اها عجيب قدرت هئي. وري جڏهن ڪٿي ڪٿي ڪڪرن ۾ خال هو ته هيٺ سمنڊ پئي نظر آيو ۽ اسان برف جا پهاڙ ترندي ڏٺا. الله جو شان آهيٰ اسان ڪڪرن کان مٿي هئاسين ته سج ويچارو نظر پئي آيو. مگر منجهس گرمي ۽ تپش نه هئي. جڏن گئنڊر پهتاسين، ته برف جا ڍير ڏٺاسين، ڪئنادا جو ڪنارو ۽ نيوفائونڊليند ته برف سان اچا ٿيا پيا هئا. جهاز لٿو ۽ اسين جهاز جي صفا ٿيل

اڏي تي به گوڏي جيڏيءَ برف تي لٿاسين. جهاز هڪ ڪلاڪ گئنبر ۾ بيٺو. ان مختصر وقت ۾ اسان لهي ڪئناڊا جي زمين ڏٺي، ۽ ڪافي پيتي. هن وقت ماڻهو بلڪل ايسڪيموز وانگر هليا ٿي. ماڻهن جي محنت، ڦڙتي ۽ مقابلي جي طاقت ڏسي حيرت وٺي وئي. ڪئناڊا جا هوائي پوليس ۽ ٻيلن جا راڪا هوائي جهاز ڏٺاسين، جنهن ۾ اسان جي لهڻ کان پوءِ پوليس ۽ ٻيلن جا عملدار روانا ٿيا. هي وقت ڪئناڊا ۾ اهڙو آهي، جو خشڪيءَ ۽ ريل جا رستا بند آهن، ۽ هوائي جهاز ئي ڪم ڏئي سگهن ٿا. ڪئناڊا ۾ ڪي ٿورائي ٽُڪر آهن، جن ۾ ماڻهو رهن ٿا. ملڪ اسان جي پاڪستان کان پنج يا ڇهه دفعا وڏو آهي، مگر آدمشماري تقريباً هڪ ڪروڙ به مس هوندي. آبهوا ايتريقدر سرد آهي، جو سواءِ ڪن ٿورن شهرن جي ٻيا شهر به ڪونه آهن، سؤ ميل ڏور ڏور، برف ۾ هڪ گهر هوندو، جنهن ۾ عيال رهندو هوندو. ڪئناڊا فطرتاً دنيا جي وڏن ۽ شاهوڪار ملڪن مان آهي. توهان جي اخبار جو پنو به شايد اِتاهين ايندو هوندو.

خير، اسان 10 بجي گئنبر مان نڪتاسين، ۽ انهيءَ برف واري حالت ۾، پنجن ڪلاڪن جي سفر کان پوءِ، ٻين بجي، انبلوئيل هوائي بندر تي نيويارڪ پهتاسين. هي پنجن ڪلاڪن جو سفر ڪي قدر سخت قسم جو رهيو. ٻن ڪلاڪن کانپوءِ فضائي حالتون ڏاڍيون خراب رهيون. جو 22 هزار فوٽن تي به ڪڪرن نه ڇڏيو.، جهاز جون بتيون ٻاريون ويون ۽

جهاز ڪان ٻاهر ڪجھ به نظر نٿي آيو، نه آسمان نه زمين! اسان ڪي طوفان ۽ ڌنڌ ورائي ويا. فضائي حالتون ايتري قدر ته خراب ٿي پيون، جو جهاز هڪ انداز ۽ رفتار ۾ اُڏامي نٿي سگهيو. ايتري قدر جو يا سؤ- به فوٽ هيٺ وڃي، يا سؤ به فوٽ مٿي، يا هڪ پاسي ٿئي يا ٻئي پاسي. جهاز جون مشينون تمام سٺو ڪم ڪري رهيون هيون. ڪپتان پڻ خبردار هو، مگر اسان سڀئي بيوسيءَ جي عالم ۾ هئاسين. 12 بجي جڏهن ماني آئي، ته جهاز ۾ ماني ڪارائيندڙن جون چنگهون پئي وچڙيون. تقريباً 20 منٽن ڪان پوءِ اسان جي اڳيان رکيل پليٽون هڪ ڌوڏي ۾ وڃي پٽ تي پيون. آئون نٿو سمجهان ته ڪنهن به پيٽ پري ڪائڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي. آخر، الله ڪندي نيويارڪ پهتاسين ۽ آمريڪا ۾ آياسين. مون حساب ڪيو ته ڪراچيءَ مان نڪرڻ ڪانپوءِ، 39 ڪلاڪن جي هوائي سفر ڪان پوءِ اسين نيويارڪ پهتا آهيون، يعني ڏھ هزار ميل هوائي سفر رهيو. برابر دنيا ننڍي ٿي پئي آهي:

آمريڪي ڪسٽمس، هيلٿ ڊپارٽمينٽ ۽ داخلا ڊپارٽمينٽ مان جند ڇڏائڻ هڪ وڏو خفو آهي. مون کي رومن ڪئٿولڪ ڪرستانن، ۽ فرانسيسي قانون جو اصول ياد آيو ته: ’هر انسان فطرتاً چور ۽ خراب آهي، جيسين پنهنجي چڱائيءَ جو ثبوت نٿو ڏئي‘، ٻي بجي ڪان چئين بجي تائين اسين پاڻ کي پاس ڪرائيندا رهياسين ۽ فارم ڀريندا رهياسين. ڪيترين ثابتين هوندي ۽ ڏيندي به، وڌيڪ ثابتين جي ضرورت پيش ٿي آئي.

آمريڪا جي ڪراچيءَ وارو سفارتخانو (Consulate) ۽ هجرت جو کاتو ( Emigration Department) ڪافي دل کي پريشان ڪن ٿا. آئون پنهنجا ڪي تاثرات پوءِ ٻڌائيندس. آمريڪا بابت جيڪي لکڻو هوندو، اُهو هتي رهي، ۽ ڪجھ ڏسي پوءِ لکندس.

سڀني قسمن جي سوالن جوابن کان آزاد ٿي، اسين ٻاهر نڪتاسين ۽ مون ڪجھ سوچڻ کانپوءِ ٽيڪسيءَ ۾ سامان رکيو. جيئن ته اسين نيويارڪ شهر کان اٽڪل 40 ميل پري هئاسون، ان ڪري جلد اوڏانهن رخ رکيم. 5 بجي آفيسون بند ٿين ٿيون. مون کي رات ڪاٽڻ ۽ وڏيڪ سفر جو خيال هو. آمريڪن ايڪسپريس ڪمپنيءَ جي آفيس ۾ پهچڻو هو، ۽ نوٽ مٽائڻا هئا ۽ ريلوي ٽڪيٽ جي رسيد وٺڻي هئي. پڇندي پڇندي نيويارڪ جون ٻڌل ڳالهيون، ڏسڻ سان ثابت ٿيون. ملڪ جي تونگري، آسودگي ۽ دنيوي معيار جي بلندي اکين سان ڏسڻ ۾ پئي آهي. انسانن جي محنت ۾ اورچائي، جفاڪشيءَ ۽ هنر ڇا نه ڪيو آهي! آمريڪن ايڪسپريس جي آفيس ۾ پهچي، ٽڪيٽ جو بندوبست ڪري، پئسا مٽائي فارغ ٿيس. تنهن کانپوءِ پنهنجي رهڻ جو رات لاءِ هوٽل ڳولهڻ ۾ بندوبست ڪري، ٿڪجي ٽٽجي پيس. ماني کائي سمهي رهيس، ٻاهر نڪرڻ تي دل نه چيو، فقط ٻه ڪم ڪيم: هڪ تار گھر سلامت پهچڻ جي ۽ ٻي تار، سنڌ مسلم ڪاليج جي پروفيسرن کي ڪيم، جي نيويارڪ ۾ هئا.

منهنجي دوستن، يونيورسٽيءَ جي ماڻهن، ۽ اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ کي ائين معلوم ٿيو هو، ته آئون نيويارڪ 29-تاريخ پهچندس، وٽني فائونڊيشن، جن کي منهنجي هتي رهڻ جو سمورو خرچ برداشت ڪرڻو آهي، انهن کي به اهو اطلاع هو. مگر آئون 28-تاريخ اچي پهتس. ڪنهن جو به جهاز تي نه اچڻ جو غصو هو، مگر هن اطلاع ڪانپوءِ ماٺ ڪرڻي پئي. صبح ٿيو، سامان ريلوي ڪمپنيءَ جي حوالي ڪري، فائونڊيشن جي آفيس ۾ ويس ۽ اُتان پئسا هٿ ڪيم. ان ڪانپوءِ، ٿورو وقت نيويارڪ جو سير ڪيم ۽ ڪجھ وقت وڏيڪ ڏسڻ وائسڻ جو مليو.

نيويارڪ شهر جو بيان هن وقت ايترو ڪافي ٿيندو، ته شهر کي ڏسڻ سان اُن جي آسمان ڏانهن وڃڻ جي ڪوشش ظاهر ٿئي ٿي. بجليءَ مان آمريڪا وارن برابر فائدو ورتو آهي، جنهن انداز ۾ بجليءَ کي استعمال ڪيو پيو وڃي، تنهن انداز ۾ شايد ٻي ڪابه شيءِ نٿي ڪئي وڃي. بتين، بٽڻن ۽ مشينن جي دنيا ۾، انسان جي ٻي وسيءَ ۽ ڪمزوريءَ جو اندازو هڪ طرف، ته اُن جي عقل، دماغ ۽ جستجوءَ جو ٻئي طرف لڳي ٿو. نيويارڪ جي زمين جي اندر، ريل ايڏي معيار جي نه آهي، جيڏي لنڊن ۾ آهي. باقي احوال ٻئي دفعي، خاص نيويارڪ تي مضمون لکڻ سان ٻڌائيندس:

هڪ عجيب تجربو حاصل ٿيو: منهنجي وڃڻ جو انتظام سينٽرل اسٽيشن يا پينسلولينا اسٽيشن تان نه ٿي سگهيو ۽ مون کي جيئن ته جلد وڃڻو هو، ان ڪري

بالٽيمور ۽ اوهائيو ريل تي بندوبست ڪري ڏنو ويو. نيويارڪ شهر جي وچ ڪان راڪفيلر پلازه وٽان هڪ شاهي بس ۾ سوار ٿياسون ۽ اسان ڪي جرسي شهر وڃڻو هو. بس ۾ اسين اٽڪل سوا ڪلاڪ هئاسون، ۽ نيويارڪ جي بيشمار ٽرئفڪ جو اندازو ٿيو. موٽرن، لارين ۽ هر قسم جي مشينن جي رفتار ڏسي، حيرت وٺي ويئي. هنن انسانن جي تيزيءَ ۽ چڪر ڪي جهڙي نموني ترتيب ڏني ويئي آهي، انهيءَ مان ئي انسان جي انتظامي مهارت جو اندازو لڳي ٿو: جڏهن مشينن سان رانديڪن وانگر ڪيڏيو وڃي ٿو، ته نقصان به ايترو ئي سٺو وڃي ٿو. خير، لاري هڪ جاءِ ۾ گهڙي، پنجن منٽن ڪان پوءِ جڏهن ٻاهر نڪتاسين ته لاريءَ ۾ ويٺل. مگر اها پاڻيءَ تي تري رهي هئي! اها حيرت جهڙي ڳالهه هئي. اسين هن درياءَ ۾ اٽڪل اڍائي ڪلاڪ رهياسون ۽ ان ڪانپوءِ ٻئي طرف اُنهيءَ لاريءَ ۾ ويٺل پهتاسون. ٻئي طرف وري ساڳيءَ جاءِ ۾ گهڙياسين ۽ لاري پنجن منٽن ڪان پوءِ وڃي ريل جي پليٽ فارم تي پهتي. مون ڪي فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ هئي، آرام سان پنهنجي ٽڪيٽ مطابق گاڏيءَ ۾ ويٺس.

گاڏيءَ ۾ گهڙڻ سان ٻاهر جي سردي ته ٺهيو، مگر سخت گرمي ٿيڻ لڳي، آمريڪا ۾ اها مصيبت آهي. اندر جايون ايتري قدر گرم آهن، جو توبه! ۽ ٻاهر 32 يا 35 ڊگرين جي سردي! هن ايڏي تفاوت سان وڏي تڪليف پيش ٿي اچي. هڪ طرف ماٿهو رڳو قميص مان تنگ، ته ٻئي طرف ڪپڙن جو ڍير ٿو پائڻو پويس.

انگريزن کي ڏسي سمجهان ٿو، ته هن حالت ۾ اهائي زياده تميز آهي.

ريل جو پاڙو ڏاڍو مهانگو آهي. تقريباً اسان جي فرسٽ ڪلاس جيترو پاڙو هتي گهٽ کان گهٽ درجي جو آهي. فرسٽ ڪلاس جو پاڙو وڌيڪ ته، وري سمهڻ جي جاءِ جو اُن کان وڌيڪ، ماڻهو پنهنجا ڪمرا به رکن ٿا ۽ ان جو پاڙو اجا به وڌيڪ! گاڏيءَ ۾ ويهڻ جون جايون ڌار، اخبار پڙهڻ لاءِ لائونج ڌار، ڊائننگ روم ڌار. بيڙي پيئڻ لاءِ به ڪمرو ڌار آهي! هن قسم جي عياشي ڏسي حيرت لڳي. آمريڪا جي سرمائيداريءَ جا معجزا عجيب آهن، جن جو ذڪر ٻئي ڪنهن دفعي ڪندس. ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو، ته هن قسم جي معياري چڱائي ۽ بدتر برائي، ٻيئي گڏ ۽ همسايا ڪنهن به دنيا جي ملڪ ۾ نه ملندا. امن ۽ جنگ، خوشي ۽ روج، عياشي ۽ مسڪيني، غرور ۽ بيوسي، انسانيت جو احساس ۽ انسانيت سان ظلم، اخلاق کي همٿائڻ ۽ اخلاق کي پئسن جي ذريعي دٻائڻ جون حالتون ايڏي انداز تي ڪٿيون، ڪنهن به ملڪ ۾ نه ملنديون!

اسين تقريباً 18 ڪلاڪن ۾ اٽڪل 800 ميلن جي سفر کان پوءِ، لوئيوائل پهتاسون، گاڏيءَ جي رفتار اٽڪل 60 ميل ڪلاڪ ۾ رهي. پهچڻ سان اسان کي هڪ ڪلاڪ واچ کي پٺتي ڪرڻ لاءِ چيو ويو. آمريڪا ۾ چار اسٽئنبرڊ وقت آهن: هڪ اپرندي جو، نيويارڪ جي ويجهو، ٻيو وچ وارو، ٽيون ڏکڻ جو ۽ چوٿون الهندي جو وقت. تقريباً 6 کان 8 سؤ ميلن جي

مفاصلي تي ٻيو وقت شروع ٿو ٿئي. آمريڪا جي جاگرافيائي بيهڪ هن طرح آهي:

ملڪ اپرندي ڪان الهندي اٽڪل 3 هزار ميل آهي، ۽ اتر ڪان ڏکڻ 7 هزار ميل آهي. هي 48 حصن ۾ ورهايل آهي ۽ سندس آدمشماري 15 ڪروڙ آهي. خيالي ۽ پيدائشي نقطئه نظر ڪان جيڪڏهن اوهان هڪ ليڪ ڪيندا جا سان فرانسسڪو ويندي، ته توهان کي خبر پوندي، ته اتر ملڪ وڏيڪ هنرمند ۽ ڪارخانن جو ملڪ آهي، ۽ اپرندو وڏيڪ زراعتي ۽ پوک پيدا ڪندڙ حصو آهي. شيدي گهڻا اپرندي ۾ رهن ٿا ۽ ٿورا اتر ۾. اتر ۾ ٿورا گهڻا ماڻهو انساني زندگي بسر ڪن ٿا، مگر اپرندي ۾ توبه آهي. هن مسئلي جو احوال ڪنهن ٻئي خط ۾ لکندس.

**(”الوحيد“ 20- فيبروري، 1953ع)**

# (3)

مون پنهنجو احوال هتان لوئيوائل تائين لکيو آهي. جو اُميد ته مليو هوندو. اسٽيشن لٿس ۽ سامان ڪٽائي ٻاهر آيس ته هڪ ماڻهو اچي مليو. عجيب لهجي ۾ مون کان نالو پڇيائين. مون سمجهيو ته ڪو عرب مصر، شام يا لبنان مان آهي. خير، مون کي ٻڌايائين ته منهنجي ملڻ لاءِ اهو اسٽيشن تي آيل آهي. سامان سندس موٽر ۾

رکيوسين ۽ مون کي 3 ائڊريسون ڏيکاريائين ۽ انهن ماڻهن جي گهر جي تعريف به ٻڌايائين. مون هڪ گهر جو فيصلو ڪيو ۽ اسان جي موٽر گهر ڏانهن رخ رکيو. اسين اٽڪل 20 منٽن جي رستي کان پوءِ مخصوص گهر تي پهتاسون.

رستي ۾ هن ماڻهوءَ سان تعارف ٿيو. سندس نالو آهي ڊاڪٽر جارج براڊسڪي. اصل رومانيا جو آهي، هتي يونيورسٽيءَ طرفان بيروني طلباء جي اداره جو ڊائريڪٽر آهي ۽ بين الاقوامي قانون به يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندو آهي. هن شخص متعلق بيان اڳتي ڪندس. سندس عجيب حياتي آهي.

اسين گهر پهتاسون، ٻاهر نالو ۽ نمبر لکيل ڏٺم، گهر جو مالڪ آهي ڊاڪٽر آسٽن بلاڪ ايم. ڊي. در تي گهنٽي وڄائيسين، ته اندران هڪ شيدياڻي نڪتي، جنهن بابت معلوم ٿيو، ته هوءَ هفتي ۾ ٻه دفعا گهر جي صفائي وغيره لاءِ ايندي آهي. هت آمريڪين جي گهرن ۾ شيدي مرد يا عورتون انهيءَ ڪم لاءِ استعمال ڪيا ويندا آهن. هن متعلق به مناسب جڳهه تي بيان ڪندس. گهر ۾ ٻيو ڪوبه نه هو. اسان پنهنجو تعارف ڪرايو، ۽ هن مائي اسان کي هڪ ڪمرو ڏيکاريو، جنهن ۾ منهنجو سامان رکيو ويو. ڊاڪٽر براڊسڪي هڪ منٽ به ترسڻ نه ڏنو، موٽر ۾ چڙهي سڌو يونيورسٽيءَ ڏانهن رخ رکيوسين ۽ اٽڪل 10 منٽن ۾ يونيورسٽيءَ پهتاسون ۽ پريزيڊنٽ (جنهن جي حيثيت اسان وٽ وائيس چانسلر جي آهي) جي آفيس ۾ وياسين، اندر گهڙڻ شرط هڪ

اخباري نمائندي ۽ فوٽو گرافر جي زيارت نصيب ٿي. سمجهي ويس ته ڇا آهي؟ پريزيڊنٽ جنهن جو نالو فلپ ڊيوڊسن آهي، تنهن سان مليس، تعارف ڪان پوءِ مون کي ڏين اوين هامر سان گڏ فوٽوءَ لاءِ ڇيو ويو. ڏين اوين هامر سان جيستائين آئون هت رهندس واسطو رهندو ۽ منهنجو سمورو پروگرام هو ٺاهيندو، خير، فوٽو نڪتو ۽ مون کي اخباري نمائندو اچي مليو. عجيب و غريب سوال پڇيائين، مگر مون ڪيس مناسب احوال ڏنو. ڪيس اها به خبر نه هئي، ته ڪو پاڪستان بہ حصن ۾ آهي. پاڪستان جي وزير اعظم ۽ گورنر جنرل جا نالا ٻڌائي ۽ ڪجھ ٻئي احوال ڪانپوءِ جند ڇڏايم.

هنن اخباري انسانن مان آزاد ٿي ٻاهر نڪتس، ته يونيورسٽيءَ جا ڪجھ استاد موجود هئا، جن سان تعارف ڪرايو ويو. ٿوريءَ گفتگوءَ ڪان پوءِ ڊاڪٽر براڊسڪي سان گڏ، يونيورسٽيءِ ڪئنٽين ۾ ماني کائڻ وياسون، ان ڪانپوءِ ڊاڪٽر براڊسڪيءَ جي آفيس ۾ غير آمريڪي هئڻ ڪري، هڪ فارم ڀريم.

**توهان کي ياد هوندو، ته مون هن کان اڳ آمريڪي ويزا جو بيان ڪيو آهي. ڪراچيءَ جي آفيس ۾ ويزا جو به هڪ عجيب معاملو آهي. بقول منهنجي دوست ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي برابر پنج لڪيل پونڊا ڪاغذ تي نشان ڪرڻا ٿا پون. هنن ويزا جي قانونن ۽ فارمن کي ڏسي، ماڻهو آمريڪا وڃڻ کان متنفر ٿيو پوي. هي معاملا انسان کي ڪافي مشڪوڪ ڪيو ڇڏين.**

ماني وغيره کائي، ڊاڪٽر براڊسڪيءَ سان گھر موٽي آيس. گھر ۾ فقط گھرڌياڻي هئي. ساڻس تعارف ڪرائڻ کانپوءِ ڊاڪٽر موڪل ورتي ۽ چند مرحبا جي لفظن کان پوءِ، مون کي مسز بلاڪ گھر ڏيکاريو ۽ پنهنجي ڪمري جي سهوليتن جو بيان ڪيائين. ان کان پوءِ مون سامان کوليو ۽ تيار ٿي، واپس هيٺ آيس. ڪجھ وقت کان پوءِ ڊاڪٽر بلاڪ جا ٽي ڇوڪرا اسڪول مان آيا. سندن عمر 11، 8 ۽ 6 سال آهي. ڇوڪرا ڪافي دلچسپ معلوم ٿيا. مسز بلاڪ مون کان کاڌي جي پرهيز وغيره پڇي، ڪيس ٻڌايم ته مان نه سوئر کائيندو آهيان ۽ نه شراب پيئندو آهيان. اها ڳالھ هن خيال ۾ رکي. آئون هاڻي آمريڪا جي گھر ۾ اچي ويو هئس.

هي گھر هتي لوئيوائل ۾ بهترين جڳھ تي آهي. ڊاڪٽر هتان جي مشهور ڊاڪٽرن مان آهي ۽ ڪافي ڪمائي اٿس، مگر زندگيءَ جي اخراجات کان به تنگ آهي. آمريڪا جي زندگي ڏاڍي مهانگي آهي.

ڪينٽڪي آمريڪا جي 48 حصن مان هڪ آهي. سندس آدمشماري 30 لک لکن آهي. هن اسٽيٽ جي ايراضي اٽڪل 41 هزار چورس ميل آهي. سندس مکيه شهر فرئنڪفرٽ آهي. جيڪو هتان 40 ميل پري آهي. زياده تر زراعتي حصو آهي، مگر هنرن ۽ ڪارخانن سان به پريو پيو آهي. اوهائيو ۽ ٽينسي نديون منجهائنس لنگھن ٿيون. هي شهر ۾ لوئيوائل ڪافي وڏو آهي.

ڪينٽڪي اسٽيٽ ۾ به وڏيون يونيورسٽيون آهن: هڪ لوئيوائل يونيورسٽي جنهن ۾ آئون آهيان، جا لوئيوائل ميونسپالٽيءَ جي ماتحت آهي. جيئن حيدرآباد ميونسپالٽيءَ ڪي ۽ سنڌ کي عليحده يونيورسٽيون هجن. ان کان سواءِ پنج ٻيا وڏا ڪاليج آهن، جن جو يونيورسٽين سان ڪوبه تعلق نه آهي. اُهي خود مختيار آهن۽ ڪن ماڻهن جي مالي امداد تي هلن ٿا.

هنن ڪاليجن جي تعليم جو معيار به ايترو ئي بلند آهي، جيترو يونيورسٽين جو. اهي زياده تر عيسائي فرقي جا ڪاليج آهن. هنن ڪاليجن ۾ اٽڪل 3 هزار کن ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون تعليم وٺن ٿيون. هنن ڪاليجن کي مرڪزي حڪومت يا اسٽيٽ حڪومت يا ڪنهن به ميونسپالٽيءَ کان ڪابه امداد نه ملندي آهي. بلڪ ماڻهن جي فراخدليءَ ۽ وقف ڪيل ملڪيتن تي هلن ٿا.

لوئيوائل شهر جي آدمشماري اٽڪل 3 لک آهي. هي هڪ بهترين شهر آهي. ابرهام لنڪن، آمريڪا جو مشهور پريزيڊنٽ، هن شهر جي ويجهو ڄائو هو. شهر ۾ هڪ يونيورسٽي ۽ هڪ خودمختيار ڪاليج پڻ آهي. هي ڪاليج رومن ڪئٿولڪ نظرئي ۾ اعتقاد رکندڙن جو آهي. يونيورسٽيءَ ۾ اٽڪل 6 هزار ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پڙهندڙ آهن ۽ هر قسم جي اعليٰ تعليم ڏني وڃي ٿي. يونيورسٽيءَ جو انتظام هڪ جمعيتِ متوليان جي هٿ ۾ آهي، جيڪا پريزيڊنٽ مقرر ڪندو آهي. يونيورسٽيءَ کي هتان جي شاهوڪار ماڻهن جي مدد آهي، ڪيترن ماڻهن پنهنجون ملڪيتون به يونيورسٽيءَ

جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن. لکين ڊالر، ماڻهو بنا گهرڻ جي يونيورسٽيءَ کي ڏيندا رهن ٿا. ماڻهن جو اجتماعي زندگيءَ سان دلچسپيءَ جو انداز هن مان لڳائي سگهجي ٿو، ته هڪ معمولي اداري 40 هزارن ڊالرن لاءِ اپيل ڪئي، ته هڪ هفتي ۾ 65 هزارن کان مٿي ڊالر اچي ويا. يونيورسٽيءَ کي هڪ تجويز جي سلسلي ۾ پئسن جي ضرورت پئي ته پئسا ائين ٿي آيا، ڄڻڪ آسمان مان ڪري رهيا آهن. لکها ڊالر ماڻهو پنهنجي نالي ظاهر ڪرڻ ڪانسواءِ موڪلي رهيا هئا. تازو هڪ اسپتال تيار ڪرڻ لاءِ اپيل ٿي، ته اُميد کان ٻاهر پئسا مليا. ماڻهن جي خلوص جو اندازو هن مان لڳايو ته قومي ملڪيتن کي پنهنجيءَ جان کان وڌيڪ عزيز سمجهن ٿا. وقف ملڪيتون بلڪل خبرداريءَ ۽ خيال سان سنڀاليون وڃن ٿيون. ٿورا ڏينهن ٿيا، ته هڪ ماڻهوءَ 50 هزار ڊالر (هڪ ڊالر تقريباً ساڍا ٿي رپيا آهي) هڪ اسپتال کي موڪليا ته جيڪي به نوان ڊاڪٽر ٿين، اُنهن کي پهرئين ڊاڪٽري امتحان کان پوءِ وڌيڪ تجسس لاءِ مدد ڏني وڃي. هن انسان پنهنجو نالو به ڳجهو رکيو آهي. ڇا هيءَ اسلامي روح واري امداد آهي؟ خدا شل اسان جي سرمائيدارن کي ساڃهه ڏئي! ڇا سنڌ ۾ اهڙا ماڻهو نه لڀندا، جي ڪنهن به اداري کي 2 يا 3 لک رپيا آسانيءَ سان نه ڏئي سگهندا. فضول خرچيءَ ۽ بخل سان ڪڏهن به قومون ترقي نه ڪنديون آهن. اسان جا اسڪول ڏسو، ڪاليج ڏسو ۽ اسپتالون ڏسو، خدا خير ڪري!

ملڪ جي قومي ترقيءَ سان دلچسپيءَ جو اندازو هن مان به لڳايو، ته هتان جا ماڻهو هڪ عجيب خوشيءَ ۾ ڏسندا، توهان کي ڪڏهن به عليل اُجڙ ۽ غمگين نظر نه ايندا، ٻارن جي چهرن تي بشاشت ۽ خوشي نظر ايندي. اُهو ڏينهن خالي نه آهي، جنهن ڏينهن شهر جي طرفان ٻارن جي وندر ۽ راند جو پروگرام مرتب نٿو ڪيو وڃي. ٻارن ۽ نوجوانن کي ڏسي، ماڻهن جون دليون اُمنگ ۽ جوش ۾ پرجي اچن ٿيون. سچ پچ ته ترقي يافته ۽ اعليٰ قومون اهي آهن، جن پنهنجي ايندڙ نسل جو خيال ڪيو آهي. ڇا اسان جا بزرگ ائين سمجهن ٿا، ته ٻارن کي ذليل رکي، بکايل رکي، اجڙ، غمگين ۽ بي وس رکي، اسين ترقي ڪري سگهنداسين؟ پراوا ٻار ته ڇڏيو، اسين ته پنهنجن ٻارن کي به خراب ٿيندو ڏسي، ڪجهه به نٿا سوچيون، خدا اسان جي شاهوڪارن ۽ بزرگن کي شعور ڏئي!

حقيقت ۾ قومن جي عروج جو راز اُنهن جي ايمانداريءَ، اخلاص ۽ محنت ۾ آهي، جنهن قوم جي اعليٰ طبقي ۾ غرور ۽ تڪبر ۽ محنت ۽ جفاڪشيءَ لاءِ ڪو به قدر نه آهي، اُهي تباهه ۽ برباد آهن. آمريڪا ۾ هيڏا ڪروڙ پتي آهن، وڏن طاقت آهي، مگر ان جي باوجود هنن انسانيت کي نفرت سان نه ڪيرايو آهي. پريزيڊنٽ آمريڪا جو، دنيا جي طاقتور حاڪمن مان آهي، بلڪ پهريون طاقتور انسان آهي، مگر ان هوندي به هڪ ادنيٰ آمريڪيءَ سان هن جو ڇا نه اخلاقي ورتاءُ آهي!

انسان پنهنجي مسلسل محنت ۽ تڪليف ڪي منهن ڏيندي، پنهنجي زندگيءَ ڪي معياري بنائڻ ۾ ڪيتري نه جدوجهد ڪئي آهي. انسان جي ذهني ۽ دماغي معجزن ڪي هت اکين سان ڏسي سگهجي ٿو. هر هڪ ذميدار فرد ڪي اها خواهش آهي، ته قوم جي ترقي ۽ فلاح ۾ سندس به حصو هجي. هنري ۽ مشيني دنيا ۾ جيڪي لازمي بدعنوانيون ۽ ڪمزوريون پيدا ٿينديون رهن ٿيون، تن ڪي بلڪل ڪاميابيءَ سان منهن ڏنو وڃي ٿو.

جيئن مون ٻڌايو آهي ته هيءَ اسٽيٽ گهڻو ڪري زراعت پيشه آهي، مگر فقط لفظن جو استعمال آهي، يعني هر ڪا شيءِ مشين جي ذريعي هلائي وڃي ٿي. زمين جي آبادي ۽ ان جي نگراني، جانورن جي پالڻ ۽ سنڀالڻ جو سمورو بندوبست مشين جي رستي ٿئي ٿو. جهنگن ۾ عجيب رستا آهن. جن تان گذرڻ لاءِ خبرداريءَ لاءِ نشان ۽ هدايتون آهن. حڪومت ۽ اُتي جو هر انسان هن ڳالھ ۾ مصروف آهي، ته ملڪ کي ڪهڙي نموني خوش ۽ آسودو ۽ خوبصورت بڻايو وڃي، پلا هن کان زياده دل ڪي خوشي ڏيندڙ ٻي ڪهڙي ڳالھ ٿي سگهي ٿي؟

ٻئي خط ۾ ڪن خاص ڳالهين جو ذڪر ڪندس.

(”الوحيد“ 5-مارچ 1953ع)

# (4)

آمريڪا موٽر ۽ مشين جو مالڪ آهي، ايتري قدر جو زال زنب، ٻار ٻچو، پوڙهو جوان سڀ موٽرن جا مالڪ! هتي مثال مشهور آهي ته: ”آمريڪا جا ٻار موٽر هلائڻ پهريائين سکندا آهن ۽ هلڻ پوءِ.“ خير، ان ۾ توهان سمجهندا ته ضرور مبالغو هوندو.

مگر سائين منهنجا، مشين ڇا نه ڪيو آهي! مشين جي دنيا ۾ رهي اهو احساس ٿو ٿئي، ته مشين ٺاهڻ کان پوءِ انسان ڪيترو نه بيوس آهي. آمريڪا هنري ڪمالات جو گهر آهي. اليڪٽرڪ کان جنهن نموني ۾ هتي ڪم ورتو وڃي ٿو، اهو عجيب آهي. گهرن ۾ بتين کان وٺي ٽيليويزن تائين، مطلب ته هيءَ بٽن ۽ تارن جي دنيا آهي، جنهن ۾ مشين ۽ اليڪٽرانڪس ايترو ڪم ڪري ٿي، جو انسان جي ضرورت به ختم ٿيو وڃي، هن مشين، آمريڪا ۾ انسانيت کي ضرور ڌڪ هنيو آهي.

هتي هڪ ندي آهي، جيڪا هڪ شهر جي وچ مان وهي ٿي. ڪيترا سال برف ۽ برسات جي ڪري شهر پاڻيءَ جي هيٺ اچي بلڪل تڪليف ۾ آيو هو. آئون اڳئين آچر تي، ٻوڏ کي روڪڻ لاءِ جو انتظار ڪيو ويو آهي، سو ڏسڻ ويس. مون کي حيرت وٺي ويئي. خيال ڪيو ته ڪهڙيون نه مشينون آهن. هڪ منٽ ۾ 72 هزار پاڻيءَ جا گئلن ٻاهر. شهر کي جا ديوار ڏني وئي آهي، اُها اهڙي قسم جي آهي، جو ٻوڏ جي وقت دروازا

ڪيرايا وڃن، ته پاڻي بند. رستن ۽ پلين جو اهڙو بندوبست، جو حادثي جي حالت ۾ ٿوري وقت اندر سڀ انتظام مڪمل ٿي وڃن.

هتان جي درمياني درجي جي اخبار ڪان به تو هان کي واقف ڪيان ٿو: هت هڪ اخبار آهي، جنهن جو نالو ”لوئيومل ٽائيمس ڪوريئر جنرل“ آهي. هن اخبار جون روزانه 5 لک ڪاپيون وڪامن ٿيون. هر روز اخبار 24 صفحن جي نڪرندي آهي، مگر آچر ڏينهن منجهس هن طرح صفحا هوندا آهن:

- خبرون 26 صفحا،
- مضامين ۽ فوٽو 36 صفحا،
- عجائب 20 صفحا،
- کيل ۽ رانديون 8 صفحا،
- تفريحات 18 صفحا،
- عورتون ۽ اجتماعي مقاله 14 صفحا،
- مزاحيات 12 صفحا،
- ٻارن لاءِ 12 صفحا،
- يعني ڪل 126 صفحن جي اخبار.

انهيءَ اخبار جو پنو اوهان جي ”الوحيد“ اخبار جي پني کان ڏيڍوڻو آهي.

- اخبار کي پنهنجو ريڊيو اسٽيشن ۽ ٽيليويزن پڻ آهي.
- اخبار کي 165 طبقن ۾ اٽڪل 60 هزار چورس والن جي زمين آهي.
- اخبار کي پنهنجو هوٽل ۽ بزار آهي.

سائين، توهان ۽ اسان جو ڏوهه ڪونهي. اسين غريب ماستر ۽ توهين غريب ايڊيٽر، توهان اسان کان پوءِ به پلا آهيو. توهان کي سياسي وقعت آهي ۽ اسان غريب رڍن جيان. اسان جي جيڪڏهن اها سياست رهي، ته نه توهان سڌرندا، نه اسان جي چڱي چال جي اُميد آهي. معاف ڪجو! يارن سان ڳالهيون دل کولي ڪبيون آهن، پيون ڪجهه ڳالهيون ٻڌو:

هتي راندين ۽ کيلن لاءِ جايون ٺهيل آهن، جنهن ۾ باسڪيٽ بال يا فٽ بال جي ڏسڻ لاءِ تقريباً اڌ لک ماڻهو آسانيءَ سان ميدان جي چوڌاري ويهي ۽ ڏسي سگهن ٿا. راند ڪندڙن جا نالا اسڪور بورڊ تي، مطلب ته راند جو سمورو احوال اليڪٽرانڪس رستي زمين کان اٽڪل 250 فوٽ مٿي، وچ ۾ ٽنگيل چورس بورڊ تي چئني طرفن کان هر منٽ ۾ تيار ملندو. سردي سخت هئڻ ڪري هن کي بند ڪرڻو پوي ٿو. مگر اندر گرم رکڻ جو عجيب بندوبست آهي. اندر ايتري قدر گرمي، جو قميص بنان راند ڪري سگهجي ۽ ٻئي طرف ٻاهر برف پئي ڪري. گرمي آڻڻ لاءِ مشينون آهن، جي گرم هوا کي جاءِ جي چِٽ ڏانهن اُڇلائين، يا زمين مان ٻاهر ڪڍن!

هتي ڪاليج ته ٺهيو مگر اسڪولن جون جايون به اسان جي قانون ساز اسيمبليءَ جي جاءِ کان وڏيون آهن. اسڪولن جا هال اهڙا جو چڻ ڪنهن وڏي سئنيما هال ۾ ويٺا آهيون، جتي هر قسم جو پروگرام مثلاً: تقريرون، ريڊيو براڊ ڪاسٽ، جتي ڊراما يا ٻئنڊ جي

پروگرام جو انتظام آسانيءَ سان ڪري سگھجي ٿو. هن ملڪ ۾ هوائي جهازن جو سفر ايتري وسيع پيماني تي آهي، جيترو اسان جي ملڪ ۾ بس جو سفر. ان ڪانسواءِ بس جو سفر نهايت ئي سهنجو ۽ سولو آهي. ان ۾ ايتريون ته آسانيون آهن، جو اڍائي هزار ميلن جو سفر ۽ سير، ماڻهو بس ۾ بلڪل آرام سان ڪري سگهن ٿا: اُنهن ۾ ريڊيا، اُنهن ۾ گرميءَ جو سامان ۽ اُنهن جون ڪرسيون اهڙيون جو سمهڻ لاءِ لنبيون به ٿي سگهن. پيٽرول تقريباً 14 آنن ۾ گئلن، اسان وٽ اڍائي رپيا گئلن.

ماڻهن جي تهذيبي ۽ تمدني زندگيءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو، ته اُتي نه فقط وڏا ڪلب آهن، بلڪ اُتي ڪجھ ننڍا گروھ، ڪن خاص چيزن سان دلچسپي رکندڙن جا به موجود آهن. اُنهن ۾ مباحثه، تفريحي دلچسپيون، تقريرون، تعليمي فلمون، سياسي نڪتچينيون،ساز ۽ سرود سان دلچسپي، مذهب مان واقفيت، قومي ۽ بين الاقوامي معاملات ڪان باخبري وغيره شامل آهن، جنهن ۾ سڀ ڪو حصو وٺي سگهي ٿو. نه صرف پيشه ور انسان، بلڪ اُهي جيڪي زندگيءَ جي ڌار ڌار ڪمن ۾ مصروف آهن، پر انفرادي طرح دلچسپين جا گھورو آهن. اُهي به هڪ هنڌ سوسائٽي ٺاهي گڏ ٿيندا رهن ٿا. اهڙيءَ طرح هر طبقي ۽ هر پيشي جا انسان پنهنجي ذاتي دلچسپيءَ ڪي وڌائڻ لاءِ هڪبئي سان ملن ٿا، ۽ انهن ۾ رغبت پيدا ٿئي ٿي.

مگر ايڏي ڪمال ڪان پوءِ به، آمريڪا زندگيءَ جي گهراين ڪان محروم آهي. اُهي حالتون جي انسان

جي روحاني سڪون جو باعث آهن، سي عدم موجود آهن. اُهي پهلو جيڪي قومن کي مقبول بنائين ٿا ۽ اُنهن کي بڙحساس ڪن ٿا، اُهي نه ملندا. آمريڪا ۾ فلسفو، مزاحيه شڪل ۾ پيش ٿئي ٿو. گفتگو جو اثر فقط زبان تائين محدود آهي ۽ اُهو نه مٿي دماغ تائين وڃي ٿو، ۽ نه دل ڏي هيٺ لهي ٿو اچي. آمريڪا ۾ زندگيءَ جي مسئلن کي غور ۽ خوض سان سمجهڻ جي صلاحيت نه آهي. انهيءَ لاءِ جوابدار آمريڪا جي طاقت، آمريڪا جي مشين، آمريڪا جو پئسو ۽ آمريڪا جي تفريح آهي. اُهي چيزون ۽ مسئلا جي قلب جو سڪون ۽ اطمينان ۽ خيال جي بلندي پيدا ڪن، اُهي هنن کان ۽ اُنهن جي دماغ کان گهڻو پري آهن.

هڪ آمريڪي ايتري قدر ته پئسي جي جستجو ۾ آهي، جو ان کانسواءِ ٻيو سڀ ڪم تفريح ۾ شمار ٿئيس ٿو. هنن جي زندگي اهڙيءَ طرح مرتب ٿيل آهي، جو حياتيءَ جون مجبوريون ۽ شدتون ۽ روزمره جي وٺ پڪڙ کين ٻئي ڪنهن به طرف خلوص ۽ يڪجهتيءَ سان راغب ٿيڻ کان روڪين ٿيون. هڪ پريشان حال انسان کي ڪٿي ٿو سڪون، چين ۽ اطمينان حاصل ٿئي. مثال طور مذهب: آمريڪا ۾ مذهب هڪ فرحت ۽ فرصت جي دنيا آهي، ۽ جنهن جون حدون فقط ديول تائين آهن. ديول کان ٻاهر گڏه وانگر ڪن چنبيا ۽ اثر ختم. ديول اندر وري ڇا عيش ۽ آرام جو سامان! اندر غاليچا، نرم نرم ڪوچ ۽ تفريح بخش گيت ۽ تقريرون، مذهب يورپ ۽ آمريڪا ۾ نفرت ۽ بغض پيدا ڪرڻ جو

ڪم ڏئي رهيو آهي. ديول ۾ راڳ، چانهه ۽ ڪافيءَ جو سامان، جهڙو ڪنهن ڪلب ۾ گهرجيا. خدا اسان غريب مسلمانن کي انهن بدعتن کان بچائي! اسان جا انگريزدان عالم ۽ فاضل، مذهب جي آڪڙ ۾ ڪٿي مسجدن کي ديول نه بنائي ڇڏين. خداوند اسان مسلمانن جي مسجدن کي انهن عيسائي طريقن کان بچائي! اسان جا انگريزدان ۽ يورپ جا شيدائي اسان جي مسجدن ۾ غاليچا، هوٽلون، ريڊيا ۽ هر قسم جي فيشن کي ڏسڻ گهرن ٿا، ۽ وري اُن کي سڏين مذهبي ارتقا، خدا پناهه ۾ رکي! هن حالت کي ڏسي پروردگار کان دعا گهرو ته اُهو وقت نه اچي، جو اسان جي جدت پسندي ان حالت کي پهچي، جو اسان ٿاهه ٿوهه سان مسجدن ۾ اچون. انڪساريءَ ۽ خشوع جي عيوض، باري تعاليٰ جي درگاهه ۾ تڪبر، غرور ۽ سرڪشيءَ سان اچون! مسجدون شل انسان جي مراتب موافق نه ٿين، جو هڪ مسجد امير جي ته ٻي غريب جي! اسان جون مسجدون شل مخصوصيت کان بچن! هن مضمون تي انشاءَ الله ڪنهن وقت وڌيڪ تبصرو ڪندس.

آمريڪا هنر ۽ فني ڪمالات جو ملڪ آهي ۽ اُهي فطري حالتون ۽ حرڪتون سڀ موجود آهن، جي هنر ۽ فن جي بلنديءَ لاءِ لازمي آهي. مگر هت انسان جو انسان سان ربط، خود غرضيءَ سان ڀريل، عارضي ۽ ڪنهن مقصد پٺيان آهي. انساني حالتون جنهن ۾ دل چڪي ڏئي، انسان انسان سان همدردي ڪري. پاڙيسريءَ سان محبت هجي، اُهي چيزون موجود نه

آهن. توهان کي ڀڏي حيرت ٿيندي، ته هڪ ڪاليج جي پروفيسر حضرت عيسيٰ عليه السلام جو هن طرح مذاق ڪيو: انجيل ۾ آهي ته ”پاڙيسريءَ سان اهڙيءَ طرح محبت ڪيو، جهڙيءَ طرح پاڻ سان محبت ڪريو ٿا.“ اهو ٻڌندي شرط چيائين ته، ”خدا (يعني حضرت عيسيٰ عليه السلام) اهي لفظ نشي جي حالت ۾ چيا هوندا.“

مطلب ته هن دنيا جو هر انسان زندگيءَ جي هر حالت ۾ پئسي ڪمائڻ، طاقت هٿ ڪرڻ ۽ ٻين کي ڦري، پاڻ کي ورسائڻ ۾ مصروف ۽ مشغول آهي. اهو جذبو ايتري قدر ته وڌيل آهي، جو والدين اولاد کي به وساريو ڇڏين. اسان جا مغربيت پسند مستانه ۽ تعليم يافته اسان ۾ اهي جانوري صفت ۽ حالتون پيدا ڪري رهيا آهن. اهو ڪنهن وقت واپس اچڻ ڪانپوءِ لکندس ته آمريڪا جي تعليم خصوصاً ۽ يورپ جي عموماً ڪهڙيءَ طرح اسان جي نوجوانن تي اثرانداز ٿي رهي آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح، ڪهڙي قسم جي ۽ ڪهڙيءَ عمر ۾ هيءَ تعليم اسان جي ملڪ ۾ اسلامي زندگيءَ لاءِ ڪارگر ٿي سگهي ٿي. حقيقت ۾ چوڪرن کي ٻاهر تعليم وٺڻ لاءِ ڪجه دورانديشيءَ ۽ ٻاهرين ملڪن جي حالات جي واقفيت رکڻ نهايت ئي ضروري آهي – خير.

ڪنهن ٻئي وقت هڪ مسئلو يعني ”آمريڪا جو اسلامي ملڪن ۽ اسلام سان تعلق“ متعلق لکندس. هن مسئلي جي ماهيت ۽ پيچيدگي سمجهڻ اسان لاءِ تمام ضروري آهي. مون کي ان لاءِ ڪافي غور جي ضرورت پوندي، ان لاءِ ڪجه وقت ترسندس.

اڄ هڪ ڳالھ ذرا دل ۾ تشويش پيدا ڪئي آهي، توهان سان ۽ ڪمپازيٽرن سان ظلم هوندو! اگر خراب اکرن لاءِ انعام ڏنو وڃي، ته مون کي يقيناً پهريون نمبر ملندو. خط ۾ ڪافي غلطيون هونديون، از خود جرئت ڪري پنهنجو خط نه پڙهندو آهيان، جو شايد مون کي به تڪليف ڏئي.، اسين آهيون درويش ماستر، سو پنهجيون غلطيون ۽ ڪمزوريون مڃيندا آهيون.

هن مهيني جي 25-تاريخ (مارچ 1953)، آئون ڪئنيڊا وڃي رهيو آهيان. مون کي مئڪ ماسٽر يونيورسٽي هئملٽن، ٽورنٽو يونيورسٽي، مئڪگل يونيورسٽي مانٽريل مان دعوتون آيون آهن، اميد ته ڪئبيڪ به ويندس، ۽ واپسيءَ ۾ ڪجھ ڏينهن اوٿاوا ۾ رهندس ۽ رستي ۾ آمريڪا جو هڪ وڏو ادارو ”ڪارنيل يونيورسٽي“ ڏسندس. اميد ته وڃڻ کان اڳي توهان کي هڪ پيو خط به لکندس. دعا ڪندا! توهان کي ۽ پڙهندڙن کي سلام.

**(”الوحيد“ 13- مارچ 1953ع)**

# (5)

بس. ڇا ٻڌايان! تقريباً ٻن مهينن کان مٿي ڏينهن ٿيا آهن. ته اڇي هن ماڻهن جي جهنگ ۾ پيو آهيان. پنهنجي ملڪ جي ڪابه خبر ڪانه اٿم. ڪي دوست، ۽ عزيز خط لکن ٿا، مگر ان هوندي به بيخبر رهان ٿو. پاڪستان ۽ سنڌ جي وڻندڙ زندگيءَ کان پري آهيان. اڳئين خط ۾

مون هتان جي هڪڙي اخبار جو ذڪر ڪيو آهي، مگر ايڏيءَ ساريءَ اخبار ۾ اسان جي ملڪ جي ڪابه خبر نٿي ملي. اچو ته اوهان کي ٻڌايان ته هن وقت تائين پاڪستان جون ڪهڙيون خبرون پڙهيون اٿم.
گناه ثواب معاف! غلطي اخبار جي، آئون فقط راوي آهيان.
”هڪ بيگم صاحبه جواهرن سان جڙيل، جهونا ڳڙه واري پاڪستان ۾ چٽي وئي.“
ٻي خبر ته هوائي جهاز ڪريو،
ٽي خبر ته ”چوڌري محمد ظفر الله جي خلاف احتجاج ٿيو ۽ ماڻهو قيد ڪيا ويا.“ بس خبرون ختم!

معاف ڪجو هڪ ٻي به خبر پڙهي اٿم ته پاڪستان مان هڪ ماستر غلام مصطفيٰ، آمريڪا ۾ نازل ٿيو آهي ۽ ساڻس گڏ فوٽو به ڏنو ويو آهي.، ٻي به گهٽي پٽاڙ ٿيل هئي، جا نٿو لکان، ڇو ته اسين غريب ماستر، توهان اخبارن وارن کان ٿورو ڊڄون ٿا. هجون سياستدان ته توهان جو مقابو ڪريون. غريب درويش جي لاءِ ”مِٽي به ماٺ ته مُٺي به ماٺ“. مگر متان اهڙيءَ طرح سمجهيو اٿوَ، وقت تي اسين خبر نه آهي ته ڇا ڇا ٿا ڪري سگهون. اسان جا ڪرشما ڏٺا اٿو؟
مگر سائين مون سان هڪڙو ظلم ۽ ويل آهي: بقول مرحوم مولانا عبيدالله سنڌي، مٿو اگهاڙو ڪري گهوڙا گهوڙا ڪيان. پر زڪام جو ڊپ ٿو ٿئيم. ڇا ٿا پڇو، ڇا ٻڌايان! جتي وڃان ٿو اُتي اچا اسلام ۽ پاڪستان

جو نالو ٿو وٺان، ته شهزادو علي خان، سندس والد بزرگوار هزهائينس آغا خان ۽ شهزادي ريٺاهيورٿ اچيو ٿا منهن ڪين. آغا خان اسلام جو سردار ۽ سرڪردو. اسلام ۽ پاڪستان کي سجهڻ لاءِ علي خان جي حياتي ۽ هزهائينس جي مائٽن ڪارلو جي حياتي ڪافي آهي. جتي ڪٿي ۽ خاص ڪري بيگمات وٺان ان بابت سوال ڪيا وڃن ٿا. منهنجي انڪار تي ڪين حيرت ٿي لڳي. چون: ”هو توهان جو سردار ۽ رهبر، ۽ توهان انڪار ٿا ڪريو.“ بس سائين، انڪار ڪري ڪري ٿڪجي پيو آهيان. اسلام ۽ پاڪستان کي آمريڪا جي هن حصي وارا علي خان ۽ آغا خان جي حياتيءَ ۽ عمل مان پرکين ٿا. بس چا ٻڌايان! اسلام بابت واقفيت جو هڪ ٻيو مثال به ٻڌايان ٿو. پروفيسرن ۽ عالمن جي مجلسن ۾ هڪ ڏينهن چيم ته اسلامي تاريخ ۾ عورتن وڏا ڪم ڪيا آهن، ته يڪدم هڪ محترمه چيو: ”جي، ها برابر، مثلاً: قلوپطره“. بس زبان ڪٽي ڏندن ۾ جهليم. اسان جي ڪن پاڪستاني عيوضين به اسلام ۽ پاڪستان جو چڱو نالو موڪيو آهي.

مون اهڙا پاڪستاني به ڏٺا، جيڪي رسول اڪرم صه کي چون ’محمت‘ ۽ قرآن جي نالو ’چڙو ڪتاب‘. ماٺ ٿو ڪريان، نه ته چوندا ته ’غلام مصطفيٰ مست آهي.‘ سائين، واهجي ماسترن کي مستي آهي رڳيون فقيرياڻيون ڳالهيون ياد نه اٿم، بلڪ اميراڻا ٺونڪا به ڪافي هٿ ڪيا اٿم، ڳالهيون ٿينديون.

مون اڳئين دفعي مذهب جو ڪجھ ذڪر ڪيو آهي. آمريڪا ۾ ماڻهو هڪ عجيب حيراني ۾ مبتلا آهن. ڊالرن ڪمائڻ، مزي ۽ عيش ڪان پوءِ مذهب کي فقط هڪ رسم ڪري رکيو اچن ٿا. سندن زندگي بي روح آهي. جڏهن نشي ڪان چِٽن، ته دلي تسڪين جي ڳولا ٿا ڪن، مگر اُها ڪٿي ٿي ملي! پلا، اُها ديول ۾ هڪ ڏينهن وڃڻ سان ڪٿي ٿي نصيب ٿئي! انهن حالتن جي ماتحت آمريڪا ۾ ٻن گروهن جو مکو متل آهي: هڪ يهودي ٻيا رومن ڪئٿولڪ مذهب وارا. آمريڪا ۾ رومن ڪئٿولڪ جو اثر ڏاڍو وڌندڙ آهي. جيئن ته رومن ڪئٿولڪ مذهب کي هڪ انداز ۾ ڏنو وڃي ٿو، ۽ ان ڪان سواءِ ان ۾ پادرين جو رعب به داخل آهي. ان ڪري ان ۾ دلي تسڪين جي تلاش ڪئي وڃي ٿي. رومن ڪئٿولڪ ۽ يهودين جي جيڪا اسلام ۽ اسلامي ملڪن سان تاريخي ”همدردي“ رهي آهي. ان ڪان ته توهان واقف آهيو. آمريڪا اسلام کي پيش ڪرڻ وارا وري يهودي ۽ رومن ڪئٿولڪ!
اُهي وري ڳالهيون ڪن آغا خان، علي خان، فاروق، ترڪيءَ جي سلطان ۽ عرب ملڪن جي خانه جنگين جون، ۽ وري اسان جي اسلامي ملڪن جا عالم تقريرن ۾ چون ’محمت‘ (Mohamat) ته پوءِ ٻين کي ڇا ڇئجي؟
اچو ته ٻيون ڳالهيون ڪريون.
آمريڪا ۾ رهي، مون تي هڪ ڳالھ جو عجيب انڪشاف ٿيو آهي.

آمريڪا ۾ انفراديت جو غلبو آهي. آمريڪا ۾ قوميت به ڪافي اثر رکندڙ آهي، مگر اُها مڪمل نه آهي. اجتماعي زندگي بلڪل مفقود آهي. هر آمريڪي فرد، انفرادي حيثيت سان گڏوگڏ قوميت کي سڃاڻندڙ آهي. مگر انساني رواداري، يا انسانيت جو ربط، يا اجتماعي احساسات بلڪل گم آهن.

انفراديت کان قوميت تائين هڪ ٽپو آهي، جو اجتماعيت تان ٽپ ڏئي ويو آهي. هن احساس جي ان موجودگيءَ جي ڪري سڀ اجتماعي خرابيون ۽ بدڪرداريون موجود آهن. ان لاءِ ڪي سبب آهن، جن جو هت مختصر ذڪر ڪيان ٿو.

توهان کي خبر آهي، ته آمريڪا جا اصلي باشندا ريڊ انڊين (Red Indian) آهن. مگر اُهي ويچارا وڃن ٿا ماضيءَ جي تاريڪين ۾ گُم ٿيندا، ۽ تاريخ جي ورقن ۾ ڇُپيندا، لڪندا. ايتري قدر جو ٿورن سالن کان پوءِ، سندن هڏا به ڪونه لڀندا، (آئون شيدين جو ذڪر جيڪڏهن توهان اصرار ڪندا، تڏهن به هن وقت نه ڪندس.) آمريڪي جيڪي اسين ڏسون ٿا، اُهي سڀ مهاجر آهن، جي ڌار ڌار ملڪن کان آيا آهن، ۽ هر سال هزارين پيا اچن. هجرت جي هن لهر، ملڪ ۾ انفراديت کي هوا ڏني آهي. ماڻهن ۾ اقتصادي بداخلاقي ڪري ڪٽنبن ۽ گروهن آمريڪا جي سرزمين تي پاڙون پختيون نه ڪيون آهن. عارضي انساني تعلقات، خوف جي اختلاط، زبان جي اختلاط ۽ تهذيب جي اختلاط، اجتماعي زندگيءَ کي وڌڻ ۽ ويجهڻ کان محروم رکيو

آهي. ٻن نسلن تائين ڪي به ماڻهو هڪ هنڌ نه رهيا آهن، ساڳيو پيشو نه رهيو اٿن ۽ ساڳين ماڻهن سان سندن تعلقات نه رهيا آهن. ان ڪانسواءِ، هر هڪ انسان، زندگيءَ جي جدا جدا منزلن تي ڌار ڌار تعلقات پيدا ڪيا آهن. ايامِ طفلگيءَ جا واقف هڪڙا، بلوغت جي زماني جا ٻيا، جوانيءَ جا ٽيان، ته ٻڍاپي جا چوٿان!

انسانن ۾ هڪ اجنبيت نظر ايندي، جنهن جو توهان اندازو به نه لڳائي سگهندا. ڇو ته ڪنهن جي به ماضيءَ جي ڪنهن کي به خبر نه آهي، ۽ حال مان تمام ٿورا واقف آهن، ان ڪري اجتماعي رابطا ۽ ذاتي قوتون ختم ٿيل آهن.

آمريڪا هڪ نئون ملڪ آهي، ڪيس پنهنجي تاريخ نه آهي ۽ اهي ڪمزوريون سندس طفلانه قومي پاليسيءَ جو بنياد آهن. ڪيس اجتماعي زندگي نه آهي، بدويت ۽ جهالت جو تصور سندس زندگيءَ تي ڇانيل آهي. بلڪل اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح ڪو انسان جهنگلن ۾ رهندڙ هجي.

هي ماڻهو ڪارخانن ۽ بازارين جي دنيا ۾ آهن، ته هو تاريخي انسان، ٻيلن ۽ جبلن ۾ رهن ٿا. ڪيفيت ٻنهي جي هڪڙي آهي. آمريڪا ۾ جيڪي مهاجر يورپ کان اچن ٿا، اُنهن عجيب اجتماعي حالت پيدا ڪئي آهي. يعني اُهي حرڪتون جيڪي اسان ڇاڻ سڃاڻ ۽ مٽن مائٽن جي نسلي واقفيت ۽ ۽ ماڻهن جي ڇوٻول ۾ هوند نه ڪري سگهون، سي بلڪل آسان ٿي پيون آهن،

ڪير به نٿو سڃاڻي ته فلاڻو ڪير آهي، جنهن ڪري شرم، حيا ۽ ننگ ناموس جا اثرات ختم ٿيل آهن!

اهي اجتماعي حالتون جيڪي چور تي ذاتي اثر ڪن ٿيون، اهي موجود نه آهن. اها اجتماعي روڪ جا ماڻهن جي فعل ۽ ڪردار لاءِ جوابدار آهي، سا اصل نه ملندي. اولاد کي خبر نه آهي ته مائٽ ڪٿي، ته مائٽ وري اولاد کان بيخبر آهن. اڄ هتي گهر، ته سڀاڻي ٻئي هنڌ، ڇائو هتي، پڙهيو هُتي، ته ڪمايائين وري ٽئين هنڌ. شاديءَ کان پوءِ وري مڪان ئي ٻيو. ٻُڍاپو اچا ٻي هنڌ ته، موت وري ٽينءَ جڳهه تي. نه ڄمڻ جا واقف نه موت جا، عجيب حالت آهي!

آئون هي ذڪر هتي ختم ڪيان ٿو.

آمريڪا جي قوميت به اڃا برقرار ۽ پوري نه ٿي آهي. قوميت جي تاريخ ۾ به پختگي پيدا نه ٿي آهي. هن جو وڌيڪ ذڪر واپس اچڻ تي ڪندس. هن مسئلي جو آمريڪا جي خارجه پاليسيءَ سان گهرو ڳانڍاپو آهي، ۽ آئون اُن ۾ هن وقت نه ويندس. اهي واپسيءَ جون ڳالهيون آهن.

هن فضا ۾ آمريڪي تعليمي نظام ۽ تعليمي ڪوششون ڪهڙو ڪم ڪري رهيون آهن، انهن جو ذڪر خاص مضمون ۾ ڪندس، اهو احوال اڃا ڪجهه وقت کان پوءِ ڪندس، ۽ خاص ڪري جڏهن ڪئنابا کان موٽندس، آمريڪا تهذيبي، تمدني ۽ فني بدويت جو ملڪ آهي.

مان پنهنجي هنن خطن جو سلسلو ڳچ وقت تائين جاري رکندس ۽ تيستائين جيستائين توهان اجازت ڏيندا. آئون هتي هڪ ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو:

آئون يورپ ۾ ٻيو دفعو، ۽ آمريڪا ۾ پهريون دفعو آيو آهيان. آئون جڏهن انگليند ۾ (1946 کان 1948) پڙهڻ آيو هوس، تڏهن ڪافي ملڪ ڏٺا هئم، مگر طالب علميءَ جي حالت ۾ هوس، ڪي گهرو حالتون، ڪي پئسي جون تڪليفون، امتحان جي دماغ تي گرمي، ڪجهه ناپاس وغيره جو انتظار ۽ واپسيءَ تي آئندي ذريعي معاش جو فڪر موجود هو. ڪجهه جواني به هئي، مگر دل ۽ دماغ تي تعليم، امتحان، پاس، ناپاس ۽ مستقبل جي حالتن جو عجيب خوف ڇانيل هو. شخصيتن جو رعب هو. حالت ۽ ڳالهين کي پنهنجي سر منهن ڏيڻ جي اڃا همت نه هئي. ماڻهن وٽ زندگيءَ جي مجبورين ڪمزور بنايو ٿي. اگر صلاحيتون هيون به، تڏهن به انهن جو ڪنهن کي به علم نه هو. گهرو ۽ اقتصادي حالتون سازگار نه هيون. مطلب ته خوشيءَ سان گڏ دل تي بوجهه (بار) ۽ هيجان هو. الله تبارڪ و تعاليٰ جي مهربانيءَ سان هن وقت ٻي حالت ۾ آيو آهيان. مائٽن ڪا ايڏي ملڪيت نه ڇڏي، پنهنجيءَ محنت جو پورهيو ڪاوان ٿو. بزرگن، عزيزن ۽ دوستن جون مهربانيون آهن. زندگي محنت، اخلاص ۽ جوابداريءَ ۾ گذري ٿي. امتحان جو ڊپ نه اٿم. توبهه! جيڪي به امتحان پهرين درجي کان وٺي ڏنا اٿم، اگر هن وقت

وري ڏيان ته جيڪر هر هڪ ۾ بنا شبهي فيل ٿيان. خدا امتحانن کان جند آزاد ڪئي آهي. تونگر نه آهيان، مگر مفلسيءَ کان به خدا پناهه ڏني اٿم. اها حاجتمندي جيڪا بداخلاقين ۽ ڪمزورين جو باعث آهي، ان کان خدا پناهه ڏني آهي، ۽ پيشو اهڙو هٿ ڪيو اٿم، جو هروپرو همدم گاريون ڪونه ڏيندا، نه وري اهڙو ڪم ڪنداسون، جو گارين جا مستحق ٿيون، غريب ماستر پنهنجيءَ ۾ پورا.

هن پيري ملڪ کان ٻاهر نڪرڻ مهل هڪ خاص مقصد دل ۾ رکيم ته ملڪ ڏسي، حالتون سمجهي، ڪجهه لکندس، ۽ پنهنجي اخلاقي جوابداري پوري ڪندس. اسان جا لک پتي جاگيردار، وڏيرا صاحب ۽ واپاري ٻاهر وڃن گهمڻ، سير ڪرڻ ۽ فرحتون وٺڻ.

مگر مان هِنَ وقت به تدريس ۾ مشغول آهيان. ٻاڙهيان ته پگهار وٺان، ڪم نه ڪريان ته بک مران ۽ سڌي واپسيءَ جي ٽڪيٽ وٺائين. ايترو ۽ فقط ايترو خيال اٿم ته زندگي ڪشادگيءَ سان گذاريان ۽ ڪجهه ڏسي وائسي سگهان. آئون پنهجي وقت جو مالڪ پڻ آهيان، محتاجين ۽ ڪمزورين جو شڪار نه آهيان. ان حالت ۾ اهو خيال ڪري نڪتس، ته جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر ملڪ ۽ ماڻهو ڏسان. ايترا پئسا نه اٿم جو هر روز هنن چڪرن تي پڳو بيٺو هجان. آمريڪا سرڪار جي مهرباني، جو دعوت ملي ۽ هتي آيو آهيان. نه ته سائين، رڳو لاهور جي ٽڪيٽ وٺڻ به مون لاءِ مشڪل آهي. ان حالت ۾ ارادو ڪيو اٿم ته

يورپ جا سڀ ملڪ ڏسندو اچان، پاڻ کي ۽ ٻين کي تنگ ڪريان، ۽ مٿي ۾ سور وجهان!

اها به خوشي اٿم ته آئون پهريون وچولي درجي جو سنڌي آهيان، جنهن کي هي خوش قسمتي نصيب ٿي آهي. الله تبارڪ وتعاليٰ ٻين کي به اهڙو خوش نصيب ڪري!

سفر به عجيب تعليم آهي. جن کي پئسو آهي، خدا شل تن کي علم ۽ تعليم لاءِ صلاحيت ڏئي. اُميد اها ڪري نڪتس، ته هن طرح سان نه فقط سير ٿيندو، بلڪ سنڌ لاءِ به ڪافي علمي ذخيرو هٿ ڪندس. عزت ۽ مقبوليت سان گڏ ڪجهه خدمت جو موقعو به ملندو. سياستدان آئون نه آهيان، نه وزير آهيان نه حاڪم، ڪيترن بزرگن جي مهربانين سان هتي آيو آهيان. چوندا آهن ته روز ڏاڏاڻو ڏينهن نه آهي. اُميد ته هن سير ۽ سفر جو علم ۽ تجربو سنڌ کي ڪم ايندو. (هام ته وڏي پيو هڻان، خدا ڪامياب ڪندو!) ڪمزور انسان جي ڇا مجال آهي! اُميد ته هي سلسلو قبول پوندو.

منهنجو هي سفر تشويش کان خالي نه آهي، ڪم جون تقاضائون آهن، اولاد ياد اچي ٿو، عزيز ۽ دوست ياد پون ٿا. بيمارين سيمارين جو خيال اچي ٿو، سفر جي خطرن جو فڪر ٿئي ٿو. زندگيءَ جي متعدد معاملات جو خيال ٿئي ٿو. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود به ٻاهر وڃڻ جو خيال ٿيو ۽ دعوت قبول ڪيم. هي موقعو هڪ ويچاري ماستر ۽ استاد جي زندگيءَ ۾ خوشيءَ جو سبب آهي. هن موقعي کي

شخصي ۽ قومي، ملڪي ۽ اقتصادي نقطئه نظر کان به وڃائڻ نه گهريم، ۽ اڄهو هتي آهيان.

هن دفعي دماغ ڪافي ڪمزورين ۽ فڪرات کان خالي آهي. ان ڪري ڏسڻ، سوچڻ ۽ لکڻ جو ڪافي موقعو آهي. وري توهان جڏهن مضمونن لکڻ جي دعوت ڏني، ته يڪدم قبول ڪيم، جا توهان جي مهرباني آهي. توهان مون کي زبان ڏني، توهان کي ۽ مون کي خبر آهي ته سنڌ ۾ علم سان پئسي وارن جي ڪيتري دلچسپي آهي. اسان جا مصنف، شاعر، اديب ۽ عالم فاضل ڪتاب لکن ٿا، پر وٽن وارو ڪوبه نه آهي، اُلٽو ڇپائيءَ جو خرچ ڳچيءَ ۾.

جن وٽ پئسو هي اُنهن کي نه پڙهڻ اچي نه پڙهڻ سان دلچسپي اٿن. جن کي علم سان دلچسپي آهي، سي محتاجين ۽ ڪمزورين ۾ مبتلا! هاڻ نالا نٿا وٺون، مگر مصنفن سان ويل آهي. ڇپايل ڪتاب بنا ٻهاريل ڪوٺين جي ڪنڊن ۾ ڪئا پيا کائين. ڪي گستاخانه الفاظ نڪرن ته معاف ڪندا. پر اسان ماسترن جو توهان، ۽ اسان جي حاڪمن ۽ اميرن کي ايترو چوڻ، حق آهي ۽ توهان اُن کي ضرور ٻڌو، توهان ڪريو يا نه ڪريو، سا نيت توهان جي. اُميد اٿم ته هي مضمون قبول پوندا ۽ ڪجهه اثر رکندا. جيڪڏهن اُهوئي ڳن ۽ اهوئي کهاڙو ته وري گهر کان ٻاهر پيربه ڪونه رکندس. هي آواز به اُنهن استادن ۽ ماسترن جو آهي، جن کي اڄ تائين ڪنهن به نه ٻڌو آهي.

هن هوائي جهاز جي پني جا ڏهه صفحا روزانو لکندو آهيان ۽ اڄ ٻارهن لکيا اٿم. بند ٿو ڪريان، مٿان رپيو ٽڪليءَ جو وڌيڪ لڳي. اوهان ڪان وري ملندو ٽڪو به ڪونه.

”فقير درويش برجان درويش“.

توهان کي خط لکڻ سان گڏ ڪيسي جو به خيال رکڻو آهي.

دعا ڪندا.

**(”الوحيد، 19- مارچ 1953ع)**

# (6)

سمجهه ۾ ائين ٿو اچي، ته توهان منهنجا خط ڇاپيو پيا. مون کي چند واقف ۽ناواقف دوستن کان خط آيا آهن، ته آئون هي مضمون انگريزيءَ ۽ اڙدوءَ ۾ به لکان ۽ ڪن لکيو آهي، ته انگريزيءَ ۾ اسان کي لکي موڪليو ته اسين سنڌي ۽ اڙدوءَ ۾ ترجمو ڪري ڇاپيون. لکندڙن جي مهرباني! مگر آئون کين اهو عرض ڪندس، ته سنڌيءَ ۾ مضمون لکڻ جو مقصد هي آهي، ته هڪ ”الوحيد“ جو ارشاد آهي، جو مون قبول ڪيو آهي ۽ ٻيو ته مون سمجهيو ته هي مضمون نه آهي، بلڪ ”الوحيد“ جي پڙهندڙن ۽ سنڌين سان ڳالهيون ۽ رهاڻيون آهن. هن قسم جي احوال جي سنڌ کي اشد ضرورت آهي. ٻين زبانن ۾ هن قسم جا احوال اچي

رهيا آهن ۽ مون کي جيئن ته پنهنجي هموطنين جي خدمت جو موقعو مليو آهي، تنهن ڪري مناسب سمجهيم ته ڪين بين الاقوامي حالات کان واقف ڪريان، پر جيڪڏهن ڪنهن کي به هنن تحريرن سان دلچسپي آهي، ته بلاشڪ اڙدوءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪن.

مون کي ڪن لکيو آهي، ته توهان بياني احوال لکو ٿا، ڪجهه تنقيدي به لکو. ڏسو سائين، هاڻي ٿا لڙائيءَ ۾ وجهن، حقيقت ۾ هر ڪنهن شيءِ لاءِ وقت ۽ جاءِ مقرر ٿيل آهي، توهان ٿورو صبر کان ڪم وٺو، ته تنقيدي احوال به لکندس.

توهان کي خبر ناهي يا دل ۾ خيال آهي يا نه، پر مون کي خيال ٿيو ته توهان ضرور دل ۾ چوندا ته اجهو هاڻي هن سجاولي سيد مان ڦاٿاسون. شروع ته ڪيوسين، مگر هاڻي بند ڪيئن ڪريون. هجي ها مختيارڪار، صوبيدار يا ڪو اهڙو ڪامورو ته خوب صفايون ڪريون ها. هجي ها ڪو اسيمبليءَ جو ميمبر يا لوڪل بورڊ لاءِ اميدوار ته خبرون پون ها، ۽ ڏيونس ها ٻئي ٽنگون ”پروڙا“ جي ڪاٺ ۾. پر آئون به ٿي پيس ماستر. آهيان به هروپرو جاهل مطلق ڪونه.

منهنجو استاد سيد حسام الدين شاهه راشدي اٿوَ، منهنجا سمورا ثواب ۽ گناهه سڀ حسام الدين جا.

مان سمجهان ٿو ته توهان کي خيال ايندو هوندو ته اگر هن سيد هيءَ جنگ جاري رکي ته ”الوحيد“ ڪو ڪونه پڙهندو، ۽ خريدار به ڇڏي ويندا. مگر هي منهنجو

وعدو آهي، ته سيني زميندارن ۽ جاگيردارن کان اچڻ کان پوءِ معافي وٺندس. اسان کي اجا به منجهن اميد آهي.

مون توهان کي اڳئين خط ۾ آمريڪا جي متمدن ۽ مهذب بدويت بابت لکيو آهي. ان جو اصلي ڪارڻ اهو آهي ته آمريڪا جي تاريخ فقط ٻه سؤ کن سالن جي آهي. حقيقت ۾ اها تاريخ اجا به گهٽ آهي يعني، هڪ سؤ سال! ٻه سؤ سال جنگ آزاديءَ (1773ع) کان تقريباً جڏهن انگريزن جي چانهه کي باسٽن بندر تي پاڻيءَ ۾ ڦٽو ڪيو هئائون، ۽ سؤ سال آمريڪا جي 1860ع واري گهرو لڙائيءَ کان. آمريڪا ۾ هزارين ماڻهو يورپ کان سڪونت لاءِ اچن ٿا، ۽ انهيءَ ڪري اهي تاريخي گهرايون (historical depths) قوم ۾ نمودار نه ٿيون آهن.

آمريڪا هڪ نوجوان، متمول ۽ ناخلف اولاد مثل آهي. ملڪيت ۽ دولت جي مستي ۽ نشو، دماغ تي چانيل اٿس. هن حالت ۾ علم ۽ فڪر کي ڪابه جاءِ نه آهي. مثل مشهور آهي ته 'هر نوجوان بيوقوف آهي، جيسين علم ۽ حياتيءَ جي تجربي کيس بلند نه بڻايو آهي.' آمريڪا هنر ۽ فن جو ملڪ آهي، جنهن فضا ۾ اهي غير انساني حالتون نمودار ٿين ٿيون. جيئن اسان جو هڪ ملهه وارو هجي يا ڪشتي جو پهلوان، جنهن کان دماغ هميشه لاءِ موڪلائي وڃي، ۽ فقط جسماني طاقت تي مست هجي. **آمريڪا ۾ سائنسدان ۽ انجنيئر آهن، پر مفڪرن جي شديد قلت آهي.** اُهو قومي تدبر نه آهي. اُهي صلاحيتون جيڪي قومن ۾ ربط ۽ يڪجهتي پيدا ڪن،

اُهي غير موجود آهن. اُهي دماغي قوتون جيڪي علمي ۽ فڪري فضيلتن جو نتيجو آهن، ا ُهي مفقود آهن، آمريڪا ۾ ماڻهو يا پئسن ڪمائڻ ۾ پورا آهن، يا عيش ۽ تفريح ۾.

مون هتي هڪ يونيورسٽيءَ جي جرمن پروفيسر کي چيو ته: ”آمريڪا ۾ علم ۽ فڪر جي ڳالهين کي به عيش ۽ وندر جي نقطئه نظر کان ڏٺو وڃي ٿو.“ بلڪل صحيح آهي. تازو اسين هڪ مباحثي ۾ وياسون، جتي ڪنفيوشس ۽ افلاطون تي ڳالهيون هيون، ماني کائي ميزن تي ويٺاسون، هڪ طرف شهر جو ميئر صاحب، ٻئي طرف پروفيسر هئا. فڪر کي تمسخر جي حالت ۾ ڏٺوسين، حيراني ٿي، اتي تقريباً 150 کن چڱيءَ حيثيت وارا انسان به موجود هئا. اشارتاً هي ڪافي آهي.

آمريڪا هن وقت هڪ عجيب حالت ۾ آهي. هن قوم تي يڪايڪ ۽ اوچتي ئي ايڏي جوابداري مڙهي وئي آهي، جنهن جي سنڀالڻ لاءِ وٽس ايترو دماغ نه آهي، جنهن ڪري هي طفلانه (ٻاراڻيون) غلطيون ڪري رهيا آهن. باقي سياسي حالتون اهڙي نموني مرتب ٿي رهيون آهن، جن جي سمجهڻ لاءِ نه کين وقت مليو آهي، نه تجربو آهي ۽ نه صلاحيت، هتي جيڪي به ٿورو گهڻو دماغ رکندڙ انسان آهن، اُهي هِن مستيءَ تي حيران آهن، قومي امور عجيب حالتون اختيار ڪري رهيا آهن. ڪميونزم جي پوت آمريڪا کي ارڪانن (ارن) مان ڪڍي ڇڏيو آهي! حيرت ٿي ٿئي. حقيقت ۾ اهي ڪمزوريون انهن قومن جون آهن، جن کي تاريخ، علم ۽ فڪر جي مدد

حاصل نه آهي، هر ڪم هڪ هيجان ۽ مستيءَ ۾ ڪن ٿيون ۽ پوءِ رڳي ”اڙي ئي سرين.“

هن مسئلي کي سمجهڻ لاءِ آئون توهان جي پڙهندڙن کي سن 1914ع واري لڙائيءَ ڏانهن وٺي ويندس.

اسان کي خبر آهي ته سن 1914ع واريءَ لڙائيءَ ۾ هڪ طرف انگريز، فرينچ، اٽلي ۽ پوءِ آمريڪا ۽ ٻئي طرف جرمني، آسٽريا ۽ ترڪي هئا. پوءِ جپان انگريزن جو پاسو ورتو. جنگ جي آخر ۾ رشيا جون حالتون بدليون ۽ انقلاب ۾ زار نڪولس ۽ سندس خاندان کي بولشويڪن ختم ڪيو. لينن هڪ نئون نظام قائم ڪيو. آخر ۾ جرمني ۽ سندس دوستن کي شڪست آئي ۽ پئرس ۾ کٽندڙ قومن جي ليڊرن جي ڪانفرنس ٿي. ڪانفرنس ۾ پهريون نمبر فرانس جو ڪليمينسو هوجنهن کي ”چيتو“ سڏيو ٿي ويو، ٻيو لائڊ جارج ۽ ٽيون آرنلڊو اٽليءَ جو. آمريڪا جي پريزيڊنٽ وڊرو ولسن کي ڪانفرنس جو صدر ته بڻايو ويو، مگر ويچاري جي ڳالهه ڪنهن به نٿي ٻڌي. ويچاري جو دماغ ڪليمينسو ۽ لائڊ جارج خراب ڪري وڌو. ليگ آف نيشنز جينوا ۾ ٺاهي وئي. مگر ولسن جا سڀ نظام بابت اصول قتل ڪيا ويا.

خير ولسن مايوس، دلشڪستو ۽ بدنام ٿي آمريڪا موٽيو، جتي سندس قوم کيس رسوا ڪيو ۽ ويچارو دل ٽٽڻ ڪري مري ويو. ان کان پوءِ ڪليمينسو ۽ لائڊ جارج دنيا کي ورهائڻ ويٺا: جاپان کي ڪافي خوش

ڪيائون، جنهن جو نتيجو 25 سالن کان پوءِ پوڳيائون. آرنلڊو ڪانفرنس ۾ اوچنگارون ڏئي روئندو رهيو، ۽ ڪليمينسو ساڻس اهڙي روش اختيار ڪئي، جا هڪ فقير يا رئندڙ ٻار سان ڪجي.

ٻي وڏي لڙائي سن 1939ع ۾ لڳي. هنن ٻنهي جنگين جي وچ ۾ بين الاقوامي حالتن عجيب ڦيرو کاڌو، جرمني وري اُڀري، اٽليءَ ۽ جرمنيءَ ۾ ربط پيدا ٿيو، جاپان سان تعلقات گهاٽا ٿيا. فرانس بداخلاقي ۽ هر قسم جي خرابيءَ جو شڪار ٿيڻ لڳو.انگريزن پنهنجي طاقت کي ڪمزور ڏٺو ۽ ترڪيءَ ۾ خلافت اگ ئي ختم ٿي چڪي هئي، جتي مصطفيٰ ڪمال اتاتُرڪ پنهجو رنگ رچايو هو. رشيا ۾ عجيب طاقت نمودار ٿي ۽ آمريڪا انهيءَ وهم ۽ گمان ۾ هو ته هو تمام پري آهي، ان ڪري پرائي دنيا جي معاملن کان پري رهڻ لڳو. مگر حقيقت ۾ هن سموري عرصي ۾ فقط ٻن ملڪن جي طاقت ۾ واڌارو ٿيو: هڪ رشيا ۽ ٻيو آمريڪا جو. رشيا يورپ، آفريقا ۽ ايشيا ۾ خوب حصو ورتو ۽ آمريڪا ان جي برخلاف هميشه پري رهيو.

خير، ٻي جنگ آئي ۽ دنيا جي ذار ذار قومن هڪ ٻئي کي گلي ۾ هٿ وڌا. ليگ آف نيشنز، بک ۽ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي، خاموشيءَ سان انتقال ڪيو ۽ دفن ڪئي وئي، ايتري قدر جو شايد ”جينوا محلات“ ڪانسواءِ ڪيس تاريخ به ياد نه ڪندي. جنگ جي دوران رشيا ۽ آمريڪا عجيب حالتن ۾ هڪ طرف رهيا ۽ هن زماني ۾ رشيا جي طاقت جو رعب ۽ اثر، انگريزن ۽ آمريڪا

تي ويهجي ويو. جرمني، اٽلي ۽ جپان شڪست کائي ويا ۽ هنن قومن لاءِ رشيا هڪ نئون دشمن پيدا ٿيو.، جاپان شڪست کاڌي ۽ ٻئي موقعي جي انتظار ۾رهڻ لڳو. فرانس ذلت ۾ ڪريو ۽ انگريزن هن حالت مان خوب فائدو ورتو. هن جو پوءِ ذڪر ڪنداسين.
جنگ ختم ٿيڻ شرط، اهي جنگ ۾ دشمن جي مقابلي وارا دوست يعني رشيا ۽ آمريڪا هڪٻئي کي گارين ڏيڻ ۾ شروع ٿي ويا. خير، آئون رشيا ۾ ڪونه ويو آهيان، ۽ حالتن جو علم خدا کي، مگر هتي جو ذڪر ٻڌو.
**(”الوحيد“ 3- اپريل 1953ع)**

# (7)

آهستي آهستي هنن ۾ سياسي، اقتصادي ۽ فوجي لحاظ کان مادو وڌندو رهيو. رشيا پنهنجي چوڌاري لوهه جو پردو لڳايو، آمريڪا پنهنجا اميگريشن ۽ نيچرلائيزيشن قانون سخت ڪيا. آمريڪا ۾ هڪ ٻي تحريڪ شروع ٿي. جيئن ته ائٽم بم پهريائين آمريڪا ايجاد ڪيو، ان ڪري انهيءَ جي علم کي پاڻ وٽ بخيل وانگر رکيائين. اهو علم انگريزن کي به نه رهيو. جيتوڻيڪ ابتدائي ڪاميابي ائٽامڪ فشن ۾ انگريزن کي حاصل ٿي هئي، مگر ننڍي ملڪ ۽ پئسي نه هئڻ ڪري ڪامياب نه ٿي سگهيا. آمريڪا وٽ هنر، فن ۽ پئسو هو ۽ ائٽم بم تيار ڪيائين. جنهن جو نزلو پهريائين جاپان

تي ڪريو ۽ جاپان پيش پيو. خير، اهو ائٽم بم جو علم هاڻي يقين سان چئي سگهجي ٿو، ته رشيا وٽ به آهي ۽ انگريز به ڪامياب ٿيا آهن.

آمريڪا جي باشندن ۽ حڪومت کي هاڻي وڏا خطرا نظر اچڻ لڳا. آمريڪا بلڪل بيخبريءَ ۾ پاڻ کي فوجي، فني ۽ پئسي جو مالڪ ڏٺو، مگر ڪمزوريون ڪيترن ئي قسمن جون هيون. في الحال جيڪي به ڪمزوريون اسان کي نظر اچن ٿيون، اسين انهن جي وجود کي تسليم ڪنداسون.

اجهو هي رشيا جو خوف ڪميونزم جو ڊپ، جو هن هنڌ (آمريڪا کنڊ) تائين پهتو آهي، ۽ کين ڪميونزم جون چڱايون به برايون ٿيون لڳن. هڪ عام فهم چڱي ڳالهه، جا ڪميونسٽ ڪن ٿا، سا اُنهن کي نه ڪرڻ گهرجي. پاليسي،، فڪر عمل، امور جي اصليت ۽ حالت تي نه، بلڪ ڪميونزم جي اختيار ڪيل طريقي تي ضد ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ فضا، آمريڪا ۾ عجيب حالت پيدا ڪئي آهي. بچاءَ ۽ تحفظ جي نالي ۾ تاريخ شاهد آهي ته حڪومتن، خبر نه آهي ته ڇا ڇا نه ڪيو آهي.

هن حالت ۾ آمريڪا جي تعليم يافته ۽ ڪجھ فڪر رکندڙ طبقي، دنيا جي تاريخ مان سبق وٺڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. قومن جي ترقي ۽ تنزل جا سبب، جنگ ۽ امن جا سبق هاڻي پڙهيا ۽ سمجهيا وڃن ٿا. تعليم يافته طبقو سياستدانن جي حرڪتن کي عجيب نموني سان

ڏسي رهيو آهي ۽ هڪ خاص تحريڪ نمودار ٿي رهي آهي.

آمريڪا جي قانون ساز مجلس ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ سينيٽ ۽ ٻي عيوضين جي مجلس، ٻنهي کي گڏي ڪانگريس چيو ويندو آهي. ڪانگريس جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪيل آهي، جنهن کي ’غير آمريڪي ڪارروايون ۽ حرڪتن جي تفتيش ڪاميٽي‘ سڏيو ويندو آهي. هيءَ ڪاميٽي خاص طرح ملڪ ۾ ڪميونزم ۽ ڪميونسٽن کي ختم ڪرڻ لاءِ تيار ڪئي وئي آهي. هن ڪاميٽيءَ جي ڪارروايون ملڪ ۾ ڪافي چوٻول پيدا ڪيو آهي. هر آمريڪي ڪميونزم جي خلاف خيال رکندڙ آهي، مگر ڪي ٿورڙا هن قسم جي ڪارروايون کي چڱي خيال سان ٿا ڏسن.

**تازو ڪيترين اخبارن لکيو ته چڱو ٿيندو، ته ملڪ جي سياستدانن ۽ خاص طرح قانون سازيءَ جي عيوضين لاءِ ڪاليج کوليا وڃن، جتي سياستدانن ۽عيوضين کي سياسي، اخلاقي، اقتصادي، ۽ قانوني ۽ بين الاقوامي حالتن کي سمجهڻ لاءِ تعليم ڏني وڃي ته پنهنجي ذميدارين ۽ جوابدارين کان بخوبي واقف ٿين. مون کي اهو پڙهي ڪل آئي ۽ سنڌ دل تي تري آئي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو**

- **سنڌ ۾ به هڪ ڪاليج سنڌ جي اسيمبلي ۽ لوڪل بورڊ ميمبرن لاءِ شيخ عبدالحميد ۽**

**بروهي صاحب جي نگرانيءَ ۾ ڪوليو وڃي، ته شايد حالتون سڌري پون:**

- **هن ڪاليج جي نصاب ۾ اسان جي لکيل ڪتاب ”گڏهه“ کي ضرور شامل ڪجي،**
- **منهنجو دوست ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پڙهائڻ لاءِ موزون ٿيندو.**
- **سيد علي محمد شاه راشديءَ جا ليڪچر هجن،**
- **۽ ان سان گڏ 10 ۽ 15 منٽ چڪي (جنڊ) هلائڻ به لازمي قرار ڏني وڃي،**
- **مون کي يقين آهي ته هن قسم جي پارٽيبازي کان پري، ڪاليج ۾ ملڪ جي ڪافي بهتريءَ جي اميد رکي سگهجي ٿي.**

**ٻڌو اٿم ته لوڪل بورڊ جون چونڊون به رکيون ويون آهن ۽ ممڪن آهي ته اسيمبليءَ جون چونڊون به جلد پيون اچن. خدا خير ڪري! سنڌ جي تندرست بدن ۾ خبر نه آهي ته ڪهڙا ڪهڙا مرض پيدا ٿيندا. خدا اسان جي بزرگن کي ساڃهه ڏئي.**

آمريڪا ۾ اسٽالن (Stalin) جي مرڻ (جي خبر) تي جيڪا خوشي ٿي، اُنهيءَ کي ڏسي حيرت وٺي وئي. دنيا جي قومن جون دشمنيون خبر نه آهي ته ڪهڙيءَ حد کي پهچي چڪيون آهن، جي هيءَ رفتار رهي ته پوءِ هي انسان، خدا جي هن بنايل گولي کي خبر نه آهي ته ڪهڙي حال ۾ ڇڏيندو. آخري انسان جي فنا ٿيڻ تي هيءَ زمين ٿڌو ساهه پريندي.

اسٽالن تازو (10 آڪٽوبر 1952ع) مئو آهي، ان ڪري وڏيڪ اڃا لکي نٿو سگهان. وڏيڪ يورپ جي سيرت کان پوءِ ڪميونزم ۽ اُن جي ڪاررواين تي لکندس. باقي اسٽالن جي مرڻ تي مون کي حضرت علي ڪرم الله وجهہ ۽ ملحد واري گفتگو ياد آئي.
اسٽالن جو خدا ۾ اعتماد نه هو، هاڻي جڏهن باري تعاليٰ جي اڳيان ويو هوندو ته خبر نه آهي، ته مٿس ڇا گذريو هوندو؟
يقيناً اسٽالن، جو هن دنيا ۾ ملحدن جو بادشاهہ هو ۽ هينئر سندس اکيون تيزيءَ سان ڦرنديون هونديون.
آئون سپاڻي اڳاري ڏينهن، 25-تاريخ مارچ (1953ع) جي، هڪ وڏي دؤري تي نڪري رهيو آهيان. هيڏانهن اڄڻ وقت منهنجي دوست مسٽر ڪرڪ وود، ڪئنابا جي هاءِ ڪمشنر، مون کي ڪئنابا وڃڻ جي دعوت ڏني هئي، ٿورا ڏينهن ٿيندا ته سندس ڪراچيءَ کان خط آيو آهي، جنهن ۾ ڪئنابا جي رٿيل پروگرام جو ذڪر ڪيو اٿس.
آئون هتان 25-تاريخ نڪرندس ۽ سنسناٽي، شڪاگو ۽ ڊٽرائيٽ کان ٿيندو، ونڊسر وٽان ڪئنابا ۾ داخل ٿيندس. ڪئنابا ۾ مئڪ ماسٽر يونيورسٽي، هئملٽن يونيورسٽي، ٽورنٽو يونيورسٽي، مئگل يونيورسٽي ۽ پوءِ مانٽريال ويندس. واپسيءَ ۾ ڪجهہ ڏينهن اوٽاوا ۾ گذاريندس، جتي گورنميٽ جي طرفان پروگرام رٿيل آهي. موٽندي دنيا جو مشهور نياگرا آبشار ڏسندس. بغليو وٽان واپس آمريڪا ۾ داخل ٿيندس. هتان ڪارنيل

يونيورسٽي ويندس، جتان دعوت ملي آهي. تنهن کان پوءِ نيويارڪ ۾ چند ڏينهن گذاري، واشنگٽن مان ٿيندو لوئيوائل پهچندس. تقريباً ٽن هفتن جو سفر آهي. واشنگٽن مان خانصاحب شيخ محمد اسلم جي پاءُ، ڪرنل شيخ وٽان دعوت آيل آهي. اُميد ته وٽس رهندس. واٽ تان لکڻ جي ڪوشش ڪندس، پر جي نه لکي سگهيس ته معاف ڪندا.

**(”الوحيد“ 9- اپريل 1953ع)**

# (8)

سائين منهنجا، حقيقت هيءَ آهي، ته گهمڻ ۾ ڏاڍو مزو آهي ۽ خاص طرح ان وقت، جڏهن پئسا ڪو پيو خرچي! آئون ان جي وڌيڪ تشريح نه ڪندس، ۽ ٿورو لکيو گهڻو سمجهندا.

سفر ڪرڻ ۾ وڏو سبق آهي، خاص طرح جنهن نموني ۾ مون کي موقعو مليو آهي. مون درويش ۽ غريب ماستر لاءِ خدا جي اها وڏي مهرباني آهي، نه ته اسان کي دنيا ۾ سواءِ گارين، بزرگن جي بي توجهي، عوام جي لاپرواهي ۽ توهان جي ظلم جي ٻيو نصيب ئي ڇا ٿو ٿئي؟ هن سڄي دؤري ۾ تعليمي ننڍا وڏا درسگاهه ڏسي، مون کي سنڌ مسلم ڪاليج ۽ سنڌ يونيورسٽي ياد آيا آهن. مون توهان کي ڪئنادا ۽ آمريڪا جي يونيورسٽين جي وائيس چانسلرن جي ايسوسيئيشن جو بيان ترجمو ڪري موڪليو آهي. جو اُميد ته مليو

هوندو. اُهو ترجمو مون توهان کي نيويارڪ مان موڪليو آهي، ۽ هيءُ خط به واٽ تي واشنگٽن مان لکان ٿو. هت سنڌ مسلم ڪاليج ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ياد آئي، ۽ سنڌ جي مستقبل بابت ڪجھ خيال پيو، تنهن ڪري مٿيون سٽون لکيون اٿم.

**هتان جي اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين کي ڏسي، ۽ اُن سان گڏوگڏ حڪومت ۽ قوم جي تعليم مان دلچسپي ڏسي، اهو خيال پيدا ٿيو ته هي تعليمي رحمتون ۽ برڪتون اسان کي ڪڏهن نصيب نه ٿينديون!**

**ان جو هيءُ جواب سمجهيو اٿم ته جڏهن اسان پنهنجي زندگيءَ ۾ تعليم کي سياست تي سبقت ڏينداسون، تڏهن ئي اسان جا بزرگ عوام جي تعليمي خدمتن کي اسيمبليءَ جي ميمبريءَ کان بهتر ۽ اعليٰ خدمت سمجهندا.**

هن مان منهنجو مطلب آهي، ته جڏهن سياست جو مجنونانه غلبو گهٽبو تڏهن قومي ترقيءَ جي راز جي پروڙ پوندي.

سياست هڪ مرض آهي ۽ خاص طرح سنڌ جي سياست ته وري هڪ مهلڪ مرض آهي. جن قومن جي حيات ۽ تاريخ ۾ سياست کي قومي زندگيءَ جي بلندي قرار ڏنو ويو آهي. اُنهن جو هلاڪ ٿيڻ فطري آهي.

سياست سان دلچسپي ېي ڳالھ آهي.

توهان کي ٻڌي حيرت ٿيندي ته خليق عالم، قوم سان همدردي رکندڙ انسان، خاموش ڪم ڪندڙ ۽ انساني درد رکندڙ انسان، هنن ملڪن ۾ سياست سان ڪابه عملي دلچسپي نٿا رکن. هنن کي يقين آهي ته قومي حياتيءَ ۾ سياسي غلبو قوم جي تنزل جو باعث آهي. مون سوين ماڻهو ڏٺا آهن. جن کي سواءِ ٿوريءَ جاگرافي حد کان ٻاهر ڪوبه ڪونه سڃاڻي، مگر اُنهن جي خدمتن ۽ واقعن کين سمجهدار طبقن ۾ گهٽي ۾ گهٽو ممتاز بنايو آهي. هو ويچارا فقيرن وانگر اونائڻ، پنڻ ۽ قوم جي خدمت ۾ حياتي بسر ڪن ٿا. سياسي مجلسن جي ميمبريءَ جو هنن کي خيال به نه آهي. هو سمجهن ٿا ته تعليمي، اخلاقي، اقتصادي ۽ ادبي خدمتون ديرپا ۽ بقادار آهن.

سياست هڪ ڏيک ويک جي دنيا آهي، جنهن ۾ سڀ ڪو شان ۽ رعب جو شڪار آهي. حقيقت ۾ قومن جي ترقي ۽ بلنديءَ جو سبب اُهي خاموش ڪم ڪندڙ. دل ۽ دماغ رکندڙ ۽ مستقبل تي سوچيندڙ انسان آهن، جن کي سواءِ چند ماڻهن جي ٻيو ڪوبه نه سڃاڻي. مگر جن جي اُنهن خدمت ڪئي آهي، تن کان هو ڪڏهن به وسري نٿا سگهن.

چيو وڃي ٿو ته تاريخ چورن، رهزنن، ظالمن ۽ سياستدانن کي ياد ڪري ٿي. اڄوڪي زماني ۾، تاريخ تمام ذلت کي پهتل آهي ۽ خاص طرح اسان جي ملڪ ۾ سياسي تاريخ بداخلاقيءَ جو سبق آهي. اصلي ابدي ۽ ڪارآمد خدمتون اُنهن انسانن جون آهن، جن کي تاريخ

اڄ ياد به نٿي ڪري. توهين ٻڌائيندا ته اڄ ڪيترا ماڻهو مرحوم مولانا عبيدالله سنڌي صاحب، مرحوم نور محمد ۽ مرحوم حسن علي آفنديءَ کي ياد ڪن ٿا؟

سياستدانن جي ياد ۾ قومي خدمتن جي روح جو موت آهي. اسان وٽ لوڪل بورڊ جي ميمبري يا اسيمبليءَ جي ميمبري يا وزارت کي خدمت جي انتها سمجهي ويندي آهي ۽ جيڪي خدمتون ٿين پيون ۽ ٿيون آهن، تن جو ذڪر ڪرڻ خاص طرح توهان وٽ فضول ٿيندو.

ڇا اسان جو ملڪ ذلت جي انهيءَ حد کي پهتو آهي، جو خاموش مگر ٺوس ڪم ڪندڙن لاءِ ڪو تعريف جو لفظ به نٿو نڪري. اسان ٻُڌي ٻُڌي ٿڪجي پيا آهيون، ته نوجوان مستقبل جا سردار آهن، مگر جن جي زبان مان اهي لفظ نڪرن ٿا، اُنهن کان اهو ته پڇو ته اُنهن جوانن جي خراب ڪرڻ ۾ اُنهن پاڻ ڪيترو حصو ورتو آهي.

مون کي هت سچا ۽ ٺوس انسان ڏسي سنڌ يونيورسٽي، ۽ ان ۾ ڪم ڪندڙ ياد آيا. آئون پنهنجن بزرگن کان پڇندس ته سائين منهنجا، توهان سنڌ يونيورسٽي بل پاس ڪرڻ کان پوءِ ڇا ڪيو آهي؟

سنڌ يونيورسٽي هن وقت بنا ڪنهن قومي ۽ سياسي مدد جي هلي رهي آهي. ڇا سنڌ يونيورسٽيءَ کي سنڌ جا مخلص، خليق ۽ خاموش ڪم ڪندڙ انسان ڪونه ملندا؟ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪم تي اسان کي فخر ڪرڻ گهرجي. اڄ اسان جي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾

اسان جي سنڌ جو بهترين طبقو ڪم ڪري رهيو آهي. محترم قاضي صاحب جي اثر هيٺ، اسان جي سنڌ جا بهترين جوان ڪم ڪري رهيا آهن. مون کي جڏهن خبر ملي ته قاضي صاحب وٽ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، قاضي نبي بخش، سيد جميل واسطي ۽ قاضي مرتضيٰ ڪم ڪري رهيا آهن. تڏهن دل ۾ سوچيم ته اسين سنڌ جي بزرگن کان پڇون ته هنن کان وڌيڪ علم رکندڙ باقي ٻاهر گهٽا رهيا آهن؟

هو ويچارا رات ڏينهن سنڌ جي علمي، ادبي ۽ تدريسي حياتيءَ ۾ مصروف آهن. مگر سنڌ جي سردارن هنن کي نڌڻڪو ڪري ڇڏيو آهي. سنڌ جي هن بيحسي ۽ لا ابالي اسان کي وڏو نقصان رسايو آهي. مون کي پاڪستان جي سپني يونيورسٽين جو علم آهي ۽ اُنهن جي سپني ڪارڪنن کي سڃاڻان. مگر مان بلا مبالغي چئي سگهان ٿو، ته ٺوس ڪم ڪندڙ فقط سنڌ يونيورسٽي ۾ رهيا آهن. مگر سنڌ يونيورسٽي سنڌ جي بيحس بزرگن جي سستيءَ جو شڪار آهي. اسان کي اڃا به اهو احساس نه ٿيو آهي، ته تعليم سان دلچسپيءَ کان سواءِ، اسين ڪنهن به ڪم جا نه آهيون. ڪاش! اسان جا بزرگ سياسي انهماڪ کان بچي، پئسي جي قرباني، جوش ۽ خروش سان تعليم جي خدمت ڪن. مون کي يقين آهي ته اسان جون سياسي مجلسون ڪيترو به غورﺀ فڪر ڪندڙ هجن، مگر يونيورسٽيءَ جي ترقي، بلندي ۽ اُن جي مؤثر هئڻ کان

سواءِ سنڌ جي باعزت رهڻ ۽ ان جي ترقي ۽ عروج جو ٻيو ڪوبه چاڙهو ڪونه آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي ترقي ڪانسواءِ سنڌ جو مستقبل، مايوس ڪن آهي. اسين نه پنهنجي خدمت ڪري سگهنداسون ۽ نه پاڪستان جي تعليمي سرگرمين ۾ ئي حصو وٺي سگهنداسون. خيالي طرح اسين هن ڳالھ جو اعتراف ڪريون ٿا، مگر علمي طرح اسان هڪ وک به نٿا پريون، جا اسان جي ”اخلاص“ (جي فقدان) جو هڪ کليو ثبوت آهي.

آمريڪا ۽ يورپ جي ترقيءَ جو راز هن ۾ آهي، ته سياست کان ٻاهر رهندڙ انسان کي سياستدانن کان وڌيڪ مقبول ۽ عزت وارو سمجهيو وڃي ٿو. قوم اڃا به مفڪرن کي ٻڌي ٿي. اخلاقي رهبري ۽ خدمت جو معيار سياستدانن جي حوالي نه آهي. قوم جو فڪر سياستدانن کي نه ڏنو ويو آهي. سياستدانن جون لٻاڙون، هتان جي اهليت ۽ سچائيءَ کي نظر انداز نٿيون ڪري سگهن. مفڪرن، عالمن ۽ اُستادن کي قوم جي اخلاقي ۽ علمي، صحيح ۽ حقيقي رهنمائي نصيب آهي. اچوڪي سياست ۾ هڪ سياستدان کي باعزت رهڻ ڏاڍو مشڪل آهي. سياستدانن جي مهارت گارين کائڻ ۽ ڏيڻ ۾ رهي آهي.

مون کي هت ماڻهن جي قربانين کي ڏسي حيرت وٺي ويئي آهي، هزارها ملڪيتون وقف آهن، ۽ هر هڪ وقف ملڪيت ۾ ڪروڙها پئسا آهن. هزارن استادن، شاگردن، عالمن ۽ سائنسدانن کي علم، تعليمي ۽ فني ڳالهين جي کوجنائن لاءِ امدادون ملن ٿيون. آئون

به هڪ وقف جي مدد سان هت آيو آهيان. جنهن نموني هنن وقفن جو نظام ۽ خرچ هلي ٿو. اُهو حيرت ۾ وجهندڙ آهي. ڪن ماڻهن مرڻ کان پوءِ وقف ڇڏيا آهن، ته ڪن حياتيءَ ۾ وقف بنايا آهن. آمريڪي وقف دنيا ۾ وڏو ڪم ڪري رهيا آهن.

اسان جا ماڻهو اولاد لاءِ ملڪيتون گڏ ڪرڻ ۾ پورا آهن ۽ ملڪيت خدا جي وس آهي، جنهن کي هو نصيب ڪري! مون کي ته هڪ به مثال ياد نه آهي ته ڪنهن هڪ به نوجوان والدين جي انتقال کانپوءِ، ڇڏيل ملڪيت مان ڪو جائز فائدو ورتو هجي،.

اچو ته توهان کي هڪ مزيدار ڳالهه ٻڌايان. آمريڪا جا وقف پاڪستان ۽ هندستان جي ساليانيءَ بجيٽ کان به وڌيڪ آهن. اها آهي قوم جي فردن جي خدمت! حڪومت جيڪي ڪري ٿي، سو اجا جدا آهي.

انڌن، گونگن، لولن، ٻوڙن، بيواهن، ٻڍن، جنگين ۾ زخمين ٿيلن ۽ ٻارن لاءِ جيڪي يونيورسٽين کان سواءِ ادارا مقرر ڪيل آهن سي هڪ نه ٻه، مگر هر هنڌ ۽ هزارن جي تعداد ۾ آهن. شاهوڪار پنهنجي شاهوڪاري قوم جي بدولت سمجهن ٿا، ۽ هنن وقفن کي قائم ڪرڻ سان هو قوم جا منت گذار آهن.

آمريڪا ڪم ڪندڙن جو ملڪ آهي، توهان کي ڪوبه عادتي بيڪار ڪونه ملندو.، توهان کي ڪوبه اهڙو مزور يا ڪاريگر يا اُستاد ڪونه ملندو، جيڪو وقت تي از خود ڪم نه ڪندو هجي، ۽ اهو ڪم وقت تي بند نه ڪندو هجي. توهان کي ڪوبه اهڙو ڪم

ڪندڙ نه ملندو، جيڪو بيجا ۽ خواه مخواه موڪل وٺڻ ۽ ڪم نه ڪرڻ جي خيال ۾ هجي. هنن انسانن زندگيءَ جي عملي حالتن کي چڱيءَ طرح پروڙيو آهي. جفاڪشي توهان کي غريب ۽ شاهوڪار ۾ هڪجهڙي ملندي. آمريڪا جي ترقي ۽ بلندي اتان جي ماڻهن جي جفاڪشي، محنت ۽ اخلاص جو نتيجو آهي.

هتان جي دنيا ۾ اچي توهان ڏسندا ته ڪوبه ڪم دورانديشيءَ جي نظر کان خالي نه آهي. هر هڪ ڪم کي سؤ يا ٻن سونَ سالن جي عرصي جي نقطئه نظر کان ڪيو وڃي ٿو، ۽ ڪوبه ڪم عارضي طرح نٿو ڪيو وڃي. ريل گاڏين جو ٺاهڻ، جاءِ جو ٺاهڻ، درسگاهه، ليبارٽري ۽ ميوزيم جي قائم ڪرڻ ۾ مٿئين اُصول کي پيش رکيو وڃي ٿو.

ناڪاميابيون ڪڏهن به خيال ۾ نٿيون اچن. مستقبل کي ڪاميابيءَ جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو، ناڪاميابي اگر منهن ڪڍي به ٿي، ته به اُن کي ڪاميابيءَ لاءِ منهن ڏنو وڃي ٿو ۽ حل ڪيو وڃي ٿو. هن ملڪ جي اُمور ۽ شين جو بنياد مستقبل جي حالتن ۽ ضرورتن تي رکيو وڃي ٿو. اهڙي ملڪ ۽ قوم کي ڀلا ڇو نه ترقي ۽ عروج حاصل ٿئي!

جن انسانن جي نظر نڪ جي ڦڻگيءَ کان پري نٿي وڃي، اُنهن مان قومي ترقيءَ جي ڇا اُميد رکي سگهجي ٿي!

آمريڪا جي ترقي ۽ بلنديءَ جو راز ان ۾ به آهي، ته قومي امور ذاتيات کان پري رکيا وڃن ٿا. هڪ

وڦلندڙ شرابي، هڪ رهزن چور، هڪ زبردست خود غرض سياستدان، هڪ وڏو سٺوڙي ۽ رت چوسيندڙ واپاري، ڪنهن طرح به ذاتي فائدي جي اثر هيٺ يا جنون ۾ قومي ترقي ۽ نظام ۾ رڪاوٽ پيدا ڪرڻ نه گهرندو. قوم جي نالي ۾ هو ذاتي مستانگي ۽ جنون ۾ به قرباني ڪندو. بلند نظري توهان کي هت هر انسان جي فعل ۽ عمل ۾ ملندي.

آمريڪا بلڪل شاهوڪار ملڪ آهي. هڪ معمولي مزور يا ڪلارڪ، مرد خواهه عورت، ڏيڍ هزار يا ٻه هزار رپيا مهيني ۾ ڪمائي ٿو. هن ملڪ ۾ فضول خرچي ۽ افراط زر به ڏاڍو آهي. مون کي پنهنجي بزرگ اُستاد پروفيسر حبيب جا آمريڪا متعلق لفظ ياد ٿا اچن. آمريڪا جهڙو فضول خرچ ۽ ان سان گڏ انتظامي برجستگيءَ وارو ملڪ دنيا ۾ اصل نه ملندو. پئسو ملڪ ۾ ايڏو ٻوڙي ٿو ۽ اچي ٿو، جو انسان خرچ ڪرڻ ۾ حيران آهن. توهان کي آمريڪا ۾ جنهن حد تائين شاهوڪاري ملندي، بلڪل انهيءَ حد تائين باالفضولي به ملندي. هن ملڪ ۾ بخل جو نالو ئي ڪونهي. مثلاً: جيڪڏهن هڪ شيءِ کي ڦٽائي پوءِ ٺاهڻ يا ٺهرائڻ کان پري آهي! ته اُها خراب ٿي ۽ ڇٽي ۽ وري نئين! انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته پهرين شين جو ٺهرائي هلائڻ گهڻي خرچ ۾ وجهي ٿو ۽ نئين شيءِ سستي ۽ سؤلي آهي. روزمره جي مشين جيڪڏهن ڪافي کان زياده خراب ٿي، ته اُڇلائي وجي ٿي، ڪيتريون شيون اهڙيون ته سستيون ٺهن ٿيون جيڪڏهن اهي مفت

ورهايون وڃن، تڏهن به ڪارخانن کي نقصان ڪونه ٿيندو. آئون توهان کي هڪ مثال ٿو ٻڌايان، جن چيزن مان ڪاغذن جون شيون ۽ ڪاغذ ٺاهيو وڃي ٿو، تن جو ڪجهه اهڙو حصو بيڪار بچي ٿو، جنهن مان ڪاغذ ٺهي نٿو سگهي، ته اُهو اڇلائڻ جي قابل ٿيو پوي. مگر ان کي اڇلايو نٿو وڃي، بلڪ ان کي هڪ ٻئي نموني ۾ ڪارخانن جي حوالي ڪيو وڃي ٿو. ان مان هٿن کي صاف ڪرڻ جا ڪاغذ ٺاهيا وڃن ٿا، اُهي نهايت ئي سستا پون ٿا. هوٽلن ۾ ٽوالن رکڻ جي بجاءِ اُنهن ڪاغذن کي ڪم آندو وڃي ٿو، بس، هٿن صاف ڪرڻ کان پوءِ اُهو ڪاغذ خراب ٿي وڃي ٿو. هن مان ٻيٽا فائدا ٿين ٿا: هڪ ته سنڀالي رکڻ ۾ تڪليف نٿي ٿئي، ۽ ٻيو ٽوالن وانگر صفا ڪرڻ ۽ ڌوئڻ جي ضرورت نٿي پوي.

اهڙيءَ طرح پلاسٽڪ جون شيون ٺهن ٿيون، هڪ ڪارخانو ڪا شيءِ تيار ڪري ٿو ۽ ان شيءِ جي تيار ڪرڻ ۾ جو بيڪار حصو بچي ٿو. اُن مان وري ٻي ڪا سستي شيءِ ٺاهي وڃي ٿي. ڪارخانيدارن جو عين نفعو ته پهرينءَ شيءِ مان نڪتو ۽ باقي جي شيون ٺاهيون ويون، اُهي سستيون وڪيون ويون. اهڙيءَ طرح هڪ ڪارخانو ڪيترين ئي شين جي ٺاهڻ ۾ رڌل آهي. ڪيتريون ڪارآمد چيزون انهن بيڪار شين مان ٺاهيون وڃن ٿيون. توهان گلاس مان پاڻي پي اُهو اڇلائي ڇڏيو،تنهن جي معنيٰ ته ڪانچ جي گلاس جي ضرورت نه رهي آهي. آمريڪا ۾ هردم پئسي کي وڌايو وڃي ٿو ۽ هن ۾ غريب ۽ امير ٻيئي ڪوشش ونندا آهن.

هزارها ماڻهو هميشه نين شين جو استعمال ڪندا آهن. جڏهن ضرورت کان وڌيڪ اُن کي ڪم آندو ويندو آهي، ته پوءِ اُن جي عيوض وري ٻي نئين شيءِ.

هي احوال توهان کي واشنگٽن مان لکي رهيو آهيان، جتي ڪرنل محمد عالم شيخ جو مهمان آهيان. ڪرنل شيخ، شيخ محمد اسلم حيدرآبادي[1] واري جو پاءُ آهي ۽ هتي مليٽري اٽئچي آهي. مان بنا مبالغي چوان ٿو ته ڪرنل شيخ سان ملڻ ۽ وٽس رهڻ ڪري، سنڌ جي ياد تازي ٿي آهي. سندس مهمان نوازي تعريف جي لائق آهي ۽ سندس در هر سنڌيءَ لاءِ کليل آهي. سندس رهائش ۽ دريادلي ڏسي، مون کي حيرت وٺي ويئي. هي اُنهن شخصن مان آهي، جن کي آمريڪا جي هوا ۽ خوشين، زندگيءَ جي معيار کان اصل پري نه ڪيو آهي! ڪرنل شيخ تي اسان کي ناز آهي. جهڙيءَ طرح هُو پنهنجي اولاد جي تربيت ڪري رهيو آهي، سا اسان ٻاهرين ملڪن ۾ ويندڙ سنڌين لاءِ هڪ مثال جي حيثيت رکي ٿي. سندن نشست برخاست ۽ خيالات کي ڏسي، مون کي هن ملڪ ۾ ڏاڍي خوشي ٿي. سندس مقابلي ۾ ٻيا ذليل زندگي بسر ڪن ٿا. شيخ صاحب کي مبارڪ هجي. خدا شل ٻاهر ويندڙ سنڌين کي شيخ صاحب جو مثال نصيب ڪري!

توهان جا پڙهندڙ منهنجي هن نموني لکڻ تي ضرور تنگ ٿيا هوندا. ممڪن آهي ڪيترا ڪن

---

[1] محمد اسلم ۽ محمد عالم سردار محمد يعقوب ۽ محمد ابراهيم جي اولاد مان هُئا. محمد اسلم نورمحمد هاءِ اسڪول جي بورڊ جو سيڪريٽري هو.

دلچسپ ڳالهين لاءِ ګهُر ڪن. سو ايندڙ خطن ۾ مان توهان کي نيويارڪ ۽ واشنگٽن جو سير ڪرائيندس. شاگردن ۽ نوجوانن جي حالات متعلق لکندس ۽ راندين ۽ خوشين جو ذڪر ڪندس.
معاف ڪجو احوال ڪافي آهي ۽ هاڻي توهان کي جلدي جلدي پيو لکندس.
**("الوحيد" 25- اپريل 1953ع)**

# (9)

آئون ڪالھ 13- اپريل 1953ع جي واپس هت آيو آهيان ۽ اڄ توهان کي هيءُ خط لکي رهيو آهيان. واشنگٽن ۾ تازو آيل اٽڪل ڏهن ڏينهن کن جون پراڻيون "ڊان" اخبارون ڏٺم. توهان وٽ ڪافي گوڙ ۽ ڏمچر متل آهي. مون کي پڙهي ڏپ وٺي ويو. پر ٽڙڪٽيءَ جي حالت کي ڪونه پهتس. ڪرنل شيخ ۽ آئون ڪافي انتظار کي پهتاسون. هن گوڙ ۾ اچو ته توهان کي گهمائڻ وٺي هلان.
آئون تقريباً ساڍا ٽي هزار ميلن جو سفر ڪري موٽيو آهيان. يورپ ۽ آمريڪا جي سفر مان اهو معلوم ٿئي ٿو، ته هتي ملڪن ۾ هڪ قسم جي يڪسانيت آهي، جيڪا اسان جي ملڪ ۾ نه ملندي، جنهن به شهر ۾ وڃو، پوءِ اُهو وڏو هجي يا ننڍو ڳوٺ، توهان کي ماڻهن

جو لباس، رستا ۽ جايون اُنهن جي مرتبي موافق ٺهيل نظر ايندا. هن دنيا ۾ هڪ چڪر آهي، جنهن جي آرن ۾ ڦاسي، انسان عجيب بيوسيءَ جي حالت ۾ ڦري رهيو آهي. شڪاگو جون عمارتون وڏيون آهن. باغيچا تفريحگاهون آهن. ڊئيوائيٽ ۾ جايون ان کان ننڍيون آهن، مگر ڪارخانن جو شمار نه آهي. توهان جون فورڊ، ڪئڊلڪ ۽ ٻيون موٽرون مثلاً ڪرائسلر ڪارپوريشن ۽ ان سان گڏ جنگي سامان به هت تمام گهڻو ٺهندو آهي.

ڊئيوائيٽ جي سينٽرل اسٽيشن، اسان جي سچي صدر فريئر هال کان وڌي ائمپيريل مارڪيٽ تائين آهي. آمدورفت جي حد نه آهي. هن اسٽيشن کان فقط نيويارڪ سينٽرل ۽ پينسلوانيا اسٽيشنون وڏيون آهن، جتي گاڏيون پنجن طبقن ۾ هڪٻئي جي مٿان اچن ٿيون. نيويارڪ سينٽرل اسٽيشن تي اچي چڻ شيطان جي پيٽ ۾ گهڙڻو آهي. آئون توهان کي نيويارڪ ۽ واشنگٽن جو خاص سير ڪرايان ٿو.

منهنجي رهڻ جو بندوبست منهنجي دوست مسٽر افتخار احمد مختيار ڪيو هو ۽ هو مون کي نيويارڪ جي سينٽرل اسٽيشن تي وٺڻ آيو. ويچاري کي پليٽ فارم ۽ گاڏي جي خبر نه هئي، سو اچي اسٽيشن جي مرڪزي اطلاعات وٽ بيٺو، جتي رُلي رُلي آئون به اچي پهتس. جاءِ رهائش تي ٽئڪسيءَ ۾ وياسون. آئون گسن جو واقف نه هوس. هن ملڪ جي سفر ۾ هڪ ننڍي پيٽي به بار آهي. پر مون وٽ ته وري هڪ ٿيلهو به هو.

سامان رکي، هڪ هوٽل ۾ گهڙياسون، پيٽ جي سنڀال لهڻ.، بس، ٽڪو ڏنو، پروچنو، آمريڪا ۾ ڪائڻ جي تميز ڪنهن کي به نه آهي. هلندي گهمندي، ريل ۾، بس ۾ پيا ڪائيندا! بيه نه بيه، وات مڙوئي پيو هلندو. هڪ اسٽول تي ويٺاسون. بورچيخاني مان سامان ايندو ويو ۽ اسين اڌ بيٺي ۽ اڌ ويٺي ڪائيندا رهياسون. منهنجو هن قسم جي آمريڪي جمهوريت جو تجربو پهريون هو. جڏهن ڪان آيو هوس ته ماني صبر ۽ ٽانيڪائيءَ سان ڪاڌي هيم. مگر هينئر نيويارڪ جي چڪر ۾ هئاسون، سڀ ڪو مست آهي ۽ هُل گوڙ ۾ پورو.

توبه ڪريو، ماني ڏاڍي مهانگي آهي. تو هان 17 رپين جي ماني ڪائو، تڏهن به ڍؤ نه ٿئي. ذرو گوشت 2 رپيا، چانهه پيئو اٺ آنا. وري اهڙيون به هوٽلون آهن، جتي پنج آنا وجهو هڪ سوراخ ۾، ته چانهه جو ڪوپ باهر. ٻي ۾ وجهو ڏهه آنا ته سئنڊوچ تيار. مطلب ته پئسا وڌوَ ته جڻ مشين کي ٻڌايوَ ته فلاڻي شيءِ ڪپي، ۽ اُها هڪ منٽ ۾ تيار. وري چا، ڪوپ ايندو ته چانهه جو نل ڪلندو ۽ جڏهن ڪوپ پريو ته چانهه جو نل بند، مجال جو هڪ ڦڙو به وڌيڪ چڏي، چڏيائين ته جڻ هوٽل جي مالڪ جو رت چڏيائين.

ففٿ اوينيو جون خبرون ٻڌيو هيونسين، نيويارڪ سٽي ۾ برادوي ته هر فيشن ايبل جي زبان تي آهي. ففٿ اوينيو تي هڪ ته آهن ڪروڙ پتين جا گهر جيترو زمين ڪان مٿي، اوترو هيٺ آهن. وڏا وڏا دڪان ڪمپنين جون آفيسون. ٻئي هنڌ جيڪا شيءِ رپئي. اُها ففٿ اوينيو

تي ٿين رپئين. مگر توهان کي انهيءَ نزاڪت سان ملندي، جو پڻ رپين جو نقصان به اکين تي. مون کي منهنجي دوست، علي اڪبر خان جا لفظ ياد ٿا اچن. علي ڳڙهه مان جڏهن دهليءَ ويندا هئاسون ۽ ڪئنات پئليس ۾ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ وٺڻ جو خيال ٿيندو هو، ته هي منهنجو بزرگ دوست سر ۾ آلاپيندو هو ته اجهو ٿا مٿو ڪوڙايون! مون کي ففٿ اوينيو ۾ علي اڪبر خان جون جهونگارون ياد آيون، سائين، دڪانن ۾ خريدو فروخت کي ڏسي، دنگ رهجي وياسون.

هلو ته توهان کي راڪفيلر سينٽر تي وٺي هلان. چوڏاري 50 يا 60 کان مٿي منزلن واريون جايون آهن. زمين کان هيٺ دڪان، منزلن لاءِ لفٽون مقرر ٿيل آهن، جي هوائي جهاز جي رفتار سان مٿي کنيو وڃن. توهان هن مان اندازو لڳايو ته دنيا ۾ وڏي ۾ وڏي عمارت ائمپائر اسٽيٽ آهي. 102 طبقا اٿس. 1500 فوٽ مٿي ۽ لفٽون 3 طبقا اٿس. لفٽ توهان کي منٽ ۾ هڪ هزار فوٽ مٿي کڻي وڃي سگهي ٿي. ڪنن ۾ تاڙيون پئجيو وڃن. مگر راڪفيلر سينٽر جون لفٽون انهن کان به تيز آهن. لفٽن ۾ چڙهڻ جو مزو چا پڏايان. سواءِ انهيءَ جي ته مرد ۽ عورتون هڪٻئي جي ڪلهن تي ڪونه ٿا چڙهن، باقي ٻيون سڀ عقوبتون ٿين ٿيون. قد جي ڪري مون کي ساهه کڻڻ جي اُميد رهي ٿي.اُتي مون کي بندرن جو ڏايو خيال ٿيندو هو.

توهان کي ميٽرو پوليٽن ميوزيم ۽ نيشنل لئبريري وٺي هلان. اسان جا ڪراچيءَ جا سڀ ڪاليج گڏجي

هڪ بلڊنگ ٺاهين، تڏهن به هن ميوزيم ۽ لئبريري جون جايون وڏيون! انهن کان فقط واشنگٽن جي ڪانگريس لئبريري وڏي آهي. دنيا جي ڪتابن کي ڪيئن نه مهيا ڪيو ويو آهي! دنيا جي عجائبات کي ڪهڙي نموني نه گڏ ڪيو ويو آهي! انسان جي مسلسل محنتن، جفاڪشن ۽ رغبتن ڇا ڇا نه ڪيو آهي- سچ ته ڪين سندن محنتن تي شاباس هجي.

اڇو ته توهان کي آزاديءَ جي پتلي ڏانهن وٺي هلان. اسين ڏکڻ فيري تان ٽڪيٽ وٺي، جهاز ۾ چڙهياسون. وياسون هڪ ٻيٽ تي، تقريباً 25 منٽن جو سفر هو. هن ننڍڙي ٻيٽ کي نهايت ئي خوبصورت رکيو ويو آهي. فريئر هال جي ڇا مجال! هلياسون اڳتي، ڏينهن سٺو هو ۽ ماڻهن جا هجوم هئا. بس رڍن واري واڙ ڀري کان ڏٺيسون. آزادي هڪ عورت جي شڪل ۾ ٺهيل پتلو آهي. ويجهو ويندا رهياسون. عمارت حيرت انگيز آهي. پاڙ وٽ پهچي لفٽ ۾ چڙهياسون. هي پتلو اٽڪل 186 فوٽ مٿي آهي. سندس هڪ هٿ ۾ مشعل آهي. جڏهن پتلي جي پيٽ ۾ پهتاسون ته لفٽ ڇڏيوسين ۽ اسان 186 ڏاڪن تي وري ٽنگن کي استعمال ڪيو ۽ بلڪل انهيءَ مشعل جي چوڌاري ڪناري تي پهتاسون. هڪ ڳالهه جو خيال رکو. هيءُ پتلو خالي ڍِڍر اَٿوَ ڍِڍر! آزاديءَ جو پتلو آهي- ڇا ٿا سمجهو؟

هيءُ پتلو آمريڪا کي فرانس کان تحفتاً مليو آهي. فرانس ۾ ٺهيو ۽ فرانس حڪومت هتي موڪليو. آزاديءَ جو بنياد چون ٿا ته فرانس رکيو ۽ پوءِ اتان

آزادي آمريڪا ۾ آئي. فرانس ڍيرر ٺاهي، ۽ آمريڪا ڍيرر رکي! آزادي ۽ جمهوريت ڪان آمريڪا ۽ يورپ اڃا پري آهن.
هلو توهان کي اقوام متحده جي جاءِ ڏانهن وٺي هلان. جنرل اسيمبلي هلي رهي هئي ۽ ٽڪيٽن جو بندوبست ڪيوسين. ڪاهي وياسون اندر. ويٺاسون. جاءِ مٿي هئي. ڪنن تي آواز چاڙهياسون. مسٽر پيئرسن ڪئناڊا جو ان وقت صدر هو، ۽ مسٽر مينن هندستان جي عيوضيءَ تقرير شروع ڪئي. ڪنن جي اوزارن تي نمبر آهن. هڪ تي رکو مينن جي وات مان نڪتل ڪلام پڌو، وري 2 تي رکو ته انگريزيءَ ۾ تقرير پڌو. پر مينن صاحب ڳالهايو ئي انگريزيءَ ۾ پئي. سنڌس انگريزيءَ تي ڪل آئي. رکو نمبر 3 تي، پڌو اسپينيش ۽ رکو ٿئي تي، پڌو رشين زبان جيئن تقرير ٿيندي رهي ٿي، تيئن اُن تقرير جو ترجمو پڙهيو وڃي ٿو. توهان جيڪڏهن ڳالهائيندڙ جي زبان نٿا سمجهو ته اُن زبان جو هڪ لحظي ۾ ترجمو پڌو. جنرل اسيمبلي هال ۾ 6 هزار ماڻهو ويهي ۽ ٻڌي سگهن ٿا. اسيمبليءَ جي ايوان ۾ 800 ماڻهن لاءِ ڪرسيون آهن، جتي دنيا جي ملڪن جا عيوضي ويهن ٿا. پاڪستان جي عيوضين کي به ڏٺوسون. مغز خوري، لفاظي، دماغي عياشي ۽ هنگامي جو مڪان ڏٺوسين.

**اقوام متحده دنيا ۾ امن قائم ڪرڻ لاءِ برپا ڪئي ويئي آهي. منهنجي دوست ڏسي، چيو ته ”غلام مصطفيٰ، مون کي ڀپ آهي، ته جنگ هتان ئي نه شروع ٿئي!“**

**سوچڻ جو معاملو هو. نفي يا اثبات ۾ جواب ڏيڻ مشڪل نظر آيو.**

اسيمبلي سيڪريٽريٽ ۾ وياسون. هڪ لنبي مستطيل شڪل جي جاءِ آهي. چوڌاري شيشو لڳل اٿس. منجهانئس پلي ڪٽي آرپار نهاريو. جنهن شيءِ مان ڪجهه آرپار نظر اچي، تنهن کي اسين چئون ڪوڪلو يا هلڪو. آزادي ۽ امن کي توهين ان خيال ڪان نه ڏسو.

خير، هاڻي ڪيڏانهن هلندؤ!

چڱو اچو ته هلون برابوي.

نيويارڪ ٽائيمس وٽ پهتاسون. هن ٽڪر ۾ ناٽڪ، عيش ۽ شراب جا گهر آهن. رقص ۽ غنا جون جايون آهن. هت رات ڏينهن هجوم ختم ئي نٿو ٿئي. هن ٽڪر لاءِ نه ڏينهن آهي نه رات. اهڙي ڪابه گهڙي نه آهي، جنهن ۾ توهان کي هجوم نظر نه ايندو. هن ٽڪر ۾ نائيٽ ڪلب ۽ ڪيل آهن. هنن ڪيلن کي چڏي توهان کي ان ٽڪر جي هڪ جاءِ، ريڊيو سٽيءَ تي وٺي ٿو هلان.

چا پڏايان. ريڊيو سٽيءَ جو حال ڏسي، مون کي اسلامي تاريخ جو هڪ قلعو ياد آيو. حسن بن صباح بيوقوف ڪونه هو. سندس فدائي بيوقوف نه هئا. اجوڪيءَ دنيا ۾ جڏهن انهن فدائين جي تيار ڪرڻ جو امڪان هجي، ته ريڊيو سٽيءَ ۾ اُن جو سمورو سامان موجود آهي. مون اسٽيج جا ڪمال لنڊن، پئرس ۽ ڪوپن هيگن ۾ ڏٺا آهن، مگر هي ڪمال عجيب آهي. هڪ جادوءَ جو گهر آهي، جنهن ۾ پاڻ کي پايون ٿا. عجيب رنگيني ۽ پر فريب حياتي! انساني دماغ جو ڪمال ڏسو:

ڪرن جو نهڻ، مينهن وسڻ، گلن مان انسان، ۽ انسان مان گل! هوا ۾ پرواز، غيبي آواز، زمين جي جنبش، آسمان جو گوڙ، ڏسندڙ کي پنهنجي اکين تي به اعتبار نه اچي، چپا فضا آهي. هي کيل، نمائش، هيءَ ديلفريبي 80 هزار ماڻهو هڪ وقت ويهي ۽ ڏسي سگهن ٿا. تو هان حال کان ٻاهر يقيناً فطرتي تقاضائن جو شڪار ٿي نڪرندا. مون ڪوشش ڪئي آهي، ته اچڻ وقت اسٽيج کان پٺيان، هن منظر کي ڏسي اچان. هڪ ڪافي رسوخ واري آمريڪي دوست سهولتن وٺي ڏيڻ جو وعدو ڪيو آهي. اچڻ وقت هن ڪمال کي پيدا ڪندڙ اوزارن ۽ شين کي انشاءَ الله ڏسي ايندس- پوءِ خبرون ڪبيون،

ڪن نائيٽ ڪلبن ۾ وڃڻ جو اتفاق نه ٿيو، مثلاً: مشهور ڪلب ڪرپانيا،

توبه! نالو ئي عجب اٿس.

هيءُ نالو مون زندگيءَ ۾ پهريائين پهريائين بيروت ۾ پڙهيو هو. جنهن هوٽل ۾ رهندو هوس، انهيءَ جي پرسان هيءُ ڪلب هو. لئٽن ڪوارٽرس برابوي، چيڪر شيريڊن اسڪوئير ۾ وري هسپانوي فضا هئي.

آئون نيويارڪ ۾ ايسٽر جي موقع تي هوس. 5- تاريخ صبح جو سوير پهرين رهائش جي جاءِ کان 15 يا 20 قدمن تي هڊسن نديءَ جي ڪناري تي گهمڻ وياسون. عجيب منظر هو. سوچيو ته سهي. هڪ رستو، جنهن تي ڇهه موٽرون ٿي ايندڙ ۽ ٿي ويندڙ آسانيءَ سان هلي سگهن ٿيون، نظر آيون. بيهي موٽرون ڳڻيون سين،

هيءَ غير تسڪينيءَ جي حياتي! نيويارڪ جي حياتي هڪ منٽ ۾ 140 موٽرون تقريباً هڪ طرف ويون ٿي ته 140 ٻي طرف. هيءَ جنون جي حياتي، هيءَ موت ڏانهن ڊوڙندڙ حياتي، جي رفتار ۽ جنبش کي ڏسي ڊپ وٺي ويو. نيويارڪ هيبتناڪ شهر آهي. گهٽين ۽ بازارن ۾ ماڻهن جا هجوم، هر هڪ ڊوڙ ۾ حيران، چوڏاري آسمان سان گسندڙ جايون، جهڙو ماڻهوءَ جو ساهه پيو ٻوساٽجي. خدانخواسته ڪنهن نازڪ گهڙيءَ ۾، هي گهٽيون ۽ بازارون، ڊوڙندڙ ماڻهن جون قبرون نه بنجي پون!

نيويارڪ ۾ آرام ۽ سڪون جو نالو به ڪونه آهي. هل هلان، پڃ پچان ۽ وٺ وٺان. ماڻهو جتي ٿا ويهن،اُتي رڳو اوٻاسين ڏيڻ ۾ پورا، يا وات پيا هلن. زمين اندر هلندڙ گاڏين، توڙي بسن ۾ ساڳي حالت آهي. مون هن حالت ڏانهن اشارو ڪيو ۽ منهنجي دوست لاءِ اهو پهريون دفعو هو جو هن ڪرشمي ڏانهن متوجهه ٿيو. اسان سڀ کي جاچيندا رهياسون. ماڻهن جي اُهائي حالت نظر آئي، يا وات هلندڙ يا ڦاٽل!

نيويارڪ ۾ ٿي تماشا ڏسڻ ويس: هڪ مصورن جي نمائش، جا حقيقت ۾ بيهودن جي نمائش هئي. ٻي آمريڪي موٽرن جي نمائش“ جيڪا والڊورف اسٽور يا هوٽل ۽ گرائونڊ سينٽر پئلس ۾ هئي. والڊورف هوٽل کي ڏسڻ جو خيال اڳي ئي هو ۽ هي موقعو ته وڏيڪ غنيمت وارو هو. آمريڪا ۾ هن سال تازيون تيار ٿيل موٽرون نين ڊزائينن ۽ پرزن سان ڏنيوسين، انسان،

انسان کي برغلائڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي آهي. هنري ڪمال جي هتي حد آهي. جنهن فضا ۽ ماحول ۾ موٽرن جي نمائش هئي، ۽ جنهن انداز ۾ اُها نمائش هئي، تنهن جو ذڪر ڇا ڪريان! بس پڇو ته پڇون.

والڊورف هوٽل دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو هوٽل آهي. 14 هزار مسافر هن ۾ رهي سگهن ٿا. هن هوٽل ۾ رهڻ معنيٰ مٿو ڪوڙائڻ!

ٽين نمائش رشين ڪواٽرس ۾ ڏٺيسون. جا نيو جرمنيءَ ۾ آهي،، ڏسو اسان ايسٽر جو ذڪر ٿي ڪيو، پر اهو نيويارڪ اسان کان پلائي ڇڏيو.

نديءَ تان ٿي وياسون سينٽرل پارڪ ۾، عجب نظارو هو. ماڻهو ڪئڊلڪ موٽر ڇڏي، ٽانگن ۾ پيا سير ڪن. اڙي هي ڇا؟ فرحت ٿا وٺن! ويچارا گهوڙا پنهنجي مالڪن جا ڪيسا خوب ڊالرن سان پري رهيا هئا. هن دنيا ۾ 25 هزارن جي موٽر سستي، مگر گهوڙو ۽ بگي مهانگي! اهي اٿوَ فطرت جون عجيب ۽ انوکيون ڳالهيون. ٻار موٽر مان رڙيون ڪري پڇن ته ٽانگن ۾ چڙهون، آمريڪا جي ترقيءَ جو اندازو لڳايو.

هلو اڳتي،

آئون توهان کي آمريڪا جي مشهور، ۽ دنيا ۾ واکاڻيل ايسٽرپريڊ تي وٺي ٿو هلان.

هيءَ ڪا مليٽري پريڊ نه آهي. هيءَ ماڻهن جي جنون، پئسي، عياشي، تونگري، غرور ۽ مستيءَ جي پريڊ آهي!

آچر جي ڏينهن، آسمان صاف، سج روشن ۽ ٿڌي ٿڌي هوا. برسات جو ڊپ غائب ۽ انسانن جي حرڪت وجد جي حالت اختيار ڪئي هئي. پريڊ جي ففٿ اوينيو ۽ راڪفيلر پلازه نيويارڪ جي مشهور برف تي اسِڪيٽنگ جاءِ جي چوگرد، اقوامِ متحده جا جهنڊا لڳل هئا. تقريباً اڌ ميل جي گهيري ۾ موٽرن جي آمدرفت بند، ۽ انسان پنهنجي هوند آهر، جنهن جو اندازو اوهان نه لڳائي سگهندا، ڪپڙن، گلن ۽ تونگريءَ جي بڻي نمائشي سامان سان آراسته موجود هئا. ٿن يا چئن لکن ماڻهن ۾ اُها رنگيني، اُها خوشبوءِ (ايسٽر تي گل ۽ عطر تمام گهڻو استعمال ٿيندو آهي) جو پرستان ٿي سمجهڻ ۾ آيو. هي منظر، هيءَ ديوانگي، سومر صبح تائين هلندي.
هاڻي، اچو ته توهان کي نيويارڪ جي سير ختم ڪرائڻ کان اڳ هڪ ٻيءَ جاءِ تي وٺي هلان، جو مسڪيني، غريبي، جرم، بيوسي، گندگي ۽ مجبور زندگيءَ جو مڪان آهي. اها جاءِ ۽ اهو ٽڪر آهي: هارلم.
آچر ڏينهن شام جو اسين اُنهن انسانن جي رهائش ۾ ماني کائڻ وياسون، هي انسان اُهي آهن، جن کي اجا آمريڪا ۾ انسانيت جا حق به نه مليل آهن. هي هنڌ شيدين جي رهائش لاءِ مخصوص ٿيل آهن. هتان کان ٻاهر هو ڪٿي به رهي نٿا سگهن. فطرت جي بيرحميءَ تي حيرت آئي. چا دنيا آهي ڪٿي اوج، خوشي، ڪل ته ڪٿي غم، درد ۽ لڙڪ. خبر نه آهي ته انسان کي انسان تي ڪڏهن رحم ايندو.

اچو ته نيويارڪ ڇڏيون، هن مضمون ۾ جن استادن، ماهرن ۽ ليڊرن سان گفتو ٿي، تنهن جو ذڪر ڪونه ڪيو اٿم، هيءَ فضا اهڙي بيان لاءِ چڱي نه آهي.

**(”الوحيد“ 27-مئي 1953ع)**

# (10)

سائين منهنجا، نيويارڪ جو سير ڪيوسين، هاڻي اچو ته واشنگٽن هلون،

مون کي هڪ ڳالهه خيال ۾ آئي آهي، ته تو هان کي هتان جي ريل گاڏيءَ جو احوال لکان. ان لاءِ هڪ خاص مضمون کپي، پهريائين واشنگٽن ڏسون.

واشنگٽن، آمريڪا جي گاديءَ جو هنڌ آهي. سندس اهو نالو آمريڪا جي ابي جي نالي تي رکيو ويو آهي. واشنگٽن سڄيءَ طرح مرڪزي حڪومت جي قبضي ۾ آهي. جنهن کي ”ڊسٽرڪٽ آف ڪولمبيا“ سڏين ٿا. آمريڪا جي جنگ آزاديءَ کان پوءِ ٿن آمريڪي اسٽيٽس مان ٽڪرو ڪڍي، مرڪزي حڪومت جي جڳهه بنائي وئي آهي.

واشنگٽن عجيب شهر آهي. هن شهر جهڙي خوبصورتي دنيا ۾ شايد ڪنهن شهر کي نصيب هجي. مون اهڙو ترتيب ڪيل شهر ڪونه ڏٺو آهي. اسٽيشن تان جيئن شيخ صاحب جي گهر ويس، ته اچڻ سان ئي

حيرت وٺي ويئي. هتان جي ماڻهن ڇا نه پنهنجي ملڪ لاءِ محنتون ڪيون آهن.

شيخ صاحب جي مهمان ٿيڻ سان اسان جا گوندر ئي لهي ويا. هتي وڏو گوندر آهي پئسي ڪٽڻ جو، ۽ شيخ صاحب وٽ رهڻ سان آسمان صاف نظر آيو. ٻيءَ حالت ۾ نه واشنگٽن ڏسڻ ايترو آسان هو، ۽ نه اُن ۾ رهي سگهان ها. اسان درويشن ۽ فقيرن سان خدا جي مدد شامل آهي، توهان اخبارن وارا اسان جي قطار ۾ شامل نه آهيو.

مون آمريڪا ۾ پاڪستان جي سفير مسٽر محمد علي کي خط لکيو هو، ۽ پاڻ جواب ڏنو هئائين، ته جڏهن اچو ته پلي اچي ملجو. ويس ته ٻڌم ته صاحب موصوف بيمار آهي. اچا ٻيو ڏينهن ٿيو ته خبر ملي ته ڪنهن ضروري تار اچڻ ڪري پاڪستان وڃي رهيو آهي. هتي پاڪستاني سفارتخاني جي سچي عملي سان ملڻ جو موقعو مليو. ڪافي مزيدار دنيا آهي.

مون کي ڪڏهن ڪڏهن خيال ايندو آهي، ته ممڪن آهي جن ماڻهن مون کي هيڏانهن موڪليو آهي، اهي هينئر ضرور پڇتائيندا هوندا، پلا ڦڪڙ ماڻهوءَ کان ڪير پڇي سگهي ٿو. مگر سنڌ مسلم ڪاليج جي شاگردي پهريون خاموشي ۽ صبر جو سبق سيکاريو، ۽ هتي اچڻ ڪانپوءِ آمريڪا ۾ ٻيو سبق به سکيو اٿم، دعا ڪندا ته الله تعاليٰ صداقت، جرات ۽ خدمت ڪرڻ هميشه لاءِ نصيب ڪري!

واشنگٽن ۾ جڏهن آئون ويو هوس ته اُهو ”چيري بلاسم“ جي جشن جو تاريخي هفتو هو، جو 8 کان 12 اپريل تائين هو. بهار جي موسم هن ملڪ ۾ ڪهڙي نه پر لطف نموني ملهائين ٿا. مرد، عورت ۽ ٻار گلن سان جهنجيل آهن. دڪان ۾ گل، رستن تي گل، مطلب ته گلن جي هٻڪار ۽ نمائش بلڪل بهشت جو منظر پيش ٿي ڪري. توهان کي چيري بلاسم جي تاريخ ٻڌايان.

هن ويهينءَ صديءَ جي شروع ۾، آمريڪا جو هڪ پريزيڊنٽ هوندو هو، مسٽر وليم هاورڊ ٽافٽ. اُن جي زال جپان ويئي ۽ اُتي ٽوڪيو جي ميئر ڪيس چيريءَ جا وڻ ڏيکاريا. جي اُن محترمه کي ڏاڍا وڻيا. چيري جپان ۾ ٿيندي هئي، ۽ جڏهن هيءَ پريزيڊنٽ جي زال واپس آئي، ته ٽوڪيو جي ميئر هڪ وڻن جو جهاز پري، تحفي طور آمريڪا موڪلي ڏنو. هي وڻ مسز ٽافٽ پنهنجي خيال موجب، پنهنجن هٿن سان رکايا. انهن وڻن کي واشنگٽن شهر جي وچ ۾ جا هڪ ڍنڍ آهي، تنهن جي چوڌاري لڳايو ويو آهي ۽ هر سال اپريل جي ٻئي هفتي ۾، هن خوشنما ۽ خوبصورت گلن جي شان ۾ جشن ڪيو ويندو آهي. هن جشن ۾ 10 يا 12 لک ماڻهو شريڪ ٿيندا آهن. هي پروگرام سڄو هفتو هلندو آهي، جنهن ۾ سڄو آمريڪا حصو وٺندو آهي. چا ٿيندو آهي، جو آمريڪا جي 48 حصن ۽ هوائي پورٽوريڪو ۽ الاسڪا مان هڪ هڪ خوبصورت ڇوڪري چونڊي، واشنگٽن موڪلي ويندي آهي. هنن 51 ڇوڪرين کي ”شهزاديون“ سڏيو ويندو آهي. واشنگٽن ۾ هڪ خاص

قسم جو چڪر ڦيرايو ويندو آهي، ۽ اُهو چڪر جڏهن ڦرڻ بند ڪندو آهي، ته جنهن آمريڪا جي حصي تي انهيءَ چڪر جي سئي آهي، اُنهيءَ حصي جي چوڪريءَ کي ”راڻي“ قرار ڏنو ويندو آهي. هن سال راڻي اوهايو اسٽيٽ جي هئي.، هنن شهزادين جي شان ۾ هڪ رات واشنگٽن ۾ جلوس ڪڍيو ويندو آهي ۽ ٻيءَ رات هوٽلن ۾ رقص ۽ غنا جون محفلون ٿينديون آهن. ڇا ته نظارو هوندو! ڇا اسان جي سياست جا جلوس، ۽ ڇا هي حوراني جلوس! اسان جي سياسي جلوسن مان خدا ٿو ڄاڻي، خبرنه آهي ته ڪڏهن جند ڇٽندي، ۽ انسانن جي خوشيءَ لاءِ ڪڏهن ڪوشش ڪندا.

خير، ٽيون ڏينهن ۽ رات جشن جو آهي ۽ چوٿين ڏينهن چونديل راڻيءَ جي تاجپوشي ٿيندي آهي، جنهن کي ”چيري بلاسم راڻي“ سڏيو ويندو آهي. تاج پوشيءَ جي رسم پريزيڊنٽ جي زال ادا ڪندي آهي. ۽ هن موقعي تي مسٽر آئزن هاور جي زال ادا ڪئي.

اچو ته توهان کي هن موقعي ۽ جشن جو نظارو ڏيکاريان:

تصور ڪريو، هڪ ڍنڍ ايڏي وڏي آهي، جيڏو مسلم هاسٽل اڳيان وارو ميدان، سندس چوڌاري پٿر جو خوبصورت ڪنارو ٻڌل آهي ۽ اُن ڪناري تي خوبصورت نموني چيري وڻ، گلن سان پرپور لڳل آهن. ڍنڍ جي پرسان جيفرسن يادگار آهي، جنهن جا 35 ڏاڪا آهن. يادگار جي سامهون 15 ڏاڪن سان هڪ پنڊال ٺهيل آهي، جن تي ڪرسيون رکيل آهن ۽ اُنهن

ڪرسين اڳيان هڪ اسٽيج ٺهيل آهي. سڀني ڪرسين کان مٿي، پٺيان ۽ آخر ۾ تخت ٺهيل آهي. ڏنڊ جي چوڌاري اٽڪل هڪ لک کن ماڻهو اچي گڏ ٿيا آهن. مزيدار ڏينهن آهي، ٿڌ آهي، مگر آسمان صاف آهي. هتي آسمان صاف هئڻ وڏي غنيمت آهي. جلسو شروع ٻين بجي شام جو ٿيندو. مگر 10 بجي کان ماڻهن اچڻ شروع ڪري ڏنو آهي. اسين 11 بجي پهتاسون ۽ پنهنجي جاين تي ويهي چرندڙ ڦرندڙ دنيا جو تماشو ڏسڻ لڳاسون. ڏنڊ ۾ موٽر ٻيڙيون شرطون هڻي رهيون هيون. هنن ٻيڙين پٺيان پاڻيءَ تي پيرن ۾ پٽيون ٻڌي، ماهر پنهنجون حرفتون ڏيکاري رهيا هئا. ڇا منظر آهي، ڏنڊ جي چوڌاري گل، ماڻهن جو هجوم، بئنڊ جو وڄڻ، پاڻيءَ تي طرح طرح جون شرطون ۽ فيشن پريڊ، نهايت دل اُڀاريندڙ فضا هئي، جنهن ۾ هر نمائشي حالت جو پيدا ٿيڻ ممڪن هو!

به ٿيندا ويا ۽ مسز آئزن هاور آئي، پوءِ آهستي آهستي هڪبئي پٺيان شهزادين کي پنهنجي رنگين ۽ شاهاڻي لباس ۾ اسٽيج تي آندو ويو. تعارف ڪرائڻ کانپوءِ، انهن کي مقرر ڪيل ڪرسين تي ويهاريو ويو. انهن کي وٺي اچڻ ۽ ويهارڻ جو ڪم هر هڪ لاءِ ڌار ڌار آمريڪي بحري، بري ۽ هوائي فوج جي آفيسرن جي حوالي هو. تعارف جو نخرو ڇا ٻڌايان. آخر ڌام ڌوم سان راڻي آئي ۽ جهڪي سلام ڪيائين ۽ پوءِ مسز آئزن هاور تاج پوشي ڪئي ۽ راڻي کي تخت نشين ڪيو ويو. هن کان

پوءِ، اسٽيج تي محفل شروع ٿي، جپاني رانديگرن جون ڪسرتون ۽ ورزشون، جاپانين کي هن موقعي تي خاص طرح گهرايو ويو هو. جپاني، توهان کي خبر آهي ته وڏا حرفتي آهن ۽ بناوٽ ۾ دنيا جو ڪوبه ملڪ ساڻن مقابلو نه ڪري سگهندو. سندن ان بناوٽ جي مهارت کين دوران جنگ ۾، يورپي ملڪن کي ابتدائي شڪستن ڏيڻ ۾ وڏي مدد ڪئي هئي. ان کان پوءِ هڪ ڊرامو ٿيو، ڪجھ مسخري لڳي ۽ ڪجھ جادوگرن جادو ڪيو. 5 بجي شام جو هي جلسو ختم ٿيو.

انشاءَ الله توهان لاءِ راندين ۽ اهڙن جلسن جي اهميت تي هڪ مضمون لکندس. راندين، جلسن ۽ تماشن کي قومي زندگيءَ ۾ هڪ خاص اهميت حاصل آهي، جنهن کي اسان جي ملڪ اجا نه چاتو آهي، اسان جي ڳوٺن ۾ اسان جي غريبن کي هنن تماشن جي خبر آهي، مگر اُنهن وٽ تماشه بيني جا عجيب نقلي ۽ جڏا نظريا قائم ٿي ويا آهن. انگريزن جي مهرباني رهي آهي، اهي خبرون پوءِ.

توهان پڇندا ته آخر ٻيو به ڪجھ ڏٺوَ؟

جي ها، گهڻو ڪجھ،

اچو گهمڻ هلون، توهان کي وائيٽ هائوس وٺي هلان، جتي آمريڪا جو پريزيڊنٽ رهي ٿو.

سواءِ هڪ طبقي جي ٻيو سڄو محلات ڏسڻ وارن لاءِ کليل آهي. بنا روڪ جي سيڪو وڃي سگهي ٿو. اندر ڦوهارا، سبزگاه ۽ مزيدار گل ڦل آهن.

ان ڪان پوءِ، اچو ته هلون لنڪن يادگار تي. ابراهام لنڪن – جو هڪ وڏو پريزيڊنٽ ٿي گذريو آهي،جنهن سن 1860ع ۾ آمريڪا ۾ ”غلامي غير قانوني“ ٺهرائي هئي. سندس تقريرون يادگار جي ٿنڀن تي اُڪريل آهن. ابراهام لنڪن آمريڪا جو هڪ بلند پايه انسان ٿي گذريو آهي. هو غريب جي ٻار مان آمريڪا جو پريزيڊنٽ ٿيو ۽ آمريڪا جو دنيا جي تاريخ تي هميشه لاءِ نالو چڙهيائين. ابراهام لنڪن بلند تخيل جو انسان هو، مگر تاريخ جو مذاق ته ڏسو، ڪيس قتل ڪيو ويو. دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا مثال آهن، ته جن انسانن انسانيت جون خدمتون ڪيون ۽ قومن کي بلندي بخشي، انهن کي قاتلن جي تلوار جي ذريعي هلاڪ ڪيو ويو آهي.

مون توهان سان جيفرسن يادگار جو ذڪر ڪيو آهي. جيفرسن آمريڪا جو آئين تيار ڪندڙ هو. آمريڪا جي آزاديءَ جي باني ۾ ڪيس ٻئي نمبر تي ليکيو ويندو آهي.

هن ڪان پوءِ ”ڪئپٽال“ هلون. هي آمريڪا جي قانوني مجلس جو گهر آهي ۽ شهر جي وچ ۾ آهي. اسان سينيٽ هلندي ڏٺي ۽ عيوضين جي مجلس به هلندڙ هئي.

ڪانگريس لئبريريءَ ۾ وياسون، ڇا ٿا پڇو! هي انسان! جي علم، هنر ۽ فن جي هيڏي ساري مدد ڪئي آهي، اُهي ڇو نه مزا ڪن، جنهن نموني هتي لئبريرين جو انتظام هلي ٿو، اُن جو آئون خاص ذڪر ڪندس. واشنگٽن ميوزيم ڏٺوسون. هن عمارت لاءِ هڪ شاهوڪار آمريڪيءَ، 15 ڪروڙ رپيا عطيو ڏنو هو،

ڇا نه جاءِ هوندي! هڪ ٻي عمارت ڏٺيسين، جنهن ۾ واشنگٽن جي سرڪاري جاين کي سرديءَ ۾ گرم، ۽ گرميءَ ۾ سرد رکڻ جو انتظام هو. هن ڪارخاني ۾ 720 ٽن ڪوئلا روزمره ٻاريا ويندا آهن، ته جيئن مشينون چالو رهن. دنيا ۾ هن جيڏو ۽ هن قسم جو مرڪز ڪٿي به نه آهي. اچو ته توهان کي واشنگٽن جي هوائي اڏي تي وٺي هلان. ڇا ٿا پڇو! اسان وٽ بسون به ايترو جلد ڪونه ٿيون هلن، جيترو هتي هوائي جهاز ٿا هلن. هر 5 منٽن ۾ هڪ جهاز لهي چڙهي ٿو. هن هوائي بندر تان 30 لک ماڻهو سال ۾ آمدورفت ڪن ٿا. مون دنيا جا گهڻا هوائي اڏا ڏٺا آهن، ڪراچي، بيروت، روم، ائمسٽرڊم، پريسٽڪ، گئنڊر، آئڊلوائلڊ، واشنگٽن، لوائيوال ۽ ٻيا ڪيترا اڏا اچا واٽ تي اچڻ وقت ڏسندس. ا

نشاءَ الله فنلينڊ ۽ سوئيڊن به ويندس ۽ دنيا جي هوائي اڏن تي موٽڻ کانپوءِ، هڪ خاص مضمون لکندس. هي اڏا فقط آمدورفت جي جاءِ نه آهن، مگر تفريح گاهه آهن، فيشن ۽ تجارت جو مرڪز آهن، زندگيءَ جي خوشيءَ جون جايون آهن ۽ عبرت جو مڪان آهن.

هاڻي آخر ۾ اچو ته توهان کي واشنگٽن يادگار تي وٺي هلان.

هي يادگار ورجينيا اسٽيٽ ۾ مائونٽ ورنن جي شهر ۾ آهي. هي يادگار اصل واشنگٽن جو گهر هو، جنهن کي حڪومت مزار ڪري سنڀالي رکيو آهي. واشنگٽن

آمريڪا جي جنگ آزاديءَ ۾، انگريزن جي خلاف آمريڪي فوج جو ڪمانڊر انچيف هو ۽ آزاديءَ کانپوءِ، آمريڪا جو پريون پريزيڊنٽ ٿيو. هن بزرگ جي گهر کي بلڪل انهيءَ نموني ۾ رکيو ويو آهي، جنهن نموني ۾ هو منجهس رهندو هو. هي گهر تقريباً 275 سال پراڻو آهي، جنهن ۾ واشنگٽن جي رهڻ، سمهڻ ۽ کائڻ جي جاين کي محفوظ رکيو ويو آهي. توهان بورچي خاني ۾ ويندا ته توهان کي ٿالهيون، ٻنگاريون، اکريون، مهلڙا، توا، ڏيڪ، چمچا ۽ سگريون ملنديون — نه نه، توهان کي لوڻ ۽ بصر به ملندو. پلا لوڻ ۽ بصر کان سواءِ کهڙو کاڌو.

هن زيارت تي اسان سان هڪ ظلم ٿيو. هڪ ڊگهي لنبي قطار ۾ بيهڻو پيو. هزارها ماڻهو آيا هئا. اوچتو اچي واچوڙو لڳو، مينهن وٺو، پر قطار مان نڪتاسون ڪونه. مڙس ته ڦڏو نه ته جڏو. مينهن ۾ پچي پٽ ٿياسون. خير، گهر ڏسي موٽياسون ۽ پاڻي ٽوپلن ۽ ڪوٽن مان پئي ٽميو. توهان سرديءَ جي مينهن ۾ ٻڪرين کي پسيل ڏٺو هوندو اسان جو به ساڳيو حال هو.، ٻئي ڏينهن صبح تائين منهنجو ڪوٽ ۽ ٽوپلو نه سڪا هئا، مون کي علي اڪبر جي هڪ ڳالهه ياد آئي: چي، هڪ پائيبند ڪُنديءَ مينهن جي سگ ۾ ٻانهن وڌي، ته وني جو سٽ ڏنائين، ته ٻانهن پچي پيس. پڳل ٻانهن لوڏيندو ائين چوندو ويو ته:

”ٻانهن مينهن پڳي سو ٿيو، پر دل جي هُر ڪُر ته لٿي.“
اسان جي به هُر ڪُر لٿي. سفر اڃي پورو ٿيو ۽ گهر
ڏانهن رخ رکيم.
آئون هيءُ خط آمريڪا جي شهري ترتيب تي
ختم ڪندس.
توهان کي خبر آهي، ته آمريڪا نئون ملڪ آهي، ۽ هن
کي نئين دنيا به سڏين. آمريڪا جي آزاد زندگي 18
صديءَ جي پڇاڙيءَ کان شروع ٿي، ۽ آمريڪا جي
ترقي 19 صديءَ جي وچ ۾ شروع ٿي، يعني آمريڪا
جي دولت، ۽ آمريڪا جي قومي زندگيءَ جي شروعات
کي تقريبا سؤ سال جا ٿيا آهن. آمريڪا جي طاقت هنن
سؤ سالن ۾ وڌي آهي. جيئن ته نئون ملڪ هو، سلطنتي
خرابين کان بچيل هو، خاص طرح منرو ڊاڪٽرين هيٺ
آمريڪا ڪنهن به يورپي ملڪ کان اُتر يا ڏکڻ آمريڪا
جي داخلي امور ۾ مداخلت ڪرڻ نٿي ڏني. انهيءَ
ڪري هن ملڪ ۽ ماڻهن کي صلح ۽ امن مليو ويو،
جنهن ڪري هن ترقي ڪئي. ملڪ جي زمين زرخيز
۽ طاقت واري آهي. زمين اندر دنيا جا ڌاتو ۽ معدنيات
ملن ٿا. زمين کان مٿي پيدائش جا سڀ ذريعا موجود
آهن. ماڻهو محنتي ۽ اورچ آهن. ٻي وڏي ڳالهه کين دنيا
جي هنري، صنعتي ۽ تمدني نظرين جي مدد ملي آهي،
۽ هنن پنهنجي ملڪ کي آئيندي جي ضرورتن ۽ ترقي
پذير حياتي جي نقطئه نظر ۽ دور انديشيءَ کان ڪم وٺي
ٺاهيو سنواريو آهي.

توهان کي خبر آهي ته آمريڪا ۾ آمريڪي باشندا
ٽن قسمن جا آهن:

- هڪڙا آهن ريڊ انڊين، جيڪي ملڪ جا اصلي باشنده آهن، جو چيو وڃي ٿو ته هي قديم تاتاري آهن، جي اتر – رشيا کان بحرنگ جي ڳچي سمنڊ مان الاسڪا ۽ ڪئناڊا مان ٿيندا هتي آيا، ۽ هتي سڪونت ڪيائون. منگول ۽ تاتاري نسلن جون علامتون هنن ماڻهن ۾ ملن ٿيون. چيو وڃي ٿو، ته بحرنگ ڳچي سمنڊ ان وقت نه هو ۽ آمريڪا جي الاسڪا طرف زمين رشيا وٽ ايشيا سان مليل هئي. خير،
- ٻيو باشندن جو قسم آهي يورپي قومن جا ماڻهو، آمريڪا پهرين ڪولمبس لڌي ۽ پورچوگيزن ۽ اسپينين جو اثر شروع ٿيو. تنهن کانپوءِ انگريز آيا. جڏهن رومن ڪئٿولڪ انگريز پروٽيسٽنٽ تي ظلم ڪرڻ شروع ڪيا. اهڙيءَ طرح آمريڪا جي ڪي حصا انگريزن جي هٿ ۾ رهيا. ڪي اسپين جي هٿ هيٺ، ڪي فرانس جي ۽ ڪي پورچوگيزن جي. يورپ جي ٻين ملڪن مان به ماڻهو ايندا رهيا ۽ 19 صديءَ جي وچ ڌاري جرمنيءَ مان گهڻي انداز ۾ ماڻهو اچڻ لڳا.
- ٽيون قسم ماڻهن جو آهي شيدين جو. جن کي شروعات ۾ آفريقا مان غلام ڪري آندو ويو هو ۽ هنن کان هتي جانورن جو ڪم وٺندا هئا، هنن غلامن کي خاص طرح ڪپهه جي پوک، مال

چارڻ، تماڪ پوکڻ ۽ معدني کاڻين ۾ وهايو ويندو هو. ’غلامي‘ قانوني طرح جائز هئي.

خير، ملڪ ترقي ڪئي. 18 صديءَ جي وچ ۾ انگريزن سان بلوو ٿيو، ۽آمريڪا جو اُپرندڙ حصو خودمختار ٿيو. 19 صديءَ جي شروع ۾، آمريڪا وچ وارو حصو نيپولين کان خريد ڪيو ويو، جنهن ويچاري کي پئسن جي سخت ضرورت هئي، جو انگريزن اچي ڳچيءَ کان ورتو هوس، اهڙيءَ طرح فرانس جو حصو به آمريڪا کي آيو ۽ وري آهستي آهستي اسپين ۽ پورچوگال کان آمريڪا الهندو حصو به هٿ ڪيو. تقريباً 19 صديءَ جي وچ ڌاري، آمريڪا جي اڄوڪي جاگرافيائي شڪل تيار ٿي.

هن ترقيءَ ۾ آمريڪا جي يورپي باشندن ۽ ريڊ انڊين جي وچ ۾ لڙايون لڳيون ۽ هي غيور مگر جاهل قوم هئا. دنيا جي تباهه ڪن هٿيارن جو مقابلو نه ڪري سگهيا، ۽ آخر اٽڪل هڪ سؤ سالن جي لڙائيءَ ۽ تباهيءَ کان پوءِ ڪجهه صلح ٿيو ۽ ريڊ انڊين قوم لاءِ ڪي خاص ٽڪرا ڇڏيا ويا. مگر هنن جي طاقت ختم ٿي ويئي ۽ آهستي آهستي هو آمريڪا جي حياتيءَ ۾ جذب ٿيندا ويا، ۽ اڄ ريڊ انڊين آمريڪي فوج ۾ آهن، تجارت ۾ آهن، ڪارخانن ۾ ڪم ڪن ٿا. شايد ڪي ٿورا حصا آهن، جن ۾ هنن جي حياتي اصلي رنگ ۽ ڍنگ ۾ هلي رهي آهي، مگر هن رفتار سان شايد آئندي هڪ سؤ سالن ۾ هو آمريڪي حياتيءَ ۾ جذب ٿي وڃن ۽ سندن نالو فقط تاريخ ۾ رهي. باقي رهيا شيدي، هنن

کي سن 1860ع ڌاري گهرو لڙائيءَ کان پوءِ آزاد ڪيو ويو، پر، هنن جي آزاديءَ اجا ڪا خاص صورت اختيار نه ڪئي آهي. هن مسئلي متعلق پوءِ ڳالهيون ڪنداسون.

آمريڪا وٽ جيئن ته دنيا جي ترقيءَ جا سڀ اسباب موجود هئا. ان ڪري هنن پنهنجي ملڪ کي ڪنهن ترتيب سان ٺاهيو، ۽ سجايو. جنهن حصي کي ڪا تاريخي حالت نصيب هئي، اُن کي اُن ئي حالت ۾ ڇڏيائون ۽ جي ڪا نئين شيءِ نئينءَ جڳهه تي مرتب ڪرڻي هئي، ته اُن کي اهڙي نموني پيش ڪيائون. توهان کي آمريڪي حياتيءَ جي ڪيترن حصن، ندين، محلن ۽ شهرن جا نالا ريڊ انڊين، فرينچ، جرمن، پورچوگيز ۽ اسپيني نالن تي ملندا ۽ انهن کي آمريڪا وارن هر لحاظ کان برقرار رکيو آهي.

مگر جيئن ته آمريڪي تمدن هڪ نئون مشينن جو تمدن هو، ان ڪري آمريڪا جي حياتيءَ تي شروع کان مدنيت جو اثر رهيو. ننڍا ڳوٺ به شهري زندگيءَ جي اصولن تي هلڻ ۽ مرتب ٿيڻ لڳا. ان ڪري ان حالت ۾ ’پلئننگ‘ کي وڏو دخل رهيو ۽ هر شيءِ پلئن ڪري اڳ ئي سوچي، وڌائي ويندي هئي، مثلاً: شهرن جو بڻڻ، شهر جي بڻڻ ۾ ڪنهن به شخصيت جو خيال نه ڪيو ويو. وڏا رستا اُوينيو‘ سڏيا ويا ۽ انهن کي ٻه، ٽي، چار نمبر ڏنا ويا ۽ اوينيو کي گڏيندڙ گهٽين کي به نمبر ڏنا ويا. وري هڪ خاص اوينيو کان اتر يا ڏکڻ يا الهندي يا اڀرندي گهرن جي نمبر شمار ڪئي وئي آهي. ٻن

گهٽين جي وچ ۾ بلاڪ جوڙيا ويا آهن، هي مفاصلو تقريباً 2 ڪان اڍائي سؤ فوٽن جو رکيو ويو آهي. فقط چوراهن تي تاريخي ليڊرن جا نالا رکيا ويا آهن، مگر اهي به تڏهن جڏهن ڪنهن انسان يا ليڊر ڪو خاص قومي ڪم ڪيو هوندو. انٿ شنٿ ليڊرن جا نالا بلڪل نه رکيا ويا آهن. اها به ڪوشش ڪئي وئي ته جيڪڏهن ڪنهن شخص جو نالو ڪنهن گهٽيءَ يا چوراهي سان منسوب ڪيو وڃي، ته اُهو ان انسان جي مرڻ کانپوءِ، ڪنهن به ٻئي انسان جي نالي سندس حياتيءَ ۾ ڪوبه ڪم يا جاءِ منسوب نه ڪيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح شهرن ۽ گهٽين، محلن ۽ جاين جا نالا تاريخي حيثيت اختيار ڪن ٿا ۽ اُنهن سان راند نٿي ڪئي وڃي. شهرن ۾ ڪابه جاءِ، ڪوبه گهر، ڪوبه رستو معلوم ڪرڻ بلڪل آسان آهي. توهان کي فقط نمبر جي خبر هجي، ته پوءِ توهان کي اُها جاءِ آسانيءَ سان لڀي سگهندي ۽ توهان يڪدم سمجهندا ته ان نمبر سان مڪان يا جاءِ هتي يا هُتي هوندي ۽ نه به ميل پري. آمريڪا ۾ ڪنهن کي ڪابه شيءِ پنهنجي نالي سان منسوب ڪرڻي آهي، ته هو پهريائين وقف ڏاهي، ۽ وقف جي پيدا ڪيل جاءِ يا شيءِ يا درسگاهه کي پنهنجو نالو ڏئي سگهي ٿو. هن ۾ جبر نه آهي ۽ ڪنهن به انسان کي شخصي اثر هيٺ ڪنهن به زيادتي جو موقعو نٿو ملي. هنن جي دل ۽ دماغ ۾ اهڙيءَ طرح پنهنجي نالي جي استعمال جو خيال به نٿو اچي، اهو به هڪ اخلاقي اصول آهي، جنهن جي پختگي ۽ وقعت قانوني حالت کان به وڌيڪ اهم ۽

باعزت آهي. هيءُ نظريو سڄي ملڪ سان لاڳو آهي. پوءِ اُهو نيويارڪ جهڙو وڏو شهر هجي، يا ننڍو ڳوٺ، اصول اهو هڪ آهي. توهان ڏسندا ته گهڻين تي، وڻن تي، ميون تي يا ديولن تي جي نالا آهن، اُن نظام ۾ آمريڪا جي لوڪل سيلف گورنمينٽ کي وڏو دخل آهي. آئون ڪنهن وقت آمريڪا جي سياسي نظام متعلق لکندس ۽ ان ۾ اسٽيٽ لوڪل گورنمينٽ جي، جا اهميت آهي، ان جو بيان ڪندس، هن نظام جي ڄاڻ اسان لاءِ ڪافي سبق آموز ثيندي. خير، هاڻي موڪل وٺان ٿو. دعا ڪندا.

(”الوحيد“ 6- مئي 1953ع)

# (11)

خدا توهان کي نيڪي نصيب ڪري، توهان کي اسان نيويارڪ ۽ واشنگٽن جو خوب سير ڪرايو، انهيءَ کان وڌيڪ جيسين اڪين سان ڏسو. هاڻي توهان کي واپس لوئيوائل ۾ ڪئنٽڪيءَ جو سير ڪرايان ٿو. بيان ڪرڻ کان اڳ هڪ ٿوڙڪو ٻڌايانَ ٿو: ٻڌندا هئاسين ته نخرو زالن کان ڦري مردن تي آيو آهي. توهان کي خبر آهي ته اڄوڪا نوجوان به عطر عنبير جا ڪافي شوقين آهن. ٻڌندا هئاسين ته يورپ ۽ آمريڪا ۾ زالون ته ٺهيو، مگر مرد به حجام جي هٿان پرون

جون پرون وٺائيندا آهن! ٻڌل کي اکين سان ڏٺم. تيز پاڪي سان مڇن ۽ ڏاڙهيءَ جي صفائي ڪان پوءِ، قئنچي، ڦٽي ۽ پاڪيءَ پرون ۾ واڇڻ وڃايا۔ اهو تماشو جڏهن هتي حجام جي دڪان ۾ ڏٺم، ته مون کي منهنجو مرحوم بزرگ اُستاد، حاجي جاڙو، سنڌ مدرسي وارو ياد آيو. مرحوم خوشطبعيءَ جي وقت ۾ ڪڏهن ڪڏهن چوندو هو ته ”ڏاڙهي مڇون ڇڻ، پرون شاهه بچائي!“

آئون هڪ هفتي لاءِ ڪئنٽڪي يونيورسٽي، ليڪسنگٽن ۾ سنسناٽي ويو هوس.، هي هفتي جو دؤرو مزيدار هو. چند علمي ۽ تعليمي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪيم، ۽ ٻن ريڊيو پروگرامن ۾ شامل ٿيس. ٿيون ڏينهن واپس آيو آهيان ۽ اڄ توهان کي هن هفتي جي ڪاروائن کان واقف ڪندس.

مون توهان کي پنهنجي مصروفيتن بابت گهڻ لکيو آهي. جتي به ويو آهيان. جن به ماڻهن سان ملڻ ٿيو آهي ۽ جي خاص درسگاهه ۾ استاد ڏٺا اٿم، اُهو سڀ پاڻ وٽ مختصر نوٽن سان رکندو وڃان ٿو. جڏهن آمريڪا جو سفر پورو ڪندس، ته توهان کي انشاءَ الله جهاز مان احوال لکندس. مون جيڪو پنهنجو خيال آمريڪي اخلاق، تعليم ۽ علمي ادبي ماحول تگي قائم ڪيو آهي، انهيءَ جو ذڪر هنن جاگرافيائي حدن کان ٻاهر نڪرڻ تي ڪندس. ممڪن آهي ته واپس اچڻ تائين نه به لکان، ڇو ته يورپ جي سير جو ايڏو پروگرام ٻڌايو اٿم، جو شايد انهيءَ جي لکڻ لاءِ وقت نه به ملي.

خير، مون توهان کي لوئيوائل ۽ ڪئنٽڪي شهر بابت ٻڌايو ٿي: ڪئنٽڪي اسٽيٽ ٽن ڳالهين کان آمريڪا ۽ دنيا ۾ مشهور آهي. پهريون ته هتي تماڪ تمام سٺو ۽ گهڻي انداز ۾ ٿيندو آهي. هتي جو تماڪ دنيا جا ماڻهو فخر سان پيئندا آهن. والٽر ۽ رائلي جي تماڪ جون ڳالهيون هتي مشهور آهن. ٻي ڳالهه هيءَ ته هتي شراب تمام سٺو ۽ بي انداز ٺهندو آهي. بس توهان کي رڳا شراب جا ڪارخانا ملندا. شراب جو مختصر خمار ئي توهان کي آسمان جا تارا ڏيکاريندو. ٽين ڳالهه هيءَ ته هتي گهوڙا سٺا آهن ۽ گهوڙن لاءِ ايڪڙن ۾ فارم آهن. هتي لوئيوائل ۾، دنيا جي وڏي ۾ وڏي گهوڙن جي ريس ٿيندي آهي. اپريل جي 25-تاريخ تائين ڪئنٽڪيءَ ۾ گهوڙن جون ريسون هلنديون آهن.

ڪالهه لوئيوائل ۾ ڪئنٽڪي ڊربي جو موقعو هو. مون کي دعوت مليل هئي ۽ خاص پاس هئي. هيٺ هن ڊربيءَ جو احوال لکان ٿو: انگليند ۾ ايپسم واري ڊربي گهڻو مشهور آهي. مگر هيءَ لوئيوائل ۽ ڪئنٽڪي ڊربي وڏي پئماني جي آهي. مون ڊربي انگليند ۾ به ڏٺي آهي، مگر جنهن حد تي هتي ڪئي وڃي ٿي. اُها انگليند کان هزار پيرا وڌيڪ آهي. اهو هن مان اندازو لڳايو:

گذريل ڇئن ڏينهن کان هيءَ حالت بڻي آهي، جو اٽڪل ايڏائي لک ماڻهو، آمريڪا ۽ دنيا کان اچي ڪڙڪيا آهن. اندازو لڳايو 8 سؤ خانگي ۽ خاص هوائي جهاز آيل آهن. ڪمپنيءَ جا هلندڙ جهاز، ان کان ڌار، 16 اسپيشل ريل گاڏيون آيون آهن، جن ۾

مسافر رهندا، ۽ اُهي هت بيهنديون. 25 هزار موٽرون ميدان تي گڏ ٿيون آهن. هوٽلن جي هيءَ حالت آهي، جو فقط ٽن ڏينهن جي رهائش جا 150 ڊالر ۽ مانيءَ جو خرچ ان کان جدا آهي! ڇا ٻڌايانوَ، مزيدار موقعو هو، آمريڪا ۾ پئسي جي خبر ئي نٿي پوي، ڇا انتظام هو! سڀ شيءِ منظم ڏسي، حيرت وٺي ويئي. هڪ وڏي مشين ڪم ڪري رهي هئي. ڏينهن هو عاليشان- جنهن جو مطلب ته آسمان صاف هو. برسات جو انديشو نه هو. سج ۾ ذرا تپش هئي، مگر مزيدار ۽ ٿڌي ٿڌي هوا لڳي رهي هئي. حرارت ۽ سرديءَ جو حال هيءُ هو، جو بلڪل اطمينان سان معمولي ڪپڙا پائي ٿي سگهياسين، ۽ اوورڪوٽ جي اصل ضرورت نه هئي. اهڙي فضا هئي، جنهن ۾ ڪي جرئتمند، ٻنهي جنسن وارا انسان، هن نمائش ۽ جشن جي موقعي مان ڪپڙن جي ڪمي بيشيءَ جو خوب فائدو وٺي رهيا هئا. هيءَ عياشي، هي مدهوشي، هيءَ مستي، هيءَ جوابازي، هيءَ شراب نوشي، هيءَ فارغ البالي دنيا جي ڪنهن به قوم کي اڄڪلهه نصيب نه آهي. مون توهان کي اڳي ٻڌايو آهي ته هتان جا ماڻهو ڇڳائي توڙي برائي وڏي پيماني تي ڪندا آهن. وتائي فقير وارو مثال ته ”ڏوڙ پائجي ته وڏي ڏيڳ مان، ننڍي مان ڇا ڏوڙ پوندي!“

اڇو ته توهان کي مزيدار سير جو بيان ٻڌايان!

مون کي پروفيسر ٿامس ڪلارڪ، ڪئنٽڪي يونيورسٽي جو پاڻ سان گڏ ليڪسنگٽن ۾ آمريڪا جي مشهور گهوڙن جي فارم تي وٺي ويو. ڇا ڏنوسين –

هڪڙا چار سؤ ايڪڙ زمين، جنهن جي چوڌاري هڪ ڪاٺ جي پٽين جي ديوار آهي. پٽيون تيل جي پينٽ سان لڳل هيون ۽ چمڪن پيون. انهيءَ ايراضيءَ جي چوڌاري، وري ٻي اٽڪل 5 سؤ کن ايڪڙ زمين آهي، جيڪابه حصن ۾ ورهايل آهي ۽ اهڙيءَ طرح گهيريل آهي. وچ ۾ سائو گاهه، بنا ڪنهن زمين جي خالي ٽڪر جي چانيل هو. انهن جي اندر جايون ٺهيل آهن ۽ گهوڙن جا طنبيلا ٺهيل آهن. قبرن تي سنگمرمر جا پٿر رکيل آهن ۽ انهن تي گهوڙن جا نالا، ۽ سندن مختصر تاريخ، ۽ انهن جي شان ۾ بيت آهن. هڪ گهوڙو خاص امتياز وارو هو، جنهن جو نالو 'مئن آف وار' هو، اُن جو هڪ 15 فوٽ وڏو پٿر جو مجسمو ٺهيل هو. ۽ گهوڙي جي مرڻ جي تاريخ ان جي صندل تي اُڪريل هئي. هن گهوڙي هن وقت تائين دنيا جون وڏي ۾ وڏيون ريسيون کٽيون هيون. هاڻ اچو طنبيلن ڏانهن هلون:

ڇا طنبيلن جون جايون آهن! اسان جو سنڌ مدرسي وارو بنگلو انهن جي مقابلي ۾ جهوپڙي به نه سُنهي! پٿر جون پٽيون ۽ ڪاٺ جون پانيلون، ڇُرندڙ دروازا، اليڪٽرڪ بتيون ۽ پڪا خاص سجاوٽ سان! ٻه گهوڙا قابل ذڪر آهن ۽ ٻيئي محترم آغا خان جي آئرلينڊ واري طنبيلن جا تيار ڪيل آهن. هڪ 3 لکن جو ۽ ٻيو 4 لکن رپين جا خريد ڪيل هئا. بس سائين. ٻڌو اٿوَ، ''ڪٿي ڀور سجا، ته ڪٿي چور سجا.'' متان مون کان وسري نه وڃي. هن ڊربيءَ ۾ جنهن گهوڙي کٽيو. اُن جو نالو ''ڊارڪ اسٽار'' هو. گهوڙي جي مالڪ کي 3 لک ڏهه

هزار رپيا مليا. جن به شرطون رکيون هيون، انهن کي هڪ ڊالر جا 25 ڊالر مليا. انسانن جون خواهشون ۽ دلچسپيون خبر نه آهي، ته انسانن کي ڪيڏي نه جنون ۽ مذاق کي رسائين ٿيون. مگر هن حالت ۾ به انسانن پنهنجون ذاتي ۽ قومي ذميواريون ڪڏهن به نه وساريون آهن. هڪ مخمور آمريڪيءَ کان ڪڏهن به قومي بدعنوانيءَ جو ڪم نه ڪرائي سگهندؤ. فرض جو تخيل هتي آسمان تائين پهچي ٿو، مگر عياشي ۽ بيهودگي تحت الثريٰ تائين پهتل آهي.

## (12)

توهان کي ڊربيءَ جو سير ڪرايم. هاڻي توهان کي آمريڪي حياتيءَ جي ڪن ضروري پهلوئن کان واقف ڪريان ٿو. آمريڪي حياتيءَ ۾ اهم کان اهم جزو آهي، گهر – اچو ته توهان کي آمريڪي گهرو حياتي کان واقف ڪيان. خوش نصيبيءَ سان آئون هڪ اهڙي گهر ۾ رهان ٿو، جيڪو هن معاشري جو هر طرح مثال پيش ڪري ٿو. هن گهر جو ڪمائيندڙ ڊاڪٽر بلاڪ آهي، کيس ٽي چوڪرا آهن، جن جي عمر 6، 9 ۽ 12 سال آهي. گهر ۾ ٻيو ڪوبه ڪم ڪندڙ نه آهي. هي هڪ وچولي درجي جو گهر آهي، جنهن ۾ 14 ڪمرا آهن. ڊاڪٽر بلاڪ متوسط ۽ اعليٰ متوسط طبقي ۾ ليکيو وڃي ٿو. سندس آمدني اٽڪل 9 هزار رپيا مهينو

آهي. ڪيس به موٽرون آهن، هڪ سندس حوالي ۽ ٻي سندس زال جي، هفتو هن طرح گذري ٿو:
هفتو سومر کان شروع ٿئي ٿو. صبح جو سوير ساڍي ستين بجي، ڊاڪٽر گهر مان نڪري وڃي ٿو. ڊاڪٽر جي زال ساڍي پنجين بجي اُٿي ٿي: ٻارن ۽ گهر لاءِ نيرن تيار ڪري ٿي. ٻار به ساڍي ستين بجي اسڪول هليا وڃن ٿا. مسز بلاڪ ان کان پوءِ گهر جي ٻهاريءَ ۽ ٿانون ڌوئڻ جو ڪم لاهي ٿي. ٻارن جون ڦٽيون ٽنيون ٺاهي ٿي. منجهند جي ماني هرڪو ٻاهر کائي. ٻار اسڪول ۾ کائن ۽ ڊاڪٽر ڪنهن هوٽل ۾، گهر هجون ته مختصر ماني کائجي. شام جو مسز بلاڪ وري ماني ٺاهي ۽ رات جو ساڍي 6 بجي اسين سڀ – ڊاڪٽر بلاڪ، سندس زال، ٻار ۽ آئون گڏجي، هڪ ميز تي ماني کائون. ڊاڪٽر وري پنهنجي مشغولين ۾ وڃي لڳي ۽ رات جو 11 بجي ڌاري واپس اچي.، مسز بلاڪ گهر ۾ وري ڪم ڪري ۽ ٻارن کي سمهاري، ٿانوَ صفا ڪري ۽ صبح جو نيرن جي تياري ڪري. هتي جي ستن ڏينهن جي اها حالت آهي. گهر ۾ نه نوڪر نه چاڪر، سڀ ڪم هٿن سان ڊاڪٽر ۽ سندس زال ڪن. جڏهن ٻار اسڪول کان واندا هجن، ته اُنهن کان گهر جي صفائي جو ڪم وٺن. گهر جي اڳيان ۽ پٺيان باغ آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر جي زال صبح جو يا شام جو ڇٻر وڍيندي آهي يا گل پوکيندي آهي، يا صفائي ڪندي آهي. اُن ۾ رنبي ۽ ڪوڏر جو ڪم به شامل آهي. ٻار اسڪول کان اچن، ته انهن کان به باغ جو ٿورو

ٿورو ڪم ورتو وڃي ٿو. مسز بلاڪ موٽر ۾ وڃي ٿي ۽ اڳئين ڏينهن جي ڪاڏي لاءِ سامان وٺي گهر ۾ رکي ٿي. سندس چوڻ موجب سندس حياتي باغ، ٻارن ۽ بورچيخاني جي حوالي آهي.

هفتي ۾ ٻه دفعا 6 ڪلاڪن لاءِ، هڪ شيدياڻي دائي اچي ٿي، جا فقط ٻارن جا ميرا ڪپڙا ڌوئي وڃي ٿي. سومر ڏينهن شام جو ڊاڪٽر ۽ مسز بلاڪ هميشه ڪنهن دعوت تي ويندا آهن. هو سومر شام کان سواءِ ڪابه دعوت قبول نه ڪندا آهن. اربع ڏينهن فقط پر واريون عورتون اچن ٿيون ۽ پاڻ ۾ ڳالهيون يا راند ڪن ٿيون. اهو اربع جو ڏينهن اٽڪل 10 بجي کان 2 بجي تائين راند جي نذر آهي ۽ هر هفتي هڪ يا ٻي گهر ۾ عورتون گڏ ٿين ٿيون. آچر جو ئي ڏينهن آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر کي فرصت هوندي آهي ۽ ڪجھ وقت ٻارن وٽ ويهندو آهي. آچر جي ماني وري شهر کان ٻاهر ڪنهن هوٽل ۾ کائيندا آهيون.

گهر جو سنهو ٿلهو ڪم مسز بلاڪ ڪندي آهي، مگر جيڪڏهن ڪو سخت ڪم آهي، ته ڊاڪٽر وقت ملڻ تي ڪندو آهي. ڊاڪٽر رات جو سمهڻ کان اڳ پنهنجي ورڪشاپ ۾ لوهارڪو يا واڍڪو گهر جو ڪم لاهيندو آهي. موٽر ٻيئي هٿ سان صفا ڪن ٿا. ڊاڪٽر چلهي ۾ ڪوئلا پاڻ وجهندو آهي. مطلب ته ڊاڪٽر سڄو هفتو يا آفيس ۾ يا مريضن سان لڳائي ۽ مسز بلاڪ ٻارن ۽ گهر سان.

ڊاڪٽر جو چوڻ آهي ته، هو نوڪر رکي نٿو سگهي. سندس چوڻ آهي ته هيءَ شيدياڻي جا به ڏينهن 6 ڪلاڪن لاءِ اچي ٿي. اُهو خرچ به سندس لاءِ مشڪل آهي. ڊاڪٽر اٽڪل سادا ٽي هزار رپيا مهيني ۾ ٽيڪس وغيره ۾ ڏئي ٿو. ٻارن تي خرچ ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته زندگي وڏي مصيبت سان خوش گذري ٿي.

هيءَ آهي وچولي درجي جي اعليٰ طبقي جي حالت، جو نوڪر رکڻ جي به طاقت نٿو رکي. نوڪر رکڻ معنيٰ ڏيڍ هزار ڏار ڪري رکڻ. هي زندگيءَ جي عجيب گهراڻي جو انڪشاف آهي. محنت ۽ فرض جو عجيب تصور آهي. هتان جو مرد ۽ عورت سڄو ڏينهن زندگيءَ جي ضروريات کي منهن ڏيڻ ۾ پورا آهن. ڪم جي هتي عجيب ۽ اعليٰ تخيل آهي. ڪم ڪهڙو به ادنيٰ هجي، مگر فخر سان، بنا حجاب ۽ شرم جي ڪيو وڃي ٿو. اسان جي حياتيءَ ۾ نوڪرن اسان جو خانو خراب ڪيو آهي. اسان جي ملڪ ۾ هٿن سان ڪم ڪرڻ کي بيعزتي تصور ڪيو وڃي ٿو. مزدور کي فقير سمجهيو وڃي ٿو، بيڪار ۽ سست کي وڏيرو ۽ چوڌري سڏيو وڃي ٿو. ڪيڏو نه اخلاق آهي. جو 9 يا 10 هزار رپيا مهيني ۾ ڪمائيندڙ انسان، جنهن کي به موٽرون آهن، سو سڀ ڪم هٿ سان ڪري ٿو، نه نوڪر نه ڊرائيور! آمريڪا ۾ حقيقي بچت اها آهي، جيڪا انسان هٿن سان سرانجام ڪري ٿو. مثال وٺو: بوٽ پالش ڪرايو ته به رپيا ڏيو، مگر پالش وٺي پاڻ ڪريو ته ٽڪو به خرچ نه ٿئي، مزور کان پيٽي کڻايو، ته به رپيا

ڏيو، پاڻ ڪٽو ته بچت، پيٽيءَ جو تالو ٺهرايو ۽ ٺوڪايو ته ٽي رپيا، پاڻ ٺاهيو ته بچت. مطلب ته ٻئي ڪان ڪم ڪرائڻ سخت مهانگو پوي ٿو. توهان هر گهر ۾ ڏسندا، ته گهر جي ٻهاري، صفائي، باغ جي صفائي، وڻن جي سنڀال، پاڻي ۽ باه جو انتظام گهر جا ڀاتي ڪن ٿا. ڪپڙا ماڻهو هٿ سان ڌوئن. ڊاڪٽر بلاڪ هڪ شيدياڻي ٻارن جي ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ رکي ٿو ۽ رکي سگهي ٿو. مگر 5 يا 6 هزارن جي آمدنيءَ وارو ماڻهو هڪ ڪلاڪ لاءِ به نوڪر نٿو رکي سگهي. مون ڪي هن طرح ڪم ڪندي ڏسي حيرت ٿي. سائين، قوم جي خوشحالي، فردن جي صحت ۽ خوشيءَ سان ڪم ڪرڻ تي منحصر آهي. بيڪار حياتيءَ لاءِ سڀ رستا بند آهن. ٻين جي ڪمائيءَ تي پلجڻ جهڙي وڏي بداخلاقي ٻي اصل ٿي نٿي سگهي. اسان جي اسلامي تاريخ شاهد آهي، ته جڏهن اسان جي قوم ۾ ڪم ڪان نفرت پيدا ٿي، جڏهن سستي ۽ بيڪاريءَ ۾ شان پيدا ٿيو، جڏهن بداخلاقيءَ لاءِ وقت ميسر ٿيو، ته سڀ خرابيون آيون، هن ملڪ ۾ ماڻهو توهان ڪي ڪڏهن به ڪم ڪرڻ ڪان سواءِ ويٺل نظر نه ايندا. ڪوبه انسان توهان ڪي وقت ڪان پٺيان نظر نه ايندو. هر ڪو پنهنجي وقت تي پنهنجي ڪم ۾ مصروف هوندو، ۽ وقت تي پورو ڪندو. مگر وقت ڪان پوءِ، هو هڪ منٽ لاءِ به ڪم نه ڪندو، جيڪڏهن ڪندو ته پيٽو عيوضو گهرندو. ڪم ۾ سستي يا خرابي پيدا ڪرڻ جو ڪيس خيال به نه ايندو. ڪم جي وقت چانهه، سگريٽ، پان يا پاڻيءَ وغيره لاءِ ڪيس وقت نه

آهي. ڪم پوري ڪرڻ کان پوءِ، هو شراب ۾ ٻڏي مرڻ لاءِ به تيار آهي. مطلب ته هتي ڪمائي حلال ڪري کائين ٿا. پوءِ پلا اهڙي قوم شاهوڪار، خوش ۽ مست هجي، ته ڇو نه هجي. جيڪي انسان فطرت جي فرض ادائي ڪن ٿا، جيڪي انسان هر شيءِ کي سمجهن ٿا ۽ ان مان ڪم وٺن ٿا، جيڪي انسان محنت جو قدر ڪن ٿا، جيڪي انسان ڪم ڏيڻ کي اصول، عمل ۽ اخلاق سمجهن ٿا، اُنهن کي طاقت ۽ تونگري ڇو نه نصيب هجي! آمريڪا جي زمين آمريڪي، انسانن جي محنت جو اعليٰ مثال آهي. ’فاعتبروا يا اولي الابصار!‘

آئون وري هڪ هفتي لاءِ ٽينيسي و جي رهيو آهيان. ڊاڪٽر بلاڪ جو پاءُ فزڪس جو ڊاڪٽر آهي. سو دنيا جي مشهور يونيورسٽي وينڊربلٽ ۾ ڪم ڪري ٿو. آئون نيشويل شهر ۾ ويندس. جتان فسڪ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر، ’ڊاڪٽر جانسن‘ دعوت موڪلي آهي. ٽينيسي وئلي اٿارٽي، هڪ وڏي اسڪيم آهي، جنهن ۾ ندين جي پاڻيءَ کي آباديءَ ۽ برقي طاقت لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن اسين سکر بئراج ۽ سرحد جي مالاڪنڊ اسڪيمن کي گڏ ڪيون، ته به هيءَ اسڪيم ان کان سؤ دفعا وڏي آهي. هي احوال پوءِ لکندس. اسان جي سنڌ جي انجنيئرن کي هن ڪم جي اُميد ته خوب خبر هوندي.

آئون به واپس اچڻ جي تيارين ۾ آهيان. اُميد ته هتان لوئيوائل کي پهرينءَ جون تي ڇڏيندس ۽ واپس رخ

رڪندس. رستي جو پروگرام ٿينيسي کان موٽڻ کان پوءِ لڪندس. دعا ڪندا.
**(”الوحيد“ 15- مئي 1953ع)**

# (13)

هي ڏه ڏينهن سبق ڏيندڙ هيا. مون کي فسڪ يونيورسٽي، نيشويل ۽ وينڊربلٽ يونيورسٽي، ۽ نيشويل ٿينيسي کان دعوتون آيل هيون. مون کي ڊاڪٽر بلاڪ جي ننڍي ڀاءُ ڊاڪٽر انگرم بلاڪ کان به دعوت آيل هئي،جو وينڊربلٽ يونيورسٽيءَ ۾ فزڪس جو پروفيسر آهي. ڊاڪٽر بلاڪ 32 سالن جي عمر جو آهي ۽ فزڪس ۾ ايٽرو ڪم ڪيو اٿس، جو آمريڪا جي جنگي محڪمي ڪيس سندس پگهار کان سواءِ هڪ الائونس به مقرر ڪري ڏنو آهي ته جيئن هو تجربن ۾ مصروف رهي. ڊاڪٽر بلاڪ لاءِ ڪنهن به تجربي جي نتيجي حاصل ڪرڻ تي الائونس جو جاري رهڻ ضروري نه آهي. مطلب آهي ته ڪيس مصروف رکڻ لاءِ جنگي محڪمي ڪيس الائونس ڏنو آهي.

وينڊربلٽ ۽ فسڪ يونيورسٽي ٿينيسي ۾ آهن، جنهن کي آمريڪا جي ڏاکڻي اسٽيٽس ۾ لکيو وڃي ٿو. فسڪ يونيورسٽي خاص شيدين جي لاءِ آهي، جنهن ۾ هڪ به سفيد چمڙيءِ وارو نه آهي. وينڊربلٽ خاص اڇي چمڙيءَ وارن لاءِ آهي، جنهن ۾ هڪ به شيدي نه آهي. هي ٻيئي يونيورسٽيون پنهنجي نموني آمريڪا جي

بهترين يونيورسٽين مان آهن، منهنجو استادن ۽ شاگردن سان ملڻ ٿيو، انهن سان گفتگو ۽ بحث مباحثو وغيره ٿيو. ٻنهي يونيورسٽين جا پريزيڊنٽ منهنجا دوست آهن ۽ ٻنهي جون ڀنهنجون پنهنجون خبرون آهن. توهان کي ڏاڍي حيرت ٿيندي، ته هي ٻيئي پريزيڊنٽ هڪٻئي سان ٿورو گهٽ ملندا آهن.

ٽينيسي ۾ آمريڪا جي مشهور ’ٽينيسي وئلي اٿارٽي‘ جا ڊئم ڏٺم. انسان جي ڪم، انسان جي محنت، انسان جي دماغ، خدا جي هن زمين کي ڪيترو نه سينگاريو آهي ۽ خدا جي خلقت لاءِ ڪيتريون نه سهولتون مهيا ڪيون آهن. مگر هن دؤري جي تجربي ايترو ٻڌايو آهي، ته هن برادريءَ ۽ جمهوريت جي ملڪ ۾ ايترو ته بغض آهي، جو انسان سان ظلم جي به حد ئي نه آهي! قرآني آيت ياد آئي: ”اسان انسان کي بهترين ۾ بهترين بڻايو، ۽ بعد ۾ اسان اُن کي هيٺ ڪيرايو.“ هڪ طرف انسان جو عروج ۽ ترقي، ۽ ٻئي طرف ظلم ۽ خرابي، تنهن جي ڪابه حدنه آهي. هن ڳالھ کي هتي قطع ڪريان ٿو، ۽ توهان کي هڪ ٻيءَ ڳالھ کان واقف ڪرڻ گهران ٿو.، هن وقت تائين منهنجا هي سڀ مضمون بياني رهيا آهن ۽ ڪٿي ڪٿي اشارتاً ٿوري ٿوري تنقيد به ڪندو رهيو آهيان. منهنجي واپس اچڻ جو وقت به ويجهو اچي رهيو آهي ۽ آمريڪا جوبياني احوال به ختم ٿيڻ تي آهي. پر هن ملڪ کي سمجهڻ لاءِ، چند ڳالهيون بيان ڪرڻ ضروري آهن:

توهان کي ياد هوندو، مون توهان کي ٻڌايو هو ته آمريڪا 48 ننڍين پرڳڻن ۾ ورهايل آهي، جن کي هتي ”اسٽيٽ“ سڏين ٿا. مون توهان کي اهو به ٻڌايو هو، ته هي ملڪ تقريباً ٽي هزار ميل ڊگهو، ۽ اڍائي هزار ميل ويڪرو آهي. مون توهان کي ٻڌايو هو، ته هن ملڪ جا ماڻهو تاريخي نقطئه نگاهه کان ڪهڙي نموني سمجهڻ گهرجن. مثلاً: يورپي، شيدي ۽ ريڊ انڊين، توهان کي هاڻي زمين ۽ هتي جي باشندن جي ورڇ جي نتيجن جو بيان ٻڌائيندس. توهان وٽ به اليڪشنون ختم ٿيون هونديون ۽ توهان جي اُميدوارن ۽ ووٽرن جو دماغ به جاءِ تي هوندو. الله تبارڪ و تعاليٰ سڀني کي چين ۽ سڪون نصيب ڪري. اسين نه ووٽر، نه ايڊيٽر، نه اُميدوار، پر اسان جي حالت ۾ ڏاڍو مزو اٿوَ. خير، آمريڪا آمريڪي باشندن جي نظر کان چئن حصن ۾ ورهايل آهي: هڪ حصو، جيڪو نيويارڪ کان سنسناٽي سينٽ لوئر ۽ شڪاگو جي حدن اندر آهي، (توهان جيڪڏهن نقشي تي ليڪون ڪڍندا ته خبر پوندي) ٻيو حصو، واشنگٽن شهر کان نيشويل کان سڌو نيو ميڪسيڪو تائين، جنهن کي ڏاکڻو حصو سڏيندا سون، ٽيون حصو واشنگٽن اسٽيٽ جي اڀرندي کان نيو ميڪسيڪو تائين، جنهن کي الهندو حصو سڏيندا سون ۽ چوٿون حصو باقي آمريڪا جو جنهن کي وچ ۽ اتر – آمريڪا سڏيو وڃي ٿو. يورپي قومون جڏهن پهريائين آمريڪا آيون ته اڀرندي – آمريڪا ۾ سڪونت ڪيائون، ۽ پوءِ آهستي آهستي وڌڻ لڳيون،

جيئن ته هيءُ حصو يورپ کي ويجهو آهي. ان ڪري
هن حصي جي ماڻهن جو لڳاءُ يورپ سان وڌيڪ آهي.
هن حصي ۾ آمريڪا جا وڏا ڪارخانا آهن ۽ آدمشماري
به گهڻي آهي. سردي به هن حصي ۾ گهڻي آهي. وڏا
شهر، وڏا ڪاليج ۽ هنري مرڪز به هن حصي ۾ آهن.
ڏاکڻي حصي ۾ جڏهن يورپي قومون آيون، تڏهن اتي وڏا
وڏا ميدان، چراگاهه ۽ ٻيا هئا. اُها خدائي زمين جيئن ته
ماڻهن کي مفت ۾ ملي ويئي، ان ڪري اُتي زرعي پوک
گهڻو زور ورتو. توهان کي اناج ۽ ڪپهه وغيره. هنن
حصن مان ملن ٿا. هنن حصن ۾ باغات به گهڻا آهن. هنن
حصن ۾ تيل ملي ٿو ۽ کاڻيون به گهڻيون آهن.، هتي
گرمي به ڪافي آهي. مگر جيئن ته هن حصي ۾ گهڻا
ميدان ۽ انساني آبادي گهٽ هئي. ان ڪري يورپي ماڻهو
سورهين صديءَ کان وٺي آفريڪا مان شيدين کي
غلاميءَ ۾ جڪڙي، جهاز ڀري، جسماني پورهيي وٺڻ
لاءِ آڻيندا رهيا- آمريڪا جي شيدي آدمشماري گهڻو
ڪري هن حصي ۾ آهي، ۽ هن جو لڳاءُ وري ڏکڻ
آمريڪا سان گهڻو آهي. توهان کي هت رجعت پسند
گهڻا ملندا. الهندي طرف جيئن ته ايشيا ويجهو آهي. ان
ڪري ٻيون حالتون رونما ٿيون آهن. هن حصي ۾ ريڊ
انڊين گهڻا رهندا هئا، ان ڪري جنگيون ۽ خونريزيون
وڏي تعداد ۾ ٿينديون رهيون، جن جو اثر اڃا به موجود
آهي. چين، جپان ۽ فلسطين مان ماڻهو هن حصي ۾ لڏي
آيا، ۽ الهندي ۾ اهو اختلاط ٿيو. باقي وچ ۽ اتر حصي
جي چوڌاري رهندڙن جي زياده حالتن جو اثر مخلوط

نموني رهيو. ماڻهن جي هن ورچ جو آمريڪا جي سياسي، اقتصادي، تهذيبي ۽ نسلي حالتن تي وڏو اثر پيو.

يهودي آمريڪا ۾ عجيب اثر ڪان آيا. يهودي گهڻو ڪري نيويارڪ اسٽيٽ ۽ يارڪ شهر ويجهو رهيا. ۽ ٻيا وري فلاريڊ اسٽيٽ ۾ ويا. هاڻي نتيجو ڇا نڪتو آهي. جو نيويارڪ اسٽيٽ ۽ شهر فلاريڊ ۾ ماڻهن ڪي سخت نفرت پيدا ٿي ويئي آهي. يهودين هنن حصن ۾ اخباري، سياسي ۽ اقتصادي حالتن تي چڱي طرح قبضو ڪيو آهي. ڏکڻ ۾ جيئن ته شيدي سن 1860ع تائين غلام هئا، ان ڪري انهن خلاف اجا نفرت آهي، جا هن حد تائين جو لوئيوائل ڪان جيئن هيٺ ويندا، ته توهان ڪي هيءَ نفرت، بغض ۽ ظلم وڌيڪ نظر ايندو. هنن لاءِ ڪائڻ جون بسن ۾ ڌار جايون، ڌار ويٽنگ روم، ڌار اچڻ وڃڻ جا رستا، ڌار هوٽل، ريلن ۽ اسڪولن ۾ به ڌار ڌار جايون، مطلب ته سڄي حياتي هنن جي هن اثر هيٺ ظلم جو گهر بڻجي چڪي آهي. ايترو ڪافي نه آهي، وري وچ الهندي ۽ ڏکڻ الهندي ۾ جتي ريڊ انڊين هئا، اُتي انهن جي نفرت به ڦري هنن تي ڪري آهي. جڏهن آمريڪا ۾ هنن جون لڙايون ختم ٿيون، آمريڪي قانون هيٺ هنن قومن ڪي اسان جي ڪورٽ او واردس وانگر قومي وارڊ قرار ڏنو ويو، تڏهن ڪان هنن ڪي اهڙي نموني هلايو ۽ رکيو وڃي ٿو، جيئن هڪ ٻار ڪي وڏو پاليندو آهي، الهندي حصي ۾ جپاني ۽ چيني نسلن جي ڪري، وري ان نفرت جو نزلو اچي هنن درويشن تي

ڪريو آهي. گذريل جنگ ۾ جيڪي به جپاني نسل جا ماڻهو هئا، انهن کي هزارن جي تعداد ۾ جيلن ۾ وڌو ويو، ته متان ڪنهن وقت آمريڪا کي اندران ئي اندران نقصان نه پهچائين.

اهي عجيب ۽ غريب قسمن جون نفرتون آهن. مگر شيدين سان نفرت عجيب حالت جي آهي. هن جو اثر ڪنهن نه ڪنهن طرح سڄيءَ آمريڪا تي آهي. مگر توهان جيئن اتر کان ڏکڻ ايندا، ته هن نفرت ۽ ظلم جي حالت وڌندي رهندي. يهودين، ريڊ انڊين ۽ ٻين نسلن جي ماڻهن سان ايڏو ويل نه آهي. هنن جا ٻين نسلن ۾ ڪافي متمول، خوشحال ۽ بااثر ماڻهو ملندا، مگر شيدين جي حالت ٻي آهي!

توهان کي خبر آهي، ته انساني ڪمزوريون ۽ غلطيون چو ٿيون ٿين، ۽ انسانن جي هيئن گڏ ملڪ ۾ رهڻ کان اختلاط چو وڌندو رهيو آهي؟ توهان کي هنن نسلن جي اختلاط جي اثر هيٺ ملڪ ۾ حيرت انگيز ماڻهن جو حصو ملندو، جن ۾ والدين جي حرڪتن جون علامتون ملنديون.

هن نسلي امتياز جي دنيا ۾، خدا کي ياد ڪرڻ به انسان لاءِ مضر نظر اچي ٿو. طاقت ۽ پئسي انساني همدرديءَ کي مٿائي ڇڏيو آهي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته حالتون تمام تيزيءَ سان سڌري رهيون آهن، جي آخر دنيا جي تاريخ ۽ ماڻهن کي سبق سيکارين ٿيون. فطرت جو قانون آهي ته ظلم جو اجورو هن دنيا ۾ ئي مليو وڃي. تاريخ ڪڏهن به ظالم کي سزا ڏيڻ کان نه رهندي

آهي. ظالم ۽ بدڪار، دنيا ۾ سزا ڪائي مرندو آهي! افسوس فقط هي ته ظالم ۽ بدڪار کي جيسين سزا ملي، تيسين هن جي حرڪتن مان ڪافي نقصان پهچندو رهندو آهي. خير، سائين جنگ آئي ۽ حالتون تيزيءَ سان ڦرڻ لڳيون. اچو ته ٻيو رخ ڏسون.

توهان کي خبر آهي ته آمريڪا جي هميشه اهائي پاليسي رهي آهي. ته پوريءَ دنيا جي منجهيل مسئلن کان پري رهي. اٺويهين صديءَ جي پهرينءَ لڙائي، سن 1914ع تائين، اُها بيطرفداري جي حالت ۾ رهيو ۽ سن 1917ع ۾ آمريڪا بين الاقوامي حالتن جي اثر هيٺ جنگ ۾ ٽپي پيو، منگر آمريڪي سولجرن جي خدا بڌي ۽ سن 1919ع ۾ جنگ ختم ٿي، پريزيڊنٽ ولسن دنيا جي مسئلن ۾ آمريڪا جي دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، ته ويچاري کي لتون هٽي ڪڍي ڇڏيائون. آمريڪا ليگ آف نيشنز ۾ رهيو، ۽ وري به عليحدگيءَ جو دؤر رهيو. پوءِ اوڻهين صدي ۽ ويهين صديءَ ۾ 1941ع تائين، جڏهن جپان آمريڪا تي حملو ڪيو، تيستائين آمريڪا کي هڪ وڏو عرصو ملي ويو، جنهن ۾ ملڪ، دنيا مان جام پئسا ڪمائي پاڻ کي خوشحال بڻايو ۽ دنيا ۾ عجيب ۽ غريب طاقت هٿ ڪئي. آمريڪا جنگين ۾ شامل ٿيو، مگر جنگين آمريڪا جي سرزمين تي ڪوبه اثر نه ڏيکاريو. جنگيون آمريڪا جي سرحد کان هزارها ميل پري رهيون. جپان جو پرل بندر تي حملو، آمريڪا تي ويجهي ۾ ويجهو حملو هو. خير، سن 1941ع ۾ آمريڪا مجبور ٿي سن 1939ع

واري لڙائيءَ ۾ آيو ۽ جنگ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ، دنيا ٻن طاقتن جي اثر هيٺ اچي ويئي - هڪ رشيا ۽ ٻي آمريڪا. جنگ ختم ٿيڻ سان آمريڪا پاڻ کي بين الاقوامي حالتن جي وچ ۾ ڏٺو. هن دفعي جند ڇڏائڻ مشڪل ٿي پيس، هاڻي طاقت ۽ محتاجي ٻئي نصيب ٿيس. آئون هن وقت آمريڪا جي بين الاقوامي تعلقات جو ذڪرنه ڪندس. اهو اونهو مسئلو آهي. هن جنگ آمريڪا جي عليحدگي ختم ڪئي، پر حالتن نوان خطرا ۽ شبها پيدا ڪيا. اچوڪي جنگين جي ضرورتن ۽ هيبتن آمريڪا کي اکيون ڏيکاريون ۽ مخمور دماغ ڪجھ صحيح ٿيڻ لڳو ۽ هتي ويچارن شيدين جي خدا ٻڌي.

انهي دوران دنيا ۾ ٻيون به ڪجھ حالتون پيدا ٿيون. انگريزن جي طاقت گھٽي، پاڪستان، هندستان،سيلون، برما ۽ انڊونيشيا آزاد ملڪ پيدا ٿيا ۽ هن آزاديءَ جو پڙاڏو هتي ٻڌو ويو. هن حالت به آمريڪي شيدين جي وقار، عزت ۽ انسانيت کي وڌايو. آمريڪا کي يقين ٿيو ته جنگ اچڪله قوم جي هر فرد: مرد، عورت ۽ ٻار لاءِ تڪليف پيدا ڪري ٿي. جنگ جون حالتون اندروني نفرت سان ڪڏهن به ڪاميابيءَ سان حل نه ٿينديون آهن. فرعون جو دماغ موسيٰ ٺيڪ ڪيو!

آمريڪا هاڻي شيدين کي قوم ۾ جذب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. يورپ جا ڪيترا حصا جن مان آمريڪا ۾ يورپي باشندا ايندا هئا. اهي رشيا جي قبضي ۾ اچي ويا. رومانيا، چيڪو سلوويڪيا، بلغاريا ۽

جرمنيءَ جو اڀرندو حصو. آسٽريا جو حصو، البانيا ۽ ننڍيون بالڪ حڪومتون رشيا جي ڇنبي ۾ اچي ويون. يورپ جي غرور ۽ ظلم کيس اچي ڳچيءَ کان ورتو. آمريڪا کي يقين ٿيو، ته شيدي آمريڪا جا باشندا آهن. آمريڪا سان سندن محبت آهي. جان ڏيڻ لاءِ تيار آهن. آمريڪا کي يورپ ۾ شڪ پيدا ٿيو، ۽ شيدين جي خدا بڏي. شيدي حقيقت ۾ وڏين خوبين جا مالڪ آهن، انهيءَ جو ذڪر پوءِ ڪندس.

هنن بين الاقوامي اقتصادي، ۽ فني تعميرات جي اثر هيٺ، آمريڪا دنيا کان جند ته نه ڇڏائي، مگر کيس گهر ۾ اندر بچاءُ جو سخت ڏپ لڳو. هن ڏپ ٻه حالتون پيدا ڪيون: هڪ ته شيدين کي قوم ۾ جذب ڪرڻ جون ڪوششون هليون ۽ ٻيون ٻاهرين ملڪن مان ايندڙ ۽ آمريڪا ۾ ٻاهرين رهندڙن تي سخت پابنديون لڳايون ويون ۽ اُنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو آمريڪا ۾ هڪ قانون پاس ٿيو، جنهن جو نالو آهي ”مئڪرن ائڪٽ“. مطلب ته هن قانون عجيب حالتون پيدا ڪيون آهن. هيءُ قانون آمريڪا جي شبهات ۽ ڏپ جو نتيجو آهي. خير، اسين ٻي ڳالهه ڪريون ٿا.

ٻي خط ۾ آئون توهان کي انشاءَ الله پنهنجي واپسيءَ جو پروگرام ڏيندس، ۽ اُن خط ۾ آئون جن ٻه اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ويس ۽ جن ٻه ڪانفرنسن ۽ مباحثن ۾ حصو ورتم، انهن جواحوال ڏيندس. توهان ۽ پڙهندڙن کي ٻه اليڪشن کان نجات حاصل ٿي هوندي. دعا ڪندا.

("الوحيد" 26- مئي 1953ع)

# (14)

هن خط ۾ آئون پنهنجي مصروفيتن بابت لکان ٿو. جنهن ڏينهن کان آئون هتي آيو آهيان، منهنجو مقصد تعليم، تعليمي ادارن ۽ استادن سان ملڻ رهيو آهي. پهريائين اچو ته توهان کي ٻڌايان، ته آئون هن ملڪ جي حصي ۾ ڪيئن آيس؟ ۽ توهان کي اهو به ٻڌايان ته هتي اچڻ مان ڪهڙا فائدا ٿيا اٿم؟

مون کي ڪراچيءَ ۾ آمريڪي سفارت خاني وارن پڇيو ته منهنجي آمريڪا ۾ ڪهڙي اداري ۾ وڃڻ جي مرضي آهي. مون کي خبر هئي، ته اسان جا پاڪستاني عمومن نيويارڪ يا ٻين وڏن شهرن جي ويجهو رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. مون کي خبر هئي ته گهڻو ڪري اسان جي ملڪ جي ماڻهن جو ارادو، ڪارنيل يونيورسٽي، ڪولمبيا يونيورسٽي، پرنسٽن يا هارورڊ يا ٻي ڪا آمريڪا جي يونيورسٽي جنهن جو نالو ٻڌو هوندائون. اتي وڃڻ ٿيندو. مون کين جواب ڏنو، ته مون کي اهڙي هنڌ موڪليو، جتي هن کان اڳ ڪو به پاڪستاني نه ويو هجي. آمريڪا جي اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ، مون کي هن لوئيوائل يونيورسٽيءَ ۾ موڪليو. هن شهر،

هن يونيورسٽيءَ ۾ هن اسٽيٽ ۾ اچڻ سان گهڻي معلومات حاصل ٿي اٿم.

توهان نقشو کڻي ڏسندا، ته ڪئنٽڪي اسٽيٽ تقريباً آمريڪا جي وچ ۾ آهي. مون توهان کي هن کان اڳ هڪ خط ۾ آمريڪا جي جاگرافيائي حدن جي اهميت بابت لکيو هو. توهان ڏسندا ته هتان کان آمريڪا جو اپرندو – اپرندو آهي، اتر – اتر آهي. ڏکڻ – ڏکڻ آهي ۽ اُلهندو – اُلهندو آهي. آمريڪا جي سياست ۾ ڪئنٽڪيءَ جو وڏو اثر رهيو آهي، نه فقط ايترو مگر ڪي ٿوريون، رياستون آهن، جن جو آمريڪي نظام ۾ وڏو حصو آهي. هن اسٽيٽ ۾ توهان کي آمريڪا جي ماضيءَ جون حالتون ۽ مستقبل جون اميدون ملنديون. هي چند ڳالهيون خيال ۾رکو:

ڪئنٽڪي اسٽيٽ آمريڪا جي فوجي زندگيءَ ۾ وڏو حصو ورتو آهي. هتي آمريڪا جي فولادي لشڪر جو مرڪز آهي. هي مرڪز فورٽ ناڪس ۾ آهي. آئون هي مرڪز ڏسڻ ويو هوس. خيال ڪيو، هن مرڪز جي ايراضي ڏيڍ لک ايڪڙ آهي. آمريڪا جو ڪوبه اهڙو جنرل نه آهي، جنهن هتي تعليم نه ورتي آهي. هتي هڪ ميوزم ٺهيل آهي، جنهن جو نالو ”جنرل پٽن ميوزم“ آهي ۽ جنهن ۾ جنگي هٿيار رکيل آهن. حيرت جي جاءِ آهي! فورٽ ناڪس ۾ آمريڪي حڪومت جو سون رکيل آهي. خبر نه آهي ته اسان جي ملڪي ماڻهن مان ڪيترن کي خبر آهي، ته دنيا جو اسي في سيڪڙو سون، آمريڪا ۾ آهي، باقي ويه في سيڪڙو سون دنيا

جي پين ملڪن ۾، ڪيترن کي شايد ئي خبر هجي! ته سون جو اگهه دنيا ۾، آمريڪا جي سون خريد ڪرڻ تي مدار رکي ٿو. جيڪڏهن آمريڪا اڄ به سون خريد ڪرڻ بند ڪري، ته هوند ڪيترا ملڪ بک مرن. مگر آمريڪا سون خريد ڪري زمين ۾ رکندو وڃي ٿو. مون فورٽ ناڪس ۾ اها جاءِ به ڏٺي آهي.

ڪئنٽڪي اسٽيٽ جو نشان ”ڪرنل“ آهي. ڪئنٽڪي ڪرنل آمريڪي تاريخ ۾ مشهور آهي. هن اسٽيٽ ۾ پريزيڊنٽ ابراهام لنڪن ڄائو هو. هي آمريڪا جي اُها اسٽيٽ آهي، جنهن ۾ وچولي درجي جو غلبو آهي. توهان کي آمريڪا جا ڪروڙ پتي هتي ڪونه ملندا. هيءَ پهرين اسٽيٽ آهي، جنهن قانوني طرح سان شيدين کي حق ڏنا آهن. آمريڪا جي هيءَ لوئيوائل يونيورسٽي، هن حصي ۾ پهرين يونيورسٽي آهي، جنهن شيدي شاگردن جي سفيد چمڙيءَ وارن سان گڏ تعليم جو انتظام ڪيو آهي. هن لوئيوائل يونيورسٽيءَ ۾، هر شعبي ۾ شيدي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون سفيد آمريڪي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان گڏ تعليم وٺن ٿا. ڪئنٽڪيءَ کان ڏکڻ ۾ الهندي اڃا شيدين لاءِ اسڪول ۽ ڪاليج ڌار آهن. ڪئنٽڪي ڏکڻ ۽ الهندي ۾ پهرين اسٽيٽ آهي. جنهن ۾ شيدين کي سڀ انساني حق ڏنا ويا آهن ۽ اتي شيدي خوشحال ۽ باعزت زندگي بسر ڪن ٿا. هن مسئلي جي اهميت جو ذڪر پوءِ ڪندس. هن وقت آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو جج هن اسٽيٽ مان آهي ۽ آمريڪا جي فيڊرل ڪورٽ ۾ هتان جا چار جج آهن.

باقي ٻارنهن ٻين ستيتاليهن حصن مان آيل آهن. هتان جي اخبار جنهن جو مون ذڪر ڪيو هو، آمريڪا جي بهترين اخبارن مان آهي. تنقيد ۾ جرئت ۽ شيدين جي ترقيءَ لاءِ وڏو ڪم ڪيو اٿس.

هيءُ پهرين اسٽيٽ هئي، جنهن شيدين کي پوليس ۾ ڀرتي ڪيو. لوئيوائل اهڙي مرڪز تي آهي جو هتان واشنگٽن، نيويارڪ، مياڪي، هوسٽن، نيو آرلينس، ڪئنساس، سٽي شڪاگو، دئرائٽ سڀ هڪ مفاصلي تي آهن، هتان کان اچڻ وڃڻ ۽ رهڻ وغيره هن شهرن ۾ آسان آهي. آمريڪا ۾ آمدورفت جو خرچ به مصيبت جو آهي. هتي اچڻ سان وڏ کان وڏ شهر، ملڪ جا حصا ۽ تعليمي ادارا ڏسي سگهيو آهيان.

مون کي آمريڪا ۾ اسلامي تاريخ، وچ مشرق ۽ مشرق بعيد تي تقريرون لاءِ دعوت ڏيئي گهرايو ويو هو. منهنجو ڪجهه ڪم يونيورسٽيءَ ۾ هو، پر گهڻو ٻاهر رهيو. جتي پروگرام ٿيو اُتي ويس ۽ جتان به دعوت ملي. اُتي پهتس، منهنجو پروگرام هن طرح هو:

هتي يونيورسٽيءَ ۾ هفتي ۾ ٻه ڪلاڪ (هڪ اڱارو ۽ ٻيو خميس) باقاعدي ڪم رهيو. ان سان گڏ هتي هيٺين مجلسن ۽ جاين تي ويس. هر هڪ جو مختصر ذڪر ڪيان ٿو. اهو آئون پهرين يونيورسٽيءَ ۽ لوئيوائل شهر کان شروع ڪندس، ۽ پوءِ ڪئنٽڪي اسٽيٽ بورڊ ۽ ٻيا ادارا.

لوئيوائل يونيورسٽي، آمريڪا جي پراڻي ۾ پراڻي ميونسپل يونيورسٽي آهي. هن يونيورسٽيءَ جو انتظام

لوئيوائل شهر جي ميونسپالٽيءَ جي حوالي آهي ۽ خرچ به هو پرين ٿا. يونيورسٽيءَ ۾ هر قسم جي تعليم جو انتظام آهي. هڪ خاص ڪم سيڪاريو ويندو آهي، جيڪو آمريڪا ۾ ڪٿي به نه آهي. اهو آهي هتي جو ’اسپيڊا اسڪول‘. هن يونيورسٽيءَ ۾ اٽڪل ست هزار ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون آهن، انهن سان به سؤ کن شيدي به گڏ آهن.

**(”الوحيد“ 7 – جون 1953ع)**

# (15)

هن يونيورسٽيءَ جي ساليانو بجيٽ پنجٽيهه لک ڊالر آهي. (ڊالر ۾ ٽي رپيا ٿين) هن يونيورسٽيءَ ۾ هڪ شيدي پروفيسر به آهي. آمريڪا ۾ سواءِ شڪاگو يونيورسٽيءَ جي ٻيءَ ڪنهن به يونيورسٽيءَ ۾ شيدي پروفيسر نه رکيو ويو آهي. توهان کي اهو ٻڌي عجب لڳندو، ته يونيورسٽيءَ جي پنجهتر سيڪڙو آمدني، وقف ڪيل جائداد مان آهي يا ڪن ماڻهن مرڻ وقت پنهنجون ملڪيتون يونيورسٽيءَ جي حوالي ڪيون ۽ اهڙيون وصيتون ڪري ويا آهن، شاگردن جي في مان فقط پندرنهن سيڪڙو يا ان کان به گهٽ پيدائش آهي.

هن بيان کي جاري رکڻ کان اڳ مون کي خيال آيو، ته پڙهندڙن کي يونيورسٽيءَ جي نظام متعلق ڪجهه وڌيڪ ٻڌايان: يونيورسٽي نظام ۽ تعليم جو تخئيل، ٻيئي عجيب قسم جا آهن، جنهن جو علم اسان جي ملڪ ۾

ڪن ٿورن تعليمي منتظمين جي دماغ ۾ آيو آهي يا ايندو. اڄڪلهه هر ڪو معمولي ڪاليج جو تعليم حاصل ڪيل شاگرد سمجهي ٿو ته وٽس علم جو ڪمال آهي. هڪ بي. اي پاس ڪيل سمجهي ٿو ته ادب ۾ سندس جهڙو ڪوبه ماهر نه آهي. هڪ بي. اي سمجهي ٿو، ته انجنيئرنگ جي تعليم وٽس ختم آهي. هڪ ايم. بي . بي. ايس سمجهي ٿو، ته ميڊيڪل ڪاليج سندس تخئيل جو نتيجو آهي. اها اسان جي قوم جي تعليم جي بدقسمتي آهي، جو اسان جي تعليمي نظام ۾ هنن اڌ پڙهيلن جو اقتدار آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ اسان جي تعليم کي انهن انڌن، گونگن ۽ ٻوڙن کان بچائي، جن کي اهڙي تعليم، علم ۽ تدبر نه سيکاريو ويو آهي. جن کي اهڙي نهٺائي نصيب نه ٿي آهي، جو رعب تان کان سواءِ تعليم جي ترقي لاءِ ڪوشش وٺن. نه فقط ايترو، مگر جن ماڻهن کي معمولي ڪاليج جي تعليم به نصيب نه ٿي آهي. انهن کي موقعو مليو آهي، ته اهي يونيورسٽيون هلائين. اسان جي تعليمي ماحول ۾ ڪنهن به هڪ فن جو معمولي گريجوئيٽ پاڻ کي ان ڪم ۾ صاحب ڪمال سمجهي ٿو. اسان جي تعليم ۾ اهڙن ماڻهن کي اقتدار حاصل آهي، ته پوءِ اسان جي قوم جي ترقي ٿيڻ محال آهي. اُهي ماستر ويچارا جن جي حياتي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ويئي ۽ جن انهن مسئلن کي منهن ڏنو آهي. اڄ انهن کي پڇي ڪير ٿو؟

مگر هڪ گريجوئيٽ جيڪو ڪليڪٽر يا ٻيو ڪجهه ٿيو، ۽ پوءِ ڪيائين رٽائر ته بس. تعليم جي ابي

ٿيڻ لاءِ ڪوشش ۾ مصروف هوندو! الله تبارڪ و تعاليٰ اسان کي جاهلن جي سرداريءَ کان بچائي. اسان استادن جي بيڪسي اسان جي تعليم جي بيوسي آهي. اسان استادن جو حقير حال، تعليم جو حقير حال آهي. مطلب ته اسان جي زندگيءَ جي نظام ۾ ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي، ته فقط استاد کي عالم هئڻ جو فخر حاصل نه آهي، پر هر ڪو عالم ڪامل امام المعصوم، مفڪر عظيم ۽ صاحب الراءِ والعمل آهي. جنهن ملڪ جي تعليم ۾ جاهلن ۽ اڌ پڙهيلن کي اقتدار حاصل آهي. انهيءَ ملڪ جي تعليم جو ڇا حال هوندو! جيڪڏهن معمولي بي. اي، يا ايل. ايل. بي يا ايم. بي. بي. ايس يونيورسٽيون هلائي سگهن ٿيون، ته پوءِ اسان جهڙن مجهولن ۽ جاهلن مطلقن جي ڇا جرئت! آمريڪا جي تعليم جي ترقي انهيءَ ۾ آهي ته تعليم، معياري عالم استادن جي حوالي آهي. هتي مون هزارين بيوقوف سياستدان ڏٺا، مگر استاد ۽ مجهول نه ڏٺم. مون ڪنهن به اعليٰ سياستدان کي علم جو ماهر سڏائيندي نه ٻڌو، نه ڏٺو. سائين! قلم گستاخ ٿو ٿئي. پر ڏاڍي مشڪل سان وري ٿا رستي تي آڻيونس.

مون توهان سان يونيورسٽين جو ذڪر ٿي ڪيو، معاف ڪجو جو هيءُ منهنجو مضمون ڪافي طويل ٿي ويو آهي. اميد ته اوهان جي اخبار اليڪشن کان پوءِ به هلندي رهندي. اسان جون دعائون توهان سان آهن. دعائن کان سواءِ، اسان وٽ پيو آهي ئي ڇا؟

اسان وٽ يونيورسٽي نظام ۾ جاگرافيءَ کي وڏو دخل آهي. اسان جون يونيورسٽيون سياسي نظام جي حدن اندر ڪم ڪن ٿيون. مثلاً: سنڌ يونيورسٽي سنڌ لاءِ، پنجاب يونيورسٽي پنجاب لاءِ وغيره. هي جاگرافيائي حدن جو تخئيل هر قسم جي يونيورسٽيءَ سان شامل آهي. انهن ۾ پوءِ يونيٽري يونيورسٽيون، يا ائفليئيٽنگ يونيورسٽيون، يا ريزيڊينشل يونيورسٽيون يا هنن مان ڪن به ٻن جو مجموعي تخئيل يا نظام آهن. مثلاً؛ ڍاڪا يونيورسٽي پهرين طبقي ۾ هئي، پر هينئر نه آهي. سنڌ يونيورسٽي ٻئي نظام جو مثال آهي ۽ علي ڳڙهه يونيورسٽي ٽئين نظام جو مثال آهي. مطلب ته هنن يونيورسٽين جي جاگرافيائي حدن ۾ ٻيو ڪوبه ڪاليج يا يونيورسٽي نه آهي. مگر توهان کي آمريڪا ۾ اهڙن شهرن ۾ جاين تي جتي اسان وٽ هڪ ڪاليج يا هڪ يونيورسٽي ئي رهي سگهي ٿي، اُتي ٽي – چار يونيورسٽيون ۽ انهن کان بلڪل عليحده ۽ آزاد ڪاليج هلي ۽ رهي سگهن ٿا. مثلا: هتي لوئيوائل ۾ هڪ يونيورسٽي آهي. مگر شهر ۾ ٻيا ڪاليج به آهن، جن ۾ قريب اهائي تعليم ڏني وڃي ٿي. مگر اهي يونيورسٽيءَ کان ڌار آهن ۽ انهن جي نظام ۾ يونيورسٽيءَ کي ڪو به دخل نه آهي. هن جون ڊگريون وغيره بلڪل جدا حيثيت رکن ٿيون ۽ انهن ڊگرين لاءِ يونيورسٽيءَ جي منظوري ضروري نه آهي. ان هوندي به اُهي يونيورسٽيءَ جي ڊگرين کان ڪنهن به حالت ۾ علمي يا تعليمي يا نظامي نقطه نظر کان گهٽ نه آهن.

آمريڪا ۾ ارڙنهن سؤ اهڙيون آزاد يونيورسٽيون ۽ ڪاليج آهن. مگر اهڙا آزاد ڪاليج يا يونيورسٽيون وڏيڪ اهي آهن، جي اسٽيٽ يا فيڊرل گورنمينٽ يا ميونسپالٽين کان ٻاهر آهن، ۽ گهڻو ڪري مذهبي گروهن سان وابستگي رکن ٿا. مثلاً: ڪاليج يا يونيورسٽي رومن ڪئٿولڪ يا بئپٽسٽ فرقي جي زير اهتمام يا برسبٽيرين نظام هيٺ آهن. آئون هنن ڪرستان فرقن جو هتي ذڪر نه ڪندس. مون ارادو ڪيو آهي. ته توهان کي ’اسلام، عيسائيت ۽ يهوديت‘ تي هڪ خاص مضمون موڪليان. ڪافي مصالحو گڏ ڪري رهيو آهيان. توهان چڱو مون مان ڦاٿا هوندؤ. خدا توهان کي هن عذاب سهڻ جي توفيق ڏئي!

تعليم تي جيڪڏهن منهنجا مضمون ڪافي دگها ٿيا ته آئون انهن کي حصن ۾ ورهائي لکندس. هنن مضمونن ۾ پنهنجي سڄي سفر جي علمي ۽ تعليمي دوري جو بيان ڪندس. صبر کان ڪم وٺندا، ۽ معاف ڪندا. مون هتان لوئيوائل يونيورسٽيءَ جي احوال جا ڏه صفحا پورا ڪرايا آهن. اجا ڪٿي ڳالهه پيئي آهي! منهنجي ڪوشش فقط اها آهي، ته اسان يونيورسٽي لفظ جي حقيقي معنيٰ سمجهون. يونيورسٽي معنيٰ ’استادن ۽ شاگردن جو مجموعو‘. يونيورسٽيءَ لفظ بِذات خود استادن ۽ شاگردن کانسواءِ ٻئي ڪنهن به ماهر کي يونيورسٽيءَ ۾ دخل جي اجازت نٿو ڏئي. غير علمي گروهن جو دخل يونيورسٽيءَ لاءِ نقصانڪار آهي. يونيورسٽيءَ جو فرض آهي قوم جي رهبري ڪرڻ ۽

ترقيءَ لاءِ سامان ۽ انسان تيار ڪرڻ، توهان ڏسندا هوندا ته غير تعليمي گروهن جو يونيورسٽيءَ ۾ هجڻ، يونيورسٽيءَ ڪي پنهنجي مقصد کان ڪيرائي ٿو ڇڏي. مطلب ته ان حالت ۾ يونيورسٽيءَ جو روح عليل ٿيندو، ۽ جسم بي بقا!

يونيورسٽيءَ جي تخئيل ۾ جسماني حالتون به آهن – تدريس، رهائش ۽ تفريح جون جايون، لئبريريون ۽ اُهي علمي، تهذيبي ڪوششون ۽ دلچسپيون جن جو عين تعليم سان سڌو واسطو نه آهي. تاهم تعليم جي وسيع تخئيل جو حصو آهن، يعني شاگردن ۽ استادن جي حياتيءَ جي خوشيءَ جو حالتون، جيڪي انهن جي جسماني تندرستي ۽ دماغي صحت ۾، وسعت ۽ اضافو پيدا ڪن ٿيون. يونيورسٽي ۽ شاگرد هڪ هلندڙ ۽ چرندڙ حصو آهن. اميد اها رکي ٿي وڃي ته هر ڪو پاس ٿي، ڪاليج ۽ يونيورسٽي ڇڏي، زندگيءَ جي لوازمات ڪي منهن ڏئي. يونيورسٽيءَ جي تاريخ جو مقصد آهي، ته يونيورسٽيءَ جي جاين، يونيورسٽيءَ جي لئبريرين، لئبارٽرين، يونيورسٽيءَ جي راندين جي ميدان وغيره سان شاگردن جو تعلق پيدا ڪيو وڃي. استاد يا استادن جو واسطو يونيورسٽي سان عارضي يا تاحياتي رهي ٿو. تاحياتي هڪ استاد جو يونيورسٽيءَ ۾ رهڻ ان جي بلنديءَ ۽ استاد جي عزت ۾ اضافو ٿو ڪري. هي ذرا تمهيدي اشارا آهن. آئون پنهنجي تعليمي دوري جي بياني احوال ڪانپوءِ، استادن ۽ شاگردن جي عمومي زندگيءَ جو احوال هڪ خاص مضمون ۾

لکندس. هتي مختصراً استادن جي پگهارن ۽ لوازمن جو ذڪر ڪندس.

آمريڪي يونيورسٽين ۾ استادن کي پنجن هزارن ڊالرن کان ٻارهن هزار ڊالرن تائين پگهار ملي ٿي. ڪي اهڙا به آهن، جن جي ويهه هزار ڊالر ساليانه پگهار آهي. مگر شيدين جي يونيورسٽين جو غريب حال آهي. مثلاً: فسڪ يونيورسٽي، جا آمريڪا ۾ شيدين جي وڏي ۾ وڏي يونيورسٽي آهي، ان ۾ ڪنهن به استاد کي پنج هزار ڊالرن کان مٿي پگهار نه آهي. فسڪ جو احوال توهان کي آئنده صفحن ۾ ڏيندس.

سائين منهنجا، چار مهينا گذريا ويا آهن. توهان کان هت آيو آهيان، مگر اجا به مهينا آهن، جي ٻاهر گذارڻا آهن. آئون فقط پنهنجي واٽ جي پروگرام جي اچڻ جي انتظار ۾ آهيان. انشاءَ الله اهو پروگرام پورو ڪري ايندس. باقي ڳالهه هيءَ اٿوَ، ته پٺيان رهيل ٻار، مائٽ، ملڪ، دوست، شاگرد، ڪاليج وغيره ڏاڍا ٿا ياد اچن. الله پاڪ سڀني کي محفوظ رکي.

**(”الوحيد“ 9-جون 1953ع)**

# (16)

اڳئين مضمون توهان جو ڪافي دماغ کاڌو! هلو ته اڳتي هلون. اهي آهن مستن جون لهرون يا جيئن منهنجو هڪ دوست چوندو آهي؛ ”يارن جا غمزا!“

هت لوئيوائل ۾ هيٺين جاين ۽ گروهن ۾ ويس: بيلرمين ڪاليج، جو رومن ڪئٿولڪ ڪاليج آهي، جنهن کي هن سال جي شروعات کان يونيورسٽي بڻائي رهيا آهن. ساڍا اٺ لک ڊالر گڏ ڪيا ويا آهن. رومن ڪئٿولڪ وارن جون سرگرميون عجيب آهن. يونيورسٽيءَ ۾ ٽي عام تقريرون ڪيم: هڪ بين الاقوامي ڪلب ۾ شاگردن جي لاءِ، ٻي استادن جي گروهه اڳيان ۽ ٽي سائنس ۽ ادب جي گروهه جي ميٽنگ ۾. هنن ميٽنگن ۾ تقريباً سؤ کن سامعين هئا. گھڻو ڪري سڀ يونيورسٽيءَ سان واسطو رکندڙ هئا. لوئيوائل شهر ۾ لئبرري ايسوسيئيشن اڳيان تقرير ڪيم. جنهن ۾ اٽڪل اسي کن ٻڌندڙ هئا. فقط ٻه مرد، باقي سڀ عورتون هيون. ”آمريڪي جمهوري عمل“ جي ڪلب ۾ مباحثو رهيو. هن موقعي تي ڪجھ ڪل جهڙيون ڳالهيون به ٿيون، جن جو ذڪر ٿوري کن ۾ ڪندس — هيءُ ڪلب سڄي آمريڪا ۾ مشهور آهي ۽ سندس شاخون هر شهر ۾ آهن. ڪلب ۾ شيدين ۽ يهودين کي به اجازت آهي. هن ڪلب جو وائيس پريزيڊنٽ هڪ شيدي آهي. هن ميٽنگ ۾ تقريباً پنجاهه کن مرد ۽ عورتون شامل ٿيا. هتي ڪي آمريڪي مليا، جي پاڪستان ۽ هندستان ۾ رهي آيا آهن. هڪ ميٽنگ ’لنڪن فائونڊيشن‘ جي جاءِ تي ٿي، جنهن ۾ رات جي ماني به

هئي. اٽڪل 200 ڪن مرد ۽ عورتون اچي گڏ ٿيا هئا. مون کي هن ميٽنگ جي دعوت ڊاڪٽر ٿائبنگ ڏني، جيڪو لنڪن فائونڊيشن جو سيڪريٽري آهي. ڊاڪٽر ٿائبنگ ’اخلاقي صلح‘ يا ’مارل دي آرماميِنٽ‘ جو پريزيڊنٽ به آهي. توهان کي خبرهجي ته هيءَ هڪ دنيا جي وڏي تحريڪ آهي، جنهن جو مشرقي  هيڊ ڪوارٽر مدراس ۾ آهي. تازو مدراس ۾، آڪٽوبر مهيني ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس ٿي هئي. هن تحريڪ جو مقصد قريب قريب ٿياسافسٽ وانگر آهي، يعني دنيا کي اخلاقي طرح بلند ڪرڻ. اُن اخلاق جو نظريو ته خبر نه آهي ڇا اَٿن، مگر تماشو ڪافي وڏو آهي! سيٺ ڊالميا به هن جو ميمبر آهي.  ڊاڪٽر ٿائبنگ هتي ڪافي اثر رسوخ وارو انسان آهي. شيدين جي بهتريءَ لاءِ ڪافي ڪم ڪيو اٿس. مارچ ۾ هو ’لنڪن فائونڊيشن‘ طرفان نائجيريا ويو هو. آئون سندس گهر دعوت تي ويس ۽ ڏٺم ته نائجيريا متعلق ڪجھ پڙهي رهيو هو. مون کي حيرت سان چيائين، ”مصطفيٰ، مون کي خبر نه هئي، ته نائجيريا ۾ پنجيتاليھ سيڪڙو مسلمان آهن!“ مان پڇيومانس، .ڊاڪٽر، هي علم جي ابتدا آهي. توهان نائجيريا وڃو ته اڃا ڪافي معلومات حاصل ڪندا.“

هن ميٽنگ ۾ به آمريڪي فوجي آفيسر مليا، جن ڪافي عرصو ايران ۾ گذاريو هو ۽ ڪين عراق ۽ ترڪيءَ جو ڪافي علم هو. پاڪستان ۽ اُن جي سفارتن متعلق ڪجھ بيان ڪيائون، جنهن جو ذڪر پوءِ ڪندس. هيءُ به هڪ مزيدار احوال ٿيندو.

هن ڪلب ۾ هڪ به شيدي نه آهي ۽ انهن جي داخلا تي پڻ پابندي آهي، هڪ ڪلب ”ائٽلانٽا“ ۾ ويس، جنهن ۾ فقط شيدي آهن. هيءُ ڪلب انهن تعليم يافته شيدين جو آهي، جن ائٽلانٽا يونيورسٽيءَ ۾ تعليم ورتي آهي. اها يونيورسٽي جارجيا ۾ آهي، جتي شيدين کي اڃا به انسان نٿو سمجهيو وڃي. هن ڪلب ۾ شيدي مرد ۽ عورتون سڀ هئا. اٽڪل پنجاهه کن ماڻهو موجود هئا. مون کي هيءُ پهريون موقعو مليو، جو شيدين جي خيالن ۽ تحريڪن جي خبر پيم. مون کي نهايت ئي عجب لڳو، ته ايتري قدر علم رکندڙ انسان کي ذليل سمجهيو وڃي ٿو. فقط ان ڪري جو هو ڪارا آهن. ٻي هڪ ڪلب ’گفتگو ڪلب‘ ۾ ويس، هيءُ هڪ عجيب ڪلب آهي. هن ۾ اٽڪل پنجٽيهه کن ميمبر آهن. شهر جا وڏا واپاري ۽ يهودي، جج، مشهور وڪيل ۽ ڊاڪٽر هن ۾ شامل آهن. پنجٽيهن کان مٿي ميمبر نه رکندا آهن. آئون يونيورسٽيءَ جي ڊين آف پنهائمر جي دعوت تي ويو هوس. هن ڪلب ۾ چانهه ٿيندو آهي، جو هر هڪ ميمبر واري واري سان مضمون تيار ڪندو آهي ۽ پڙهندو آهي. ان کان پوءِ ان تي بحث ٿيندو آهي. رات جي ماني کاڌي ويندي آهي ۽ مانيءَ جو خرچ تقرير ڪندڙ پريندو آهي. هن ڪلب ۾ يونيٽيرين ديول جو وڏل پادري ۽ يهودين جو هن اسٽيٽ ۾ وڏي ربي مليا. هن موقعي تي مون کي تقرير ڪرڻي نه هئي، مگر ٻڌڻ کان پوءِ مباحثي ۾ حصو وٺڻو پيو. هڪ تقرير مسٽر ملٽن برانر ڪئي، جنهن جو عنوان هو ”اسلامي ملڪ ۽ انهن جي

اهميت“. مسٽر برانر آمريڪا جي وڏين اخبارن جو عيوضي رهي چڪو آهي ۽ اٽڪل پنجٽيھ سال يورپ ۽ ترڪيءَ ۾ رهيو آهي. هن وقت سندس عمر اسي سال آهي ۽ رٽائر ڪرڻ ڪان پوءِ اسلامي تاريخ جو مطالعو ڪري رهيو آهي. علامه يوسف عليءَ جو انگريزي زبان ۾ قرآن جو ترجمو مون کي ڏيکاريائين. هن مقالي کان پوءِ پادرين ۽ ربين جي حالت تي ڪل آئي. انسان کي تعصب ڪيترو نه انڌو ڪري ٿو ڇڏي. پادرين جي حرڪتن ۽ روش تي پيا حيرت ڪائيندا رهيا – اهو احوال وري ٿوٽڪن ۾ ڏبو. عورتون ميمبر نه آهن. ٻيو ڪلب هو ”تاجرن جو ڪلب“، جنهن ۾ گهڻو ڪري پاڪستان جي تجارت ۽ معاشرت تي سوال پڇيا ويا. اٽڪل پنجاھ کن ميمبر حاضر هئا. هڪ ٻيءَ مجلس ۾ ويس، جا ”تجارت ۽ نوڪري ڪندڙ عورتن جو ڪلب“ هئي. اٽڪل سؤ کن عورتون هيون، هتي به شيدين کي منع آهي. رات جو ڪاڌو سڀني ميمبرن پاڻ ٺاهيو. ڪي نيون ڳالهيون حاصل ٿيون، جن جو ذڪر هڪ ٻئي مضمون ۾ ڪندس. جو خاص عورتن تي هوندو، مون کي خبر آهي، ته هن مضمون ۾ دقيانوسي يا ترقي پسندن، ٻنهي کي دلچسپي آهي. توهان جي خبر نه آهي ته ڪهڙن ۾ شمار آهيو. آئون ته ٻنهي ۾ آهيان.

خير، ٽيو هڪ مخصوص عورتن جو ڪلب هو، ”گهرو شيدي عورتن جو ڪلب“ هن ڪلب ۾ اٽڪل ساڍيون ٽي سؤ عورتون هيون. مون کي شيدي عورتن جي زندگيءَ ۾ اميد ۽ افسردگيءَ جو پتو پئجي رهيو هو.

توهان کي شيدي عورتن ۾ ڊاڪٽرياڻيون، ماسترياڻيون، مئنيجرياڻيون وغيره سڀ ملنديون. مگر چا، علم ۽ اخلاق سان به کين حقير سمجهيو وڃي ٿو. جنهن قسم جا سوال مون کان پڇيا ويا. ان جو ذڪر پوءِ ڪندس، انهن ۾ ڪابه سفيد عورت نه هئي. ٻيو عورتن جو ڪلب هو، تنهن جو نالو هو: ”مدني عورتن جو ڪلب“ جنهن ۾ شيدي ۽ سفيدعورتون سڀ شامل هيون. گهڻو ڪري يهودي، شيدي ۽ رومن ڪئٿولڪ عورتون هيون، جن جي خلاف ڪنهن نه ڪنهن طرح آمريڪا ۾ نفرت آهي. هيءَ ميٽنگ هڪ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر جي گهر ۾ ٿي، جيڪو خود هن فضا جو شڪار آهي. ٽن ڏيولن جي ميٽنگ ۾ ويس. هر هڪ ۾ تقريباً ٻه سؤ کن مرد ۽ عورتون هيون. هت ٽي مشهور اسڪول ڏٺم – ٻه سفيد آمريڪين جا، ۽ هڪ شيدين جو. اسڪولن ۾ هر طرح سان شيدين ۽ سفيدن کي عليحدو رکيو وڃي ٿو. هن جو احوال ”آمريڪا ۽ نوجوان شاگرد“ عنوان ۾ ڪندس. اهي هن اسٽيٽ جا بهترين اسڪول آهن. هر هڪ اسڪول جي جاءِ پاڪستان سيڪريٽريٽ جي جاءِ کان ڏهوڻي آهي. ڏينهن ۽ رات جا ڪلاس ڏٺم، ڪن ۾ بالغن جي تعليم جو ۽ ڪن ۾ هنري تعليم جو انتظام هو. اسڪولن ۾ اسيمبلي هال خالقڏني هال کان به پنج دفعا وڏا هئا. سئنيما جي هالن وانگر ڪرسين جون قطارون ۽ بالڪنيون ٺهيل هيون. ڊرامن ۽ تقريرن لاءِ عاليشان اسٽيج هئي، جنهن تي اٽڪل ٻه سؤ ماڻهو ويهي ٿي سگهيا. لائوڊ اسپيڪر

وغيره سڀ سامان، اسڪولن ۾ موجود هو ۽ ڇوڪرن جي حوالي ۾، هتي توهان کي ڪي انگ اکر ڏيان ٿو:
آمريڪا جي بجيٽ نوَ لک هزار ڪروڙ
هندستان جي بجيٽ ساڍا چار سؤ ڪروڙ
پاڪستان جي بجيٽ هڪ سؤ ڏهه ڪروڙ
نيو يارڪ شهر جي بجيٽ پنج سؤ ويهه ڪروڙ

مون هي سڀ بجيٽون رپين ۾ لکيون آهن. هن سال آمريڪا ۾ ابتدائي تعليم تي چار هزار ڪروڙ رپيا خرچ ڪيو ويندو. هن سال پوڙهن کان بچڻ لاءِ ست ڪروڙ رپيا وڌيڪ خرچ ڪيو ويندو. (سنڌ جي بجيٽ اٺ ڪروڙ کن آهي.) هن سال آمريڪا ۾ ائٽمي طاقت تي ٽي سؤ اٺ ڪروڙ رپيا وڌيڪ خرچ ڪيو ويندو.

هتي ٽن ريڊيو پروگرامن ۾ شامل ٿيس. هيءُ سڀ احوال، هن شهر ۽ يونيورسٽيءَ متعلق ڏنو اٿم. هاڻي اچو ته توهان کي ٻاهر وٺي هلان.

هڪ ريڊيو پروگرام سنسناٽي (اوهايو) ۾ رهيو، جنهن ۾ آمريڪا جي مشهور اخبارن جا ايڊيٽر شامل هئا. هنن پروگرامن جو ذڪر آمريڪا جي خيالي رُحجانات ۾ ڪندس. هاڻي اچو ته پهرين توهان کي ويجهن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ وٺي هلان.

جارج ٽائون ڪاليج ۽ ڊئنول ڪاليج جي ڪانووڪيشن ۾ تقريرون ڪيم. پهرين ڪاليج ۾ اٽڪل ٽي سؤ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ۽ ٻئي ڪاليج ۾ اٽڪل پنج سؤ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هئا. هنن ڪاليجن جو مهمان ٿي ويس، ۽ شاگردن جي روزمره جي زندگيءَ

ڪان واقف ٿيس. هنن ڪاليجن ۾، شيدين کي نه ورتو ويندو آهي. هنن ڪاليجن ۾ ڏينهن جي ماني ڇوڪرين جي ڊائننگ هال ۾ ۽ رات جي ماني ڇوڪرن جي ڊائننگ هال ۾ کاڌم. هي ٻيئي ڪاليج فرقيوارانه خيالات جا آهن. ڪي ڪرستان مشنري هلائين ٿا، شاگردن جو بورڊنگ هائوس ته نه هو، جهڙي محلات!

ڪئنٽڪي يونيورسٽيءَ جي دعوت تي ليڪسنگٽن ويس. يونيورسٽيءَ منهنجي رهڻ جو انتظام ’لفيٽ هوٽل‘ ۾ ڪيو هو. ’لفيٽ‘ هڪ ماڻهوءَ جو نالو آهي، توهان جي پڙهندڙن کي عرض ڪندس، ته هيءُ نالو ياد رکن، جو شيدين جي بيان ۾ هن جو ذڪر ڪندس. هن هوٽل ۾ رهڻ سان ڪجھ عجيب ڳالهيون معلوم ٿيون. هن هوٽل ۾ شيدين جي رهڻ تي سخت پابندي آهي، نه صرف اهو، مگر هن وقت تائين ايشيا جي ملڪن مان ڪو به شيدي هن هوٽل ۾ نه رهيو هو. ڪن شيدي نوڪرن سان رهاڻيون ٿيون، اهو ذڪر به وقت تي ڪندس. هيءَ يونيورسٽي، اسٽيٽ يونيورسٽي آهي،جنهن ۾ شيدين کي نه رکيو ويندو آهي. هن يونيورسٽيءَ ۾ ٻارنهن هزار ڇوڪرا آهن ۽ يونيورسٽي جي بجيٽ پنجهتر لک ڊالر آهي. ڪافي شاهوڪار يونيورسٽي آهي، جنهن وقت آئون ويو هوس، اُن وقت ڊاڪٽر اسڪائيلس جي زير نظر ”بيروني زبانن“ جي ڪانفرنس ٿي رهي هئي. ڪانفرنس جي جنرل سيشن ۾ ڏينهن جي مانيءَ کان پوءِ اڌ ڪلاڪ لاءِ مون کي پاڪستان تي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو هو. فقط منهنجي هڪ تقرير هئي.

واشنگٽن مان ڪجھ بيروني سفارتن جا عيوضي موجود هئا، اتر ۾ ڏکڻ آمريڪا يونيورسٽين جا بيروني زبانن ۾ دلچسپي رکندڙ پروفيسر موجود هئا. يونيورسٽيءَ جي چند شاگردن جي گروهن ۾ استادن سان ملڻ ٿيو، جن مان ڪي منهنجا اڳ ئي پاڪستان ۾ واقف ٿيا هئا، انهن مان پروفيسر ٿامس ڪلارڪ آهي، جنهن جو ذڪر مون اڳي هڪ مضمون ۾ ڪيو هو. شيدين لاءِ ڪئنٽڪي اسٽيٽ ڪاليج ڏار آهي. مگر هڪ طرف ڪئنٽڪي يونيورسٽيءَ کي ڏسي ۾ ٻي طرف شيدين جي ڪاليج کي ڏسي زمين ۾ آسمان جو فرق نظر آيو. هن ڪاليج ۾ اٽڪل هڪ هزار شيدي شاگرد آهن.

**(”الوحيد“ 14- جون 1953)**

# (17)

هاڻي اچو ته توهان کي ٽيننسي وٺي هلان، جا ڪئنٽڪي جي ڏکڻ ۾ اسٽيٽ آهي، نيشول ٽيننسيءَ جو مرڪز آهي ۾ هن شهر ۾ ٻه مشهور يونيورسٽيون آهن، هڪ ويندربلٽ، جا خانگي سفيد آمريڪين جي يونيورسٽي آهي ۾ ٻي فسڪ، جا شيدين جي يونيورسٽي آهي. ٻئي يونيورسٽيون پنهنجي نوعيت ۾ آمريڪا جي تعليمي ماحول ۾ ممتاز حيثيت رکن ٿيون. آئون ٻنهي جو مهمان ٿي ويو هوس.

ويندربلٽ يونيورسٽي اٽڪل ستر سال پراڻي آهي. منجهس اٽڪل پنج هزار شاگرد مگر سڀ سفيد

آمريڪي پڙهن ٿا. سندس بجيٽ اٽڪل ٽيهه لک ڊالر آهي. مالي نقطه نظر کان هيءَ يونيورسٽي آمريڪا جي ڪافي آسوده حال يونورسٽين مان آهي. يونيورسٽيءَ جي ابتدا مسٽر وينڊربلٽ ڪئي، جنهن مرڻ وقت پنجاهه لک ڊالرن جي ملڪيت ۽ نقد رقم يونيورسٽيءَ جي قائم ڪرڻ لاءِ ڇڏي هئي. ان ڪانپوءِ يونيورسٽيءَ جي امداد ٿيندي رهي ۽ اڄڪلهه آمريڪا جي پهرئين درجي جي يونيورسٽين مان آهي ۽ منجهس هڪڙي پايي تي ڪم ڪيو وڃي ٿو. آمريڪا جي ڏاکڻي حصي جي يونيورسٽين ۾ اول درجو رکي ٿي. آمريڪا جا بهترين عالم، اديب ۽ سائنسدان منجهس ڪم ڪن ٿا. حڪومت طرفان سائنس جون سرگرميون هن يونيورسٽيءَ جي تعاون سان آهن. اهو حڪومت جو خرچ يونيورسٽي بجيٽ کان عليحده آهي، يونيورسٽيءَ کي سڀ خانگي امداد ملي ٿي. ڪنهن به حڪومت جي فيڊرل اسٽيٽ يا ميونسپل ڊپارٽمينٽ کان ڪيس هڪ پائي به نه ملندي آهي ۽ نه وري يونيورسٽي وٺندي يا گهر ڪندي آهي. حڪومت سان جيتوڻيڪ تجسس ۽ ايجاد ۾ ساڻس واسطو آهي، مگر ڪنهن به طرح حڪومت جو ان ۾ اثر نه آهي. حڪومت لکها ڊالر خرچ ڪري ٿي، مگر هن مهيني جي خرچ جا انگ اکر مون کي نه ملي سگهيا.

يونيورسٽيءَ جون جايون ، لائبريري ۽ رانديون هڪ اهڙيءَ فضا ۾ آهن، جو تفريحگاهه ٿيون معلوم ٿين ۽ جن کي ڏسي حيرت ٿي وڃي. قومي جذبي انسان کان ڪهڙيون ڪهڙيون قربانيون ڪرايون آهن. ماڻهوءَ

ڪي مرڻ وقت، قوم ياد هئي، ۽ نه اولاد ۽ پيٺ! مون جيئن تو هان ڪي اڳئين خط ۾ ٻڌايو آهي، ته آئون ڊاڪٽر انگرم بلاڪ وٽ رهيل هوس. جو ڊاڪٽر بلاڪ جنهن وٽ آئون رهان ٿو، تنهن جو پاءُ آهي: ڊاڪٽر بلاڪ يونيورسٽيءَ ۾ فزڪس جو پروفيسر آهي ۽ سندس عمر ٻٽيهه سال آهي. آمريڪا جي فزڪس جي علم ۾ ڪافي خدمت ڪئي اٿس. جاپان تي جيڪي به ائٽم بم ڪريا هئا، انهن جي ٺاهڻ ۾ سندس هٿ هو. اُهي مخصوص سائنسدان جيڪي ائٽم بم تي ڪم ڪري رهيا هئا، انهن مان هڪ ڊاڪٽر بلاڪ به آهي. يعني ان وقت سندس عمر ٽيويهه سال هئي. آئون ڊاڪٽر بلاڪ ۽ سندس زال جو ست ڏينهن مهمان رهيس ۽ سندس علم جو قائل ٿي آيس.

وينڊربلٽ يونيورسٽيءَ ۾ استادن ۽ شاگردن سان ملڻ ۽ ساڻن گفتگو ٿي. يونيورسٽيءَ جي استادن ڏينهن جي ماني ڪئي هئي، جتي ڪولمبيا يونيورسٽيءَ جو مشهور پروفيسر ڊاڪٽر موٽن مليو، جو به اُن وقت هڪ تقرير جي سلسلي ۾ آيو هو. ڊاڪٽر مارٽن آمريڪي حڪومت جي طرفان آمريڪي معاشري تي ڪجهه معلومات گڏ ڪري رهيو آهي. اسان ٻنهي ڪافي گفتگو ڪئي ۽ اسان ٻنهي جو ساڳيو دوست نڪتو، جو آهي ڊاڪٽر وئليس. هو ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ بين الاقوامي قانون جو پروفيسر آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ منهنجو مهمان هو. وينڊربلٽ سان گڏ فسڪ ۾ به پروگرام هو.

فسڪ يونيورسٽي آمريڪا جي وڏي ۾ وڏي ۽ پراڻي ۾ پراڻي شيدين جي يونيورسٽي آهي. استاد به سڀ شيدي آهن. فسڪ جو پريزيڊنٽ ڊاڪٽر جانسن منهنجو دوست آهي. آئون جڏهن اٺاويهين جنوريءَ تي نيويارڪ پهتو هوس، ته ڊاڪٽر سان وٽني فائونڊيشن ۾ ملاقات ٿي هئي. ڊاڪٽر جانسن آمريڪي شيدين لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي. ڪيس آمريڪا ۽ ٻاهرين ڪيترين يونيورسٽين اعزازي ڊگريون ڏنيون آهن.

فسڪ هڪ آمريڪي جنرل جو نالو آهي. سن 1960ع واري گهرو لڙائي ۾، جيڪا شيدين جي آزادي تان لڳي هئي، جنهن جو مون ذڪر اڳي ڪيو آهي، هي جنرل ٽيننسي آيو ۽ اتي هن يونيورسٽيءَ کي قائم ڪيو. هي جنرل سفيد آمريڪي هو ۽ غلاميءَ جي خلاف لڙي رهيو هو. فسڪ ۾ وڃڻ شرط توهان ڏسندا ته غريبن جي يونيورسٽي آهي. شيدي شاگرد ويچارا سفيدن جي مقابلي ۾ غريب ٿي نظر آيا. پستي سندن پيشانين تي لکيل هئي. استادن جي به اها حالت آهي. مون ماني سندن ڊائننگ هال ۾ کاڌي. اُتي فرنيچر، سامان ۽ کاڌو به بيڪسيءَ جو اظهار ڪري رهيا هئا. مون کي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ تقرير ڪرڻ جو موقعو مليو. تقريباً ٻه سؤ کن ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون يونيورسٽيءَ جي مٿين درجن جا هئا. سندن ڇهرن ۽ اکين مان مون کي اهو ماحول ياد آيو، جڏهن اسان غلام هئاسون ۽ انگريز اسان تي حڪومت ڪندا هئا. مون کي شاگردن جي روش مان ائين معلوم ٿيو، ته ڇڻ دنيا کي ڪٽي باھ ڏين. مون

ڪي سندن خاموشي ۽ گفتگو بلڪل اهڙي لڳي، جهڙي اسان جا نوجوان انگريزن جي حڪومت ۾ ڪندا هئا. تنهن مان ڏاڍي راحت حاصل ٿيم. ممڪن آهي ته هنن نوجوانن جي دلين ۾ نيون اُميدون پيدا ٿيون هجن! ڪين خبر هئي ته آئون ويندربلٽ مان به ٿي آيو آهيان ۽ پوءِ وٺن آيو آهيان. ڪين اها خبر هئي، ته منجهائن هڪ ويندربلٽ ۾ پير به پائي نٿو سگهي. نيشويل ۾ شيدين جي جيڪا حالت ڏٺم، اُن جو بيان پوءِ ڪندس. هاڻي مون کي يقين ٿيو آهي، ته آمريڪا اڃا قوميت جي نظرين جي بلندي کي نه پهتي آهي. مگر وقت ڏاڍو تيزيءَ سان سبق ڏئي ٿو. دنيا ڪافي ڦري چڪي آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ انسانيت جي خون کي ڪڏهن به معاف نه ڪندو، مظلوم جي آهه آسمان تي پهچي ٿي. مگر هڪ ڳالهه ٻڌايانو ته آمريڪا جي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ شيدي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو تعداد انگلينڊ جي مجموعي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کان – جي انگلينڊ جي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ آهن، ڏيڍوڻو آهي. هڪ طرف ايڏي تعليم ۽ ٻي طرف ايتري ذلت، بيعزتي ۽ مسڪيني! چوندا آهن ته جنهن انسان جي خودداري ۽ خود شناسيءَ کي صدمو رسندو آهي، اهو ڇريي جي مثال ٿيندو آهي ۽ هن کان ڪوبه خطرناڪ گناهه ممڪن ٿي سگهي ٿو. سائين، علم کان پوءِ بيعزتي سهڻ ڏاڍو مشڪل معاملو آهي!

اڇو ته ڪولمبيا يونيورسٽي هلون، هن يونيورسٽيءَ جي ذڪر ڪرڻ کان اڳ آئون اهو ٻڌايان

ته هتي آمريڪا جي يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ منهنجا ڪافي آمريڪي استاد دوست آهن، جنهن ڪري معلومات ملڻ ۾ آساني رهي آهي. ان سان گڏ هتي آمريڪا ۾ سنڌ مسلم ڪاليج مان هڪ پروفيسر چار ليڪچرار ۽ ڇهه شاگرد اعليٰ تعليم لاءِ آيل آهن، انهن مان چار ڄڻا ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ آهن، مون توهان کي پنهنجو ۽ پروفيسر، مختيار جو فوٽو موڪليو هو. هنن دوستن جي هئڻ ڪري يونيورسٽيءَ کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۾ اجا به وڌيڪ سهوليت ٿي.

ڪولمبيا يونيورسٽي، جيئن مون چيو آهي، آمريڪا جي وڏي ۾ وڏي يونيورسٽي آهي، منجهس تقريباً پنجويهه هزار شاگرد تعليم وٺن ٿا. يونيورسٽيءَ جون جايون، لئبرريون ۽ لئبارٽريون ڏسي حيرت لڳي ٿي وڃي. يونيورسٽيءَ جي بجيٽ اٽڪل سوا ڪروڙ ڊالر آهي. آمريڪا جو موجوده پريزيڊنٽ آئزن هاور هن يونيورسٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. چونڊجڻ کان پوءِ استعفيٰ ڏنائين. هن يونيورسٽيءَ ۾ تقريباً پنج هزار شاگرد دنيا جي ٻين ملڪن مان آيل آهن ۽ تعليم وٺن ٿا. هن ۾ شيدي شاگردن کي به داخل ڪيو ويندو آهي، مگر سواءِ هڪ شيدي عورت جي يونيورسٽيءَ جي استادن ۾ ڪوبه شيدي نه آهي. اها عورت به ڇوڪرين جي ورزش ۽ راندين جي ڪم جي نظام تي آهي.

ڪولمبيا يونيورسٽي هڪ عجيب تعليمي دنيا آهي. يونيورسٽيءَ کي آمريڪا جي حياتيءَ ۾ وڏو دخل آهي. هتان جا پروفيسر آمريڪا جي سياسي، اقتصادي،

تهذيبي ۽ ادبي زندگيءَ  جي هر شعبي ۾ وڏو ڪم ڪري رهيا آهن. اهڙين يونيورسٽين جو نظام ڏسي دل مان آهه نڪري ٿي ته اي پروردگار! اسان جي ملڪ جا اهڙا ڏينهن ڪڏهن ايندا. يونيورسٽيءَ جي هر در و ديوار تي قوم جي فردن جون قربانيون لکيل آهن. ماڻهن جي مفاد کي نه جيئري ۽ نه مُئي وساريو آهي! نيويارڪ جي ڪاليج ۾ ويس جتي منهنجي دوست ٻين رائيٽ ڪم ڪندي هئي.

ٻين هن وقت هندستان ۾ آمريڪي سفارتخاني ۾ تعليمي ۽ تهذيبي آفيسر مقرر ٿيل آهي. ڪاليج نيويارڪ ميونسپالٽيءَ جو آهي. عموماً هن  ۾ شاگرد سڀ ڏينهن جو يا رات جو پڙهڻ ايندا آهن. منجهس رهڻ جو انتظام نه آهي.

ڪولمبيا يونيورسٽي جي هاسٽلن کي ڏسي، هوٽل ميٽروپول ۽ پئليس هوٽل ياد آيا. هوٽل جي ماحول کي ڪڍي ڪٽي چوڪرن جا ڪمرا ٺاهيو. قومون ترقي تڏهن ڪنديون آهن. جڏهن نوجوانن جي حياتيءَ ۾ جسماني ۽ روحاني خوشي پيدا ٿيندي آهي. گندي ماحول ۾ گندي ذهنيت پيدا ٿيندي آهي. حقيقت ۾ صحيح دماغ، صحيح ماحول جي پيدائش آهي.

**(”الوحيد“ 20- جون 1953ع)**

## (18)

توهان کي اڳيان به خط مليا هوندا. اجهو هي خط توهان کي اڄ تاريخ پنجين جون شام جو لکي رهيو آهيان. انشاءَ الله تعاليٰ سڀاڻي ڇنڇر ڏينهن شام جو هتان نيويارڪ مان هوائي جهاز رستي نڪرندس ۽ گهر ڏانهن رخ رکندس. توهان وٽ اٺويهين جولاءِ تي پهچندس. جن ملڪن مان ٿيندو ايندس، ان جو احوال هن خط جي آخر ۾ ڏيندس.

گذريل اٺڪل ارڙهن ڏينهن ڏاڍا سبق وارا گذاريا اٿم. توهان کي اڳئين خط موڪلڻ وقت مون کي به دعوت ناما آيا هئا: هڪ ڪئنساس سٽي مسوري يونيورسٽيءَ کان ۽ ٻيو ڪئنساس اسٽيٽ يونيورسٽي لارينس کان. اهي دعوت ناما پريزيڊنٽ ڊيڪر ۽ پريزيڊنٽ مرفي وٽان آيل هئا. هن موقعي تي مون نه فقط ملڪ ڏٺو، مگر آمريڪا جون کي بهترين يونيورسٽيون ۽ اسڪول به ڏٺم. موٽندي پريزيڊنٽ روزويلٽ اسڪول واشنگٽن ۾ ڏٺم ۽ نيويارڪ سٽي اسڪول به ڏٺم. ڪئنساس اسٽيٽ جو شاني مشن اسڪول پڻ ڏٺم. هن اداري جو ٿورو بيان ڪندس- پهرين اوهان کي اهو ٻڌايان ته رستو ڪهڙو ورتم. آئون ريل رستي مسنائي کان سينٽ لوئيز ۽ پٽس برگ کان ٿيندو آيس. هي شهر آمريڪا جي هنري ڪمالات جا گهر آهن ۽ هنن شهرن جي انچ انچ تي لوهه ۽ ڪوئلي جو نشان آهي. ڪارخانن کي ڏسي مون تي هيبت

طاري ٿي وئي. اهو هڪ خاص دلچسپ بيان ٿيندو. هڪ- هڪ ڏينهن هر شهر ۾ گذارڻ ڪان پوءِ، ڪئنساس سٽي مسوريءَ ڏانهن رخ رکيم. پريزيڊنٽ ڊيڪر منهنجي رهڻ جو انتظام ’محل باڪ‘ هوٽل ۾ ڪيو هو، جنهن جي خرچ ڏيوالو ڪڍائي ڇڏيو. خير اهي خرچ جون ڳالهيون پوءِ. توهان کي هن يونيورسٽيءَ ۽ ڊاڪٽر بابت ڪجھ ٻڌايان.

ڊاڪٽر ڊيڪر مرحوم لياقت علي خان جي حياتيءَ ۾ آمريڪي فرم سان سن 1949ع ۾ پاڪستان آيو هو. مرحوم لياقت علي خان کي آمريڪا جي پريزيڊنٽ ٽرومن طرفان آمريڪا اچڻ جي دعوت ڏني هئائين. منهنجو ان وقت واقف ٿيو. مرحوم لياقت علي خان جڏهن آمريڪا آيو هو، تڏهن ڪيس ڪئنساس سٽي مسوري يونيورسٽيءَ ۾ اعزازي ڊگري ڏني وئي هئي. مون کي هن يونيورسٽيءَ جي ڏسڻ ۾ ڪافي دلچسپي هئي. مون يونيورسٽيءَ ۾ جنهن جاءِ تان مرحوم وزير اعظم کي ڊگري ڏني وئي هئي. اُها جاءِ ڏٺي- هڪ لوهه جي ٽڪر تي اها حقيقت لکيل ڏٺم، جا پٿر جي ديوار ۾ لڳل هئي. ايڪٽيهين مئي تي يونيورسٽيءَ جي ڪانووڪيشن هئي ۽ مون کي پريزيڊنٽ ڊيڪر اُن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ دعوت ڏني هئي.

آئون هن شهر ۾ اٺاويهين مئي تي پهتس ۽ پهرين جون تائين رهيس. اٽٽيهين مئي ڪئنساس اسٽيٽ ڏي ويس. جتي شاني مشن اسڪول، جانسن ڪائونٽي ۾ ڏٺم. اسڪول ۾ ٻه ڪروڙ ڊالر خرچ ڪيا ويا آهن! اسڪول

۾ ڇويهه سؤ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پڙهن ٿيون. هنن مان اٽڪل ارڙنهن سؤ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پنهنجن موٽرن ۾ اسڪول پڙهڻ لاءِ اچن ٿا. اسڪول ڏانهن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ مفت بسون هلن ٿيون. شاگرد تقريباً پنجٽيهه يا ٽيهه ميلن تان به هر روز اچن ٿا.

ٿيهين مئي تي آئون ڪئنساس اسٽيٽ يونيورسٽي، لارينس ۾ ويس. ڪئنساس يونيورسٽي وچ آمريڪي حصي ۾ وڏي ۾ وڏي يونيورسٽي آهي. منجهس ٻارهن هزار شاگرد آهن. شيدي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي داخلا ڏني ويندي آهي.

ٻي هڪ ڳالهه جي خبر پئي، ته پاڪستان کي جيڪا آمريڪا مان ڪڻڪ ملي آهي، اُها ڪئنساس اسٽيٽ مان ايندي. مسٽر ڊارلنگٽن، هڪ دوست ان اسٽيٽ جي سير تي وٺي هليو. ڇا ٻڌايانوَ سؤ ميلن ۾ هليا هلو، نظر ڊوڙايو ته نظر ڪٿي وڃي- موٽر ڊوڙايو ته ٻئي طرف نه پهچو! زمين اهڙي جهڙو جهوڪ ۽ شاهه ڪريم وارو پوٺو. خبرنه آهي ته توهان ڪورواهه طرف ويا آهيو يا نه. خير ان کان پوءِ مون کي ڪڻڪ جي رکڻ جون جايون ڏيکاريون ويون. ڇا ٻڌايانوَ- انتظام ڏسڻ وٽان آهي. اٽڪل ڏيڍ سؤ يا به سؤ نوان پائيپ اٽڪل پنجاهه فوٽن جي ڊاياميٽر جا ٿهيل آهن، جن ۾ مشينون مٿان ڪڻڪ وجهن ٿيون ۽ هيٺان ڪنهن به وقت ڪڍي سگهجي ٿي. توهان کي هتي آمريڪا جا وڏا ۽ بهترين ڪاڌي جي شين ٺاهڻ جا ڪارخانا ملندا. اهڙي هڪ ڪارخاني ۾ ويس، جهن ۾ پندرنهن هزار ماڻهو

ڪم ڪن ٿا ۽ هر هڪ مزور گهٽ ۾ گهٽ ويهه ڊالر روز ڪمائي ٿو. ڪئنساس اسٽيٽ ۾ جيتري ڪڻڪ ٿئي ٿي ايتري دنيا جي ٻئي ڪنهن به حصي ۾ نٿي ٿئي. هن ملڪ ۾ هڪ قسم جا نار اليڪٽريءَ تي ڏٺم، جنهن جو ذڪر پوءِ ڪندس.

ڪئنساس يونيورسٽيءَ جي شاگردن جي يونين جي تازي ٺهيل جاءِ ڏٺم، جنهن تي سوا ڪروڙ ڊالر خرچ ڪيا ويا آهن. جاءِ اسان جي گورنر جنرل هائوس کان به وڏي ۽ ايئرڪنڊيشنڊ آهي. هن يونيورسٽيءَ ۾ هڪ پاڪستاني شاگرد ڏٺم جيڪو سيالڪوٽ کان آيل هو.

ڪئنساس سٽي مسوريءَ ۾ چار پاڪستاني شاگرد آهن. انهن ۾ هڪ ڇوڪري به آهي، ٻه ڇوڪرا لاهور کان آيل آهن ۽ هڪ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ڪوئيٽا کان. هنن شاگردن سان ملڻ ٿيو. رات جو پاڪستاني ماني کارايائون، جنهن ۾ ڪجهه سندن آمريڪي دوست به هئا. هن دعوت ۾ ڊاڪٽر رائلن ليوٿيرين مذهب جو پادري به هو. جيئن ته مون کي ايڪٽيهين تاريخ آچر ڏينهن صبح جو سندس ديول ۾ تقرير ڪرڻي هئي. ان ڪري ڪيس دعوت ڏئي گهرايو ويو هو. کاڌو ڏاڍو سٺو هو. سڀني آمريڪين کي پسند آيو ۽ ڊاڪٽر رائلن به تعريف ڪئي. صبح جو جڏهن آئون سندس ديول ۾ ويس، ته مون کي چيائين ته ”غلام مصطفيٰ، کاڌو ڏاڍو سٺو هو، مگر ايترو ته گرم هو ۽ ايتري ته اڃ ڪيائين جو رات سڄي خوابن ۾ گذري اٿم.“ مون کي ويچاري تي رحم آيو.

مرچن ويچاري سان ڪلور ڪيا هوندا. آئون پنهجي حال ڪي مخفي رڪان ٿو، ايڪٽيهين تاريخ آئون ڪانووڪيشن ۾ شامل ٿيس ۽ ٻي جون تي نڪتس، واٽ تي واشنگٽن ويس، ۽ پريزيڊنٽ روزويلٽ اسڪول ڏٺم.
آمريڪا ۾ ٽي وڏا اسڪول آهن: هڪ نيويارڪ اسڪول، ٻيو روزويلٽ اسڪول ۽ ٽيون شاني مشن اسڪول، جنهن جو ذڪر اڳ ۾ ڪيو اٿم. ٽي جون تي صبح جو نيويارڪ پهتس ۽ هتي نيويارڪ اسڪول ڏٺم ۽ واپس اچڻ جي تياريءَ ۾ لڳس.
پهرين هڪ ٻي ڳالهه ٻڌايانوَ، توهان کي ياد هوندو، ته اپريل جي شروع ۾ جڏهن آئون نيويارڪ آيو هوس، ته مون ريڊيو سٽي ميوزڪ هال جو ذڪر ڪيو هو. مون کي مسٽر هيڪر مئنيجر کان ان جي باريڪ طرح ڏسڻ جي دعوت آيل هئي ۽ ڪالهه آئون ۽ منهنجو دوست پروفيسر مختيار اُهو ڏسڻ وياسون. اسين هن فريبي دنيا جا قائل ٿي ٻاهر نڪتاسون. هي ڪو معمولي ٿيئٽر نه آهي. جنهن پيماني تي نظام ۽ انتظام هلي رهيو آهي. اُن تي حيرت ٿي وئي. سڄو اسٽيج پنجاهه فوٽ ٻگهو ۽ هڪ سؤ فوٽ ويڪرو آهي. اسٽيج ڇهن ٽڪرن ۾ آهي، جيڪي ٽڪرا فقط هڪ بٽڻ دٻائڻ سان چوويهه فوٽ هيٺ زمين ۾ وڃي سگهن ٿا يا ستاويهه فوٽ مٿي. هر هڪ ٽڪر جي تور سٺ ٽن آهي. هر ٽڪر ۾ طبقا ٺهيل آهن. مون توهان کي ٻڌايو هو، ته سڄو هال اسان جي خالقڏني هال کان ڏهه يا ٻارهن دفعا وڏو آهي، مگر هڪ ٿنڀ نه اٿس. سڄو ايئر ڪنڊيشنڊ آهي. جاءِ ۾ ڪارخانا

ڏسي عجب لڳم. هن ٿيئٽر کي پنهنجو ڊاڪٽر، پنهنجو سرجن ۽ چار نرسون رکيل آهن. ٿيئٽر جي مشينن کي سنڀالڻ واري کي مهيني ۾ ٽي هزار ڊالر پگهار ملي ٿو. اسان کي گهمائي ڦيرائي ڪجھ ڪتابن جي تحفي سان ٻاهر آندو ويو.

ريڊيو سٽي ميوزڪ هال هڪ طلسم جي جاءِ آهي.

هن دفعي نيويارڪ ۾ گهمڻ جو نه خيال هو ۽ نه وقت هو. مون کي اجا ڪافي ملڪن مان ٿي اچڻو هو، ان ڪري انهن لاءِ ويزا وٺڻ ۾ وقت صرف ڪيم، هنن ملڪن جي ويزائن وٺڻ تي پنجهٺ ڊالر خرچ ٿيا. اهو به وڏو ويل آهي. توبھ!

ڪالھ آمريڪي ايڪسپريس ڪمپنيءَ مان ٽڪيٽون هٿ ڪيم ۽ اجهو هن طرح واپسي ٿيندي. سفر هن طرح رٿيو اٿم:

سياٽي ڇهين تاريخ جو هتان نڪرندس ۽ مانٽريال يعني ڪئناڊا ويندس. پوءِ هن طرح مانٽريال (ڪئناڊا)، پريسٽوڪ (اسڪاٽليند)، لنڊن، امسٽرڊام، هاليند، ڪوپن هيگن (ڊينمارڪ)، هيلسنگي (فنليند)، اسٽاڪهوم (سئيڊن)، پئرس (فرانس)، مئڊرڊ (اسپين،)، زيورچ (سئٽزرليند)، روم (اٽلي)، قاهره (مصر) ۽ پوءِ ڪراچي. هر هڪ ملڪ کان 3 کان 4 ڏينهن تائين رهڻ جو ارادو آهي. انشاءَ الله اٺويهين جولاءِ تي ڪراچي پهچندس. مطلب ته واپس ڪراچي هوائي اڏي

تي پهچڻ وقت ڪيسي ۾ پائي نه هوندي. پنهنجي پاءُ نجم الدين کي اپيل ڪئي اٿم.

سائين منهنجا انشاءَ الله هيءُ سفر پورو ڪري اچي توهان جو ديدار ڪندس. الله تبارڪ و تعاليٰ توهان کي خوش رکي. اسان کي به دعا ڪندا. جتي به فرصت ملي. اُتان توهان کي لکندو رهندس. البت هيءُ ڏينهن درويشيءَ ۽ قلندريءَ ۾ گذرندا. آئون پنجن هوائي ڪمپنين جي جهازن ۾ سوار ٿيندس: ڪلونيل ايئرويز، بي.او. اي. سي، ڪي. ايل. ايم. اسڪنڊينوين ڪمپني، فنش ايئر سئيز ڪمپني ۽ ٽي. ڊبليو. اي. قاهره کان ڪراچيءَ تائين ڪي. ايل. ايم ۾ ايندس. هن دفعي سفر ۾ فقط ٿيويهين سيرن جو بار کڻڻ جي اجازت آهي. ٿيويهين سيرن ۾ ڇا ايندو ان جي خبر اٿوَ!

هيءُ آمريڪي سفر ۽ ان جو بياني احوال پورو ٿيو. تنقيدي احوال واپسيءَ تي شروع ڪندس، مگر هڪ مزيدار ڳالهه ٻڌايانوَ. منهنجو هڪ عزيز دوست آهي، جنهن کي عموماً غصو تمام گهٽو لڳندو آهي. ڪاڪو دين محمد عليگ شاهد آهي. چند ڏينهن ٿيندا ته هن بزرگ دوست سخت شدت سان لکيو آهي، ته آئون بيڪار آهيان، سواءِ لکڻ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي ٻيو ڪجھ به نه ڄاڻان. مطلب ته سندس نظر ۾ آئون بلڪل خبرنه آهي ته ڇا آهيان؟ ڇو؟ سو فقط هن ڪري ته آئون فوٽوگرافي ڪونه ڪري سگهيس ۽ نه ڪئميرا ورتي اٿم.

پير علي گوهر منهنجو عزيز ۽ پراڻو دوست آهي. خدا کيس سکي ۽ متمول ڪيو آهي. سندس فوٽوگرافيءَ سان دلچسپي تڏهن کان هئي، جڏهن اسين سنڌ مدرسي ۾ پڙهندا هئاسون. جڏهن پير صاحب هزار رپين جي ڪئميرا وٺندو هو، تڏهن مون وٽ ملباري جي چانهه لاءِ ٽڪو به گهڻو ڪري نه هوندو هو. پير صاحب ڪاوڙ ۾ لکيو آهي، ڪهڙو نه سٺو ٿئي ها جو آئون هنن ملڪن ۾ اهڙين خوبصورت جاين جا فوٽو وٺي اچان ها. مون کي کل آئي. پير صاحب کي ڪهڙي خبر ته جيڪڏهن آئون هڪ ڪئميرا وٺان، ته منهنجو هڪ مهيني جو پگهار چٽ. وري هيءَ دلچسپي اهڙي جو مهيني ۾ گهٽ ۾ گهٽ چوٿون حصو پگهار جو ته کاڄي وڃي. سو سائين، اسان جو هي حال ۽ مثال ”پاڻ نه پالي، ڪتا ذاري“ وارو قصو ٿي پوي. آئون ڪاڪي دين محمد عليگ کي اپيل ڪندس، ته پير علي گوهر جي ڪاوڙ ٿڌي ڪري. اسين ماستر، لکڻ، پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ پيٽ پالڻ ۾ پورا آهيون. دعا ڪندا.

**(”الوحيد“ 1- جولاءِ، 1953ع)**

# (19)

هيءُ خط اوهان کي انگليند مان لکي رهيو آهيان. منهنجا اڳيان خط توهان کي مليا هوندا. اجهو هيءُ آهي وڏيڪ احوال:

عرض ته ڇهين جون سن 1953ع جي شام جو ٽين بجي آئون پروفيسر مختيار گڏجي لاگارڊيا هوائي بندر تي نيويارڪ ۾ آياسون. خبر ملي ته ڪلونيل اسڪاءِ ماسٽر هڪ ڪلاڪ ليٽ آهي. جنهن ڪري ترسياسون. حرارت ان ڏينهن ايڪانوي ڊگري هئي ۽ هوا سخت گهميل هئي. نيويارڪ ۾ ڪابه برسات چند ڏينهن ٿيا ته نه پيئي هئي ۽ ان ڏينهن برسات ۽ طوفان جا آثار هئا. خير، اسان کي هوائي جهاز ۾ چڙهڻ لاءِ چيو ويو ۽ اسين سامان هٿن ۾، ڪلهي تي مٿي تي کڻي، جهاز ڏانهن هلياسون. ان خيال سان ته پورن ساڍن ڇئن مهينن کان پوءِ گهر ڏانهن رخ رکيو اٿم، خوشي ٿي ڏني.

جهاز ڏانهن نگاهه ڪيم ته مشينون به ڏٺم، هن کان اڳي سڄو سفر ڇئن مشينن واري جهاز ۾ ڪيل هو. دل ۾ ٿوري ٿوري هٻڪ پيدا ٿي، مگر اسين ماسٽر توڪل جي ترهي کي اصل ڪونه ڇڏيون. جهاز ۾ چڙهياسون. اسين ٻاويهه مسافر هئاسون. چڙهڻ کان پوءِ پنجن منٽن ۾ اسين نيويارڪ مٿان اڏامي رهيا هئاسون. جنهن ڏينهن آئون نيويارڪ آيو هوس، ته ائڊلوائيلڊ هوائي بندر تي لٿو هوس، جونيويارڪ کان گهڻو ٻاهر آهي. لاگارڊيا بندر نيويارڪ شهر جو بندر آهي ۽ جنهن جو نالو مسٽر لاگارڊيا نيويارڪ جي ميئر جي نالي سان آهي. هن هوائي بندر تي فقط اندروني هوائي آمدورفت ٿيندي آهي. خير جهاز مانٽريال (ڪئناڊا) جو رخ رکيو. خبر ملي ته پوڻا ٻه ڪلاڪ سفر آهي. هوائي جهاز پنهنجي رفتار ورتي ۽ اسان آمريڪا کي خدا حافظ چيو.

جڏهن ڪئنادا جي اراضيءَ ۾ آياسون، ته اسان کي ات برسات ۽ طوفان اچي ورتو، جنهن جو اڳ انديشو هو. ڪجهه هيٺ مٿي حرڪتون ۽ لوڏا جي اسان کي پوئين اڌ ڪلاڪ ۾ مليا، تن کان بچي اچي مانٽريال جي هوائي اڏي جروال تي پهتاسون. سردي مختصر هئي. مگر ته به ڏگهي گرم ڪوٽ جي ضرورت پئي.

آئون ان وقت مئڪگل يونيورسٽيءَ جي دعوت تي وڃي رهيو هوس، جيئن ته جهاز ليٽ هو، ان ڪري به دوست جيڪي هوائي جهاز تي ملڻ آيا هئا، اتي ويا هليا. جڏهن هوائي جهاز کان ٻاهر نڪتس، ته مون کي هڪ پوليس آفيسر هڪ پرزو ڏنو، جنهن ۾ هوٽل وغيره جو احوال هو. پروفيسر ڪارٽيول سمٿ اهو پرزو ڇڏيو هو ۽ اسين ڪسٽمس کان آزاد ٿي ٽيڪسي موٽر ۾ چڙهياسون. اسان کي ڪنهن به تڪليف يا رد و بدل کي منهن نه ڏيڻو پيو، ڇو ته اسين ڪامن ويلٿ ملڪ ۾ آيا هئاسون. نه ويزا جي پڇا نه ڪسٽمس جي. اسين سامان کڻي بارڪلي هوٽل ۾ آياسون ۽ مخصوص ٿيل ڪمري ۾ وياسون. پروفيسر مختيار کي پاڻ سان ڪئنادا زبردستيءَ آندو هوم، مگر اچڻ کان پوءِ خوش ٿيو. اسين مانٽريال شهر ۾ هئاسون ۽ شهر هوائي اڏي کان ارڙهن ميل پري آهي.

هاڻي توهان کي ڪجهه ڪئنادا بابت ٻڌايان. اتر آمريڪا جي گرين لئنڊ کي ڇڏي باقي چار حصا آهن: هڪ الاسڪا، ٻيون ڪئنادا، ٽيون آمريڪي رياستهائي متحده (جنهن کي اسين فقط آمريڪا سڏيون ٿا) ۽

چوٿون ميڪسيڪو. هنن ٽڪرن ۾ڪئنابا وڏي ۾ وڏو حصو آهي. مگر آمريڪا سڀ کان طاقتور آهي. الاسڪا آمريڪا جي هٿ ۾ آهي ۽ ميڪسيڪو جي ڌرتي ڳچي آمريڪا جي هٿ ۾ آهي. آمريڪا جي مقابلي ۾ ڪئنابا ويچارو ملڪ آهي.

ڪئنابا ڪامن ويلٿ ۾ آهي. اهڙي نموني جهڙي نموني پاڪستان، سن 1868ع ۾ ڪجهہ لڙاين ۽ ردوبدل کان پوءِ انگريزن ڪئنابا کي خودمختاري ڏني، ۽ ڪئنابا انگلينڊ سان ناتا ٽوڙيا. ڪئنابا ۾ جيڪي ماڻهو رهن ٿا، اُهي انگريزن ۽ فرينچن جو اولاد آهن. ڪئنابا ۾ اٽڪل هڪ ڪروڙ ماڻهو رهن ٿا.انگريزي ۽ فرينچ ٻيئي سرڪاري ۽ دفتري زبانون آهن. اهو اسان جهاز کان نڪرڻ شرط محسوس ڪيو. هر نوٽيس، هر اطلاع ۽ نشان ٻنهي ٻولين ۾ لکيل هو. هر قسم جي هدايت ٻنهي زبانن ۾ لکيل هئي. ڪئنابا جي پارليامينٽ ۾ ٻيئي ٻوليون هلن ٿيون ۽ قانون ٻنهي زبانن ۾ لکيل آهن. اسين مانٽريال ۾ گهڻو ڪري فرينچ حصي ۾ هئاسون.

ڪئنابا جي اڀرندي حصي ۾ اوٽاوا تائين فرينچ گهڻا آهن.مگر اوٽاوا کان اولهندي ۾ گهٽ آهن. ڪئنابا ۾ چاليهه سيڪڙو فرينچ آهن ۽ سٺ سيڪڙو انگريزن جو اولاد. مانٽريال ڪئنابا جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي ۽ منجهس پنجهٺ سيڪڙو فرينچ آهن. ٻه يونيورسٽيون آهن: هڪ مئڪگل، جنهن جا اسين مهمان هئاسون. هن ۾ تعليم انگريزي ۾ آهي ۽ ٻي مانٽريال يونيورسٽي، جنهن

۾ فرينچ ٻوليءَ ۾ تعليم ڏني وڃي ٿي. ڪئنيڊا جي گاديءَ جو هنڌ اوٽاوا آهي.
مانٽريال لارينس نديءَ تي نيويارڪ کان پوءِ اتر آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو هوائي ۽ بحري بندر آهي. پئرس کان پوءِ ٻيو نمبر فرينچ وڏو شهر آهي. ڪيس اتر آمريڪا جو پئرس سڏيو وڃي ٿو. لارينس ندي ۽ ڍنڍ اٺ مهينا سال جا کليل آهن ۽ چارمهينا سرديءَ ۾ ڄمي برف ٿي پونديون آهن.مانٽريال هڪ ٻيٽ تي ٻڌل آهي ۽ سندس آدمشماري اٽڪل سورنهن لک آهي.
اسان جي اچڻ کان پوءِ اٺين بجي، رات جو پروفيسر سمٿ اسان وٽ آيو ۽ ماني گڏجي کاڌيسون. رات جو ساڍي يارهين بجي تائين ماني به کائيندا رهياسون ۽ ڳالهيون به ڪندا رهياسون. پروفيسر سمٿ مئڪگل يونيورسٽيءَ ۾ اسلامي تدريس جو ڊائريڪٽر آهي. علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ اٺ سال پڙهايو اٿس ۽ پاڪستان ۾ به ڪافي دوست اٿس. اٽڪل سال کن ٿيندو ته پاڪستان ويو هو. ڪيس وڏو افسوس هو، ته اسان جي بزرگ وائيس چانسلر محترم آءِ آءِ قاضيءَ سان ملي نه سگهيو. مون کي ٻڌايائين ته قاضي صاحب جي ٻن شاگردن الله بخش بروهي ۽ پروفيسر قاضي مرتضيٰ، جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اردوءَ جو پروفيسر آهي، تنهن سان مليو هو. اميد ڪيائين ته ٻئي سال پاڪستان ويندو. ڪيس ڪجهه پروگرام آهي، جنهن لاءِ استادن ۽ شاگردن جي مدد وٺندو.

اسان ڪئنادا جي تعليمي، اقتصادي ۽ قومي معاملات تي ڳالهيون ڪيون ۽ چند ڳالهيون واضح ٿيون: ڪئنادا تي اخلاقي ۽ تعليمي اثر انگريزن جو آهي. ڪئنادا برٽش ڪامن ويلٿ جو ميمبر آهي، مگر ٻين حالتن ۾ مٿس آمريڪا جو اثر آهي. عملي طرح ڪئنادا جي سياست تي آمريڪا جو وڏو اثر آهي، جنهن کان هو ناخوش آهي. ڪئنادا جو نظام آمريڪي نظام آهي. ڪئنادا ۾ سٺ سيڪڙو سرمايو آمريڪا جو آهي. مون آمريڪا ۾ ڪيترا ماڻهو ڏٺا جيڪي ڪئنادا کي آمريڪا جي ٻيڻڪ سمجهن ٿا. ڪئنادا جا ماڻهو جفاڪش آهن. سندن ملڪ ۾ سخت سردي هئڻ ڪري بلڪل ٿورا ٻاهريان ماڻهو اچن ٿا. انهيءَ ڪري جيتوڻيڪ آمريڪا کان پکيڙ ۾ ٻيڻو ملڪ آهي. تڏهن به آدمشماري گهٽ اٿس (آمريڪا پندرهن ڪروڙ ته ڪئنادا هڪ ڪروڙ) ڪئنادا جو اقتصادي معيار آمريڪا کان به بلند آهي. سنجيدگي ۽ تدبر آمريڪا ۾ گهٽ ملندو ۽ ڪئنادا ۾ وڌيڪ. آمريڪي انفراديت، آمريڪا ۾ هڪ قسم جي عجيب درندگي پيدا ڪئي آهي. پر اخلاص، روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪئنادا ۾ گهڻو ملندو. ٻيئي خوبصورت ملڪ آهن. فطرت ڪين اُهي سڀ حالتون ڏنيون آهن، جن جي ڪري قومن کي اچڪلهه بلند سمجهيو وڃي ٿو.، جنگين ۽ جنگي مقامات کان پوءِ، کيس ڪوشش ۽ سعي جي نتيجن ماڻڻ جون سڀ سهوليتون نصيب آهن. اهو اٽل اصول آهي ته ضرورت کان وڌيڪ ثروت، تونگري ۽ خوشحالي

بداخلاقيءَ جو بنياد آهي. غريبيءَ ۽ فقر ۾ بداخلاقيءَ کان بچڻ آسان آهي. مگر دولت، مال ۽ عياشيءَ ۾ بداخلاقيءَ کان بچڻ مشڪل آهي! خير-

اسين ٻئي ڏينهن مانٽريال جي پسگردائيءَ ۾ اٽڪل چاليهه ميل پري ڳوٺ ۾ جايون ڏسڻ وياسون. لارينس نديءَ جي ڪناري تي ملڪ جي بستي ۾ دلڪش نظارا ڏٺاسين. اسين ڪئنيڊا جي ريڊ انڊين جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيا هئاسون. مون ريڊ انڊين جو اڳ به ذڪر ڪيو آهي. اتر آمريڪا جي يورپي قومن جي اچڻ کان اڳي آمريڪي باشندا سڀ ريڊ انڊين هئا. هن وقت اهي آمريڪا ۽ ڪئنيڊا ۾ پکڙيل آهن. بنيادي طرح هي سڀ هڪ قوم آهن، مگر هنن ۾ اٽڪل چوڏنهن قبيلا آهن. اچو ته توهان کي ڪن ڳالهين کان واقف ڪريان:

آمريڪي ۽ ڪئنيڊا جي ريڊ انڊين لاءِ ڪئنيڊا ۽ آمريڪا جي سرحد نه آهي. هو ڪٿي به وڃي ۽ اچي سگهن ٿا. کين ڪنهن به ويزا يا سرٽيفڪيٽ جي ضرورت نه آهي. هو ريڊ انڊين سڏيا وڃن ٿا، مگر هو ڪنهن به طرح يورپي قومن کان شڪل شباهت ۾ جدا نه آهن، جيئن مون توهان کي ٻڌايو هو، چيو وڃي ٿو ته هي اصل ۾ روسي ۽ منگول نسل جا آهن ۽ اتر – اپرندي روس کان آمريڪا ۾ آيا ۽ پکڙيا. آمريڪا ۽ ڪئنيڊا کين وارث ڪري سمجهي ٿي. اصلي باشندن مڃڻ ڪري، کين ڪي حق حاصل آهن. مگر مدنيت جي بلندين کان اڃا محرم آهن. مثلاً: ريڊ انڊين جي مقرر ڪيل زمين جي حصن ۾ ڪنهن به قسم جي ٽئڪس و

غيره نه آهي. هنن تي انشورنس نه آهي. سندن حصن ۾ تعليم جا وسيلا سپ مفت آهن. چيو وڃي ٿو ته هو وحشي آهن ۽ ان ڪري کين شراب کان پري رکيو وڃي ٿو. اگر شهرن ۾ اچن ٿا، ته کين شراب جي فروخت جي منع آهي. ڪهڙي نه مزيدار ڳالهه آهي. شراب آمريڪا چا، پر سڄي دنيا ۾ مهذب انسانن لاءِ مخصوص آهي! هنن ملڪن ۾ شراب پيئڻ به بلنديءَ جي نشاني آهي. ڇا ٻڌايانوَ ته آمريڪا ۽ ڪئنادا ۾ شراب جي ڇا حالت آهي؟ خدا هنن غريبن کي شراب کان بچائي!

مگر حالتون ڪجهه ڦري رهيون آهن. ڇا ٿيو آهي جو آهستي آهستي هي ريڊ انڊين پنهنجون جايون ڇڏي ٻاهر نڪري رهيا آهن. اچوڪي زندگيءَ جون راحتون سندن حصي کان ٻاهر آهن، ان ڪري هو آمريڪا ۽ ڪئنادا جي حياتيءَ ۾ جذب ٿي رهيا آهن. مون آمريڪا ۾ به هنن جي حصن جون جايون ڏٺيون ۽ ڪئنادا ۾ به ساڳي حالت ڏٺم. ريڊ انڊين آهستي آهستي پنهنجي زبان به وساري رهيا آهن. رسمون رواج به وساري رهيا آهن ۽ پوشاڪ به ختم ٿي رهي آهي. اهي رهائش ۽ وضع قطع ۾ بلڪل آمريڪي لڳن ٿا. مذهب به ڪرستان اختيار ڪندا وڃن ٿا. آئون سندن اسڪول ۾ ويس. جتي ڇهن سالن جي عمر جي ڇوڪرن ڇوڪرين کي ڪي بلڪل مختصر سندن زبان جا لفظ اچن ٿا، نه ته انگريزي، ريڊ انڊين زبان مزيدار اٿوَ. ڪوبه لفظ ٻن اکرن کان مٿي نه آهي. ’الف – ب‘ جا سندن زبان ۾ فقط يارهن اچار آهن. مثلاً: ’ڪانادا‘ معنيٰ

’هي اسان جو ڳوٺ آهي.‘ هو پنهنجي مرضي کان بلڪل بعيد ٿيندا وڃن ٿا. اسان کي سندن شاديءَ جي رسم ڏيکاريائون ۽ سندن قومي ناچ به ڏيکاريائون. اسان کي ڪنهن به قسم جي ترتيب نظر نه آئي. اها باهہ، اهي رڙيون، اهي هيبتناڪ حرڪتون ۽ وٺ پڪڙ جو توبهہ! اسان کي سندن قائم ڪيل عجائب گهر ۾ وٺي ويا. ان جاءِ ۾ گهڙڻ شرط اسان کي ڪوئن ۽ چمڙن جي بوءِ آئي. جانورن جون کلون، سندن بتن جون شڪليون، جانورن جا هڏا، باهہ ۽ ٻين عجيب قسمن جون ٺاهيل شيون، دانگيون، دلا، چلها، کٽون ۽ تڏا به پيل هئا. مطلب ته عجائب گهر ۾ گهڙڻ کان پوءِ، ٻاهر نڪرڻ جو خيال ٿيو. سڄي فضا دماغ تي اثر ڪيو. سندن جشن ۽ ناچ مزيدار هو. هنن غريبن به آمريڪا کان پئسن ڪمائڻ جو هنر خوب سکيو آهي. سوٽ بوٽ کان سواءِ، پکن ۽ ڪکن جا جبا ۽ ُطرا پايو ۽ هڏن ۽ پٿرن جون ڪنٺالون پايو پئسا پيا ڦرين. هي ماڻهو ڏاڍا برجستا ۽ دلير اٿوَ. آمريڪا ۽ ڪئنيڊا ۾ جتي ٻيا آمريڪي نه رهي سگهن، اتي هي رهن ٿا. هزارها ميلن ۾ جتي انسانن جي بوءِ به نه هوندي. اتي يڪي سر هڪ ريڊ انڊين رمندي ملندو ۽ خوش نظر ايندو. بدديانتيءَ جو منجهن نالو به نه آهي. وڏي اخلاص جا ماڻهو آهن. ڊپ ۽ بزدلي سندن جسم ۽ روح ۾ نه آهي. ڏاڍا مهمان نواز ۽ شريف آهن. مگر خدا کين آمريڪي تهذيب کان بچائي ۽ يورپي اخلاق کان پناهہ ڏي!

ريڊ انڊين جي ڳوٺ ۾ وڃي ۽ سندن جشن، جلوس ۽ لباس ڏسي، مون کي برابر افسوس ٿيو، ته فوٽوگرافي چو نه سکيم. پير علي گوهر جو غصو بجا سمجهيم. ڪئميرا هٿ ڪرڻ ۽ فوٽو ڪڍڻ جو شوق هئم، مگر ڪئميرا خريد ڪرڻ جو ڪوبه وسيلو نظر نه آيو. پوءِ يڪدم خيال آيو، اهو ته ڏاڍو آسان آهي. پير علي گوهر جو ويٺو آهي! وٽس اڌ ڊزن کن ڪئميرائون آهن، هڪ ٽڳائي ويندو سانس. مون کي خبر آهي، ته جڏهن به آئون سندس گهر ويندو آهيان، ته مون کي اندر اچڻ کان اڳي پهرين سامان لڪائڻ ۽ محفوظ ڪرڻ ۾ لڳندو آهي، مگر هاڻي ڪيس خيال ڪرڻ گهرجي، ته سندس هڪ سٺي ڪئميرا جو خير ڪونهي. مون کي خبر آهي، ته سخت غصي ۾ ايندو مگر اهو به يقين آهي ته ان ڪئميرا تي مون کي فوٽو ڪڍڻ به پاڻ سيکاريندو. اميد ته علي گوهر پنهنجي پهرين غصي تي افسوس نه ڪندو. اسان درويشن جي دوستيءَ مان اجهو اهو فائدو آهي. ’لڏ به ڏيو ته لڏڻي به ڏيو.‘

خير، اسين لارينس نديءَ جو سير ڪري، پسگردائي ۾ ٻيٺ ۽ آبشار ڏسي ٻيڙين ۾ گهمي هوٽل ۾ پهتاسون ۽ وري شام جو پنهنجي منهن مئڪگل يونيورسٽيءَ جو سير ڪرڻ وياسون. صبح جو ٽئين ڏينهن اسين پروفيسر سان يونيورسٽيءَ جي سير تي وياسون ۽ ماني به اُتي ئي پروفيسر جي جاءِ تي کاڌيسين. ماني تي اسان سان هڪ ترڪيءَ کان آيل پروفيسر ۽ به پروفيسر پرنسٽن يونيورسٽيءَ جا به شامل

ٿيا. اتي ٻه پاڪستاني شاگرد مليا. هڪ پنجاب مان آيل هو ۽ ٻيو مدراس جو مهاجر هو.

اهڙيءَ طرح ڪئنابڊا جو مهمان ٿي واپس اچڻ جي تياري ڪئي سون. اسان جي سفر جو انتظام بي. او. اي. سيءَ جي هوائي جهاز اسٽرائل ڪروزر ۾ ٿيل هو. اسين سامان کڻي لارينس هوٽل ۾ آياسون، جتان بي.او.اي.سيءَ جي بس ۾ هوائي بندر تي پهتاسون. پوري پنجين بجي شام جو جهاز ۾ ويٺاسون ۽ جهاز جي مشين هلڻ شروع ڪيو. اجا انهيءَ خيال ۾ هئاسون، ته جهاز اڏاٽو ۽ اسين هوا ۾ هلڻ لڳاسون. اسان کي ٻڌايو ويو ته اسان جو رخ گئنبر ڏانهن آهي ۽ اميد هئي ته پوٽين ڏهين بجي شام جو پهچنداسون. پوري نوين بجي خبر ملي ته گئنبر ۾ جهاز نه لهي سگهندو ۽ خطرو لاحق آهي. سخت ماڪ ۽ ڪوهيڙي ڪري زمين ڏسڻ ۾ نٿي آئي ۽ اسان جي جهاز گوزبي لئبريبر ڏانهن رخ رکيو. يارهين بجي رات جو گوزبيءَ پهتاسون، مگر رات جو ذرو به آثار نه هو- روشني لڳي پئي هئي. سخت سرديءَ ۾ وجي پياسون ۽ توبه جهڙي هوا لڳي رهي هئي! جهاز ۾ تيل وڌو ويو ۽ اسان لهي چانه جا ڪوپ پيتا. گوزبيءَ تي عجيب تماشو لڳو پيو هو. پندرهن يا ويه جهاز لهڻ لاءِ اچڻ لڳا. گئنبر ۾ فضا خراب هئڻ ڪري يورپ کان ايندڙ جهاز آمريڪا کان ايندڙ جهاز سڀ مٿان اچڻ لڳا ۽ ان وقت اسان ڪئنابڊا جا جيٽ هوائي جهاز، ملٽري ڪنٽرول ۾ اڏامندي، لهندي ۽ چڙهندي ڏٺا، هيءَ حالت هڪ بجي صبح تائين

جاري رهيءِ اسين اجا به روشني ۾ هڪ تشويشناڪ حالت ۾ هئاسين جنهن جو چا بيان ڪريان!

هوائي جهاز بهترين هو. پائلٽ هوشيار ۽ تجربيڪار. جهاز ۾ اندر ويهڻ سان پاڻ کي هڪ وڏي گهر ۾ ويٺل ڏٺوسون. آرام جون سڀ سهولتون موجود هيون. ڇهين بجي – هڪ ڪلاڪ اڏامڻ کان پوءِ، ماني کاڌيسون ۽ چند مسافر شراب پيئڻ ۾ مست هئا. مون کي ننڊ نه آئي. ڏهين بجي تائين جاڳندو رهيس ۽ پروفيسر مختيار پرسان ويٺو رهيو. اوچتو ڏهين بجي کان پوءِ ننڊ اچي وئي ۽ اڌ ڪلاڪ کان پوءِ امالڪ ننڊ ڦٽي پئي. خبر ملي ته گوزبيءَ مٿان هوائي حالتون خراب هيون، ۽ اسان جو جهاز اٽڪل اٺ سؤ فوٽ اوچائيءَ تان خودبخود هيٺ لهي آيو هو. پروفيسر مختيار جاڳندڙ هو ۽ ان جهاز جي ان حالت ۾، مون کي به اٿاريو. اجا ڳالهين ۾ هئاسون ته يارهين بجي جهاز زمين تي لٿو.

توهان جا پڙهندڙ چوندا ته هيءُ چا آهي، پنجين بجي شام جو به روشني، ته نوين بجي شام جو به روشني، وري ڏهين بجي به روشني ته هڪ بجي به روشني! بلڪل ٺيڪ آهي. اسان هن سڄي سفر ۾ رات نه ڏٺي. ان جو سبب هيءُ آهي:

اسين اتر قطب جي ويجهو هئاسون. اونهاري ۾ ڏينهن وڏا ٿين ٿا ۽ عين اهڙي ٽاڻي قطب تي ڇهه مهينا رات ۽ ڇهه مهينا ڏينهن رهندو آهي. سج نه هوندو آهي، مگر روشني هوندي آهي. اسين هڪ ته اتر قطب کي ويجها هئاسون ۽ ٻيو ويهه هزار فوٽ زمين کان مٿي!

اسان کان مٿي ڪڪر به ڪونه هئا. هن حالت ۾ ڪٿي زمين تي رات هجي، مگر جهاز ۾ رات اصل ڪانه ٿي. بتين ٻارڻ جي ضرورت ڪانه هئي. سڀين چٽڪ ڏينهن جو سفر ڪري رهيا هئاسون. اسين هن روشنيءَ ۾ وري جهاز ۾ ويٺاسون ۽ انگلينڊ ڏانهن رخ رکيوسون. ڪهڙا ڪهڙا فضائي تماشا ڏٺاسون! بس، الله تبارڪ وتعاليٰ جي قدرت کي ڏٺوسون! انسان جي دماغ ۽ ڪوشش جا قائل ٿياسون. جهاز ڪلاڪ ۾ سوا ٿي سؤ ميل ڪري رهيو هو ۽ اسين انگلينڊ جي ويجهو ٿيندا وياسون. عين يارهين بجي اسين گلاسڪو جي ويجهو پريسٽوڪ هوائي بندر تي پهتاسون. اُهو بندر جنهن تان ستاويهين فيبروري آئون آمريڪا ويو هوس، پنڌيان چڙهيل دنيا خواب نظر آئي. الله پاڪ جي مهربانين جو شڪر آهي. هن زبردست سفر کي ختم ڪرڻ تي شڪر ڪيوسون. زندگيءَ جي گهراين تي سوچڻ لازم هو. اڳتي جي سفر جو خيال ڪيوسون. پروفيسر مختار ۽ آئون ٽيڙ ڪلهي تي رکي لٿاسون. اسان سواءِ باقي ٻيا سڀ همسفر لنڊن اچي رهيا هئا ۽ جهاز به اوڏانهن ٿي ويو. هاڻي اسان کي پريسٽوڪ کان لنڊن ريل جي رستي وڃڻ جو خيال آهي. اڌ کان گهٽ سفر پورو ٿيو ۽ باقي وڏو اڌ اڃا ڪرڻو آهي. گهر، ملڪ، دوست ۽ عزيز ياد آيا. جهاز ۾ چند ڳالهيون ۽ خيال ياد آيا، جي نوٽ ڪيم ۽ اڃهو هيءُ خط توهان کي وٽليبي جي نارٿمبرلينڊ انگلينڊ مان لکي رهيو آهيان. انگلينڊ جو احوال هتان کان نڪرڻ کان اڳي لکي موڪليندس.

انگلينڊ جي احوال لاءِ خاص مضمون لکڻ ضروري آهي. آئون هيءُ احوال سترهين جون تي لکي رهيو آهيان. رمضان مبارڪ پورو ٿيو. آچر ڏينهن توهان عيد ڪئي هوندي. توهان کي ۽ توهان جي پڙهندڙن کي عيد مبارڪ! دعا ڪندا.

**(”الوحيد“، 25- جون، 1953ع)**

# (20)

اڳيون خط انگلينڊ پهچڻ تي لکيو هوم، جو اميد ته مليو هوندو. اجهو هيءُ خط انگلينڊ کان نڪرڻ کان اڳي لکي رهيو آهيان. سڀاڻي ستاويهين جون صبح جو اٺين بجي هتان نڪرندس ۽ شام جو انشاءَ الله فنلينڊ پهچندس.

انگلينڊ مون لاءِ ڪو نئون ملڪ نه آهي. مون هتي پنهنجي تعليم جا پويان ڏينهن گذاريا آهن. هتي مون تعليمي دور جي پڇاڙيءَ وارو امتحان ڏنو هو ۽ امتحانن کان جند آزاد ڪئي هئي. هتان جي آخري رسمي امتحان مان واپس اچي هر روز جي امتحان ۾ شريڪ ٿيس. هتان امتحان ڏئي واپس اچڻ کان پوءِ آيو هوس ۽ ٻه سال گذاريا هئم. تنهن عرصي ۾ ڪافي دوست ۽ واقف پيدا ٿيا هئا. تعليم جي زماني ۾ انگلينڊ، اسڪاٽلينڊ، ويلس ۽ آئيل آف مين جو سير ڪيو هئم. ڪافي جايون، شهر ۽ تعليمي ادارا ڏٺا هئم. آئون هتي هڪ ملٽري جهاز ۾

پهتو هوس. چار  هزار سولجر ۽ اسين مسافر فقط سٺ هئاسون. جهاز نه هو بلڪ هڪ ملٽري ڪئمپ هئي ۽ اهي سڀ ملٽري ڪئمپ جون تڪليفون ۽ تجربا حاصل ڪياسون. بيان ڪافي مزيدار آهي، مگر نٿو ڪريان.

انگلينڊ ۾ چند ڏينهن رهڻ جو خاص مقصد آهي، نه صرف ان ڪري ته هت استاد، دوست ۽ واقف آهن، بلڪ ان ڪري به ته آمريڪا، يورپ ۽ دنيا جي حالتن کي سمجهڻ ۽ ڏسڻ لاءِ انگلينڊ کي به سمجهڻ ضروري آهي. انگلينڊ پنهنجي تڪليفن ۽ ڪمزورين جي باوجود دنيا جي قسمت ۾ وڏو اثر رکي ٿو. اڄڪلهه جي دنيا جا سياسي، اقتصادي، فوجي ۽ هنري جيڪي مسئلا آهن، اهي سڏيءَ طرح انگلينڊ ۾ پيدا ٿين ٿا. مون کي اهو به يقين آهي، ته دنيا ۾ ڪجھ سالن تائين اهو رايو صحيح رهندو ته اگر انگلينڊ کي جنگ ۾ دلچسپي نه آهي، ته جنگ نه لڳندي. آمريڪا ۽ رشيا ڪڏهن به نه لڙنندا، جيسين ٻنهي مان ڪنهن کي به انگلينڊ جي طرفداري يا غير طرفداريءَ جو يقين نه ٿيو آهي. انگلينڊ جي پاليسين جي خبر هڪ خدا کي ۽ ٻي کين! اڄ به انگلينڊ دنيا کي  حيرانيءَ ۾ رکيو ويٺو آهي. انگريزن ۾ هزارين قسمن جون قومي صلاحيتون ۽ حرفتون موجود آهن، هڪ انگريز جي مقابلي ۾ هڪ آمريڪي کي آني جو به عقل نه آهي. اٽڪل ٽي هفتا منهنجي آمريڪا مان نڪرڻ کان اڳي هڪ عجب جنگ ائٽلانٽڪ جي ٻنهي طرفن شروع ٿي وئي هئي. مون کي اهو به يقين آهي ته آمريڪا کي پنهنجي طاقتور ملڪ هوندي به انگلينڊ جي

مقابلي ۾ پنهنجي بيوسيءَ تي رحم ۽ غصو ٿو رهي. آمريڪا ۾ انگلينڊ خلاف هڪ عجيب لهر ڦهلجي رهي آهي، جنهن جو وڏو اثر ويچاري ڪئناڊا تي پيو آهي. ان ڪان پوءِ فرانس تي، انگلينڊ ڪان سواءِ يورپ فوجي ۽ اقتصادي نقطئه نظر ڪان بيڪار آهي ۽ انگلينڊ ڪان سواءِ آمريڪا خود حيران رهندي. اڄڪلھ جيڪي به مسئلا آمريڪا ۾ پيدا ٿيل دنيا ڏسي رهي آهي. اهي انگلينڊ جا پيدا ڪيل آهن. مگر انگلينڊ کي ناراض ڪرڻ، آمريڪا لاءِ نه فقط موت آهي، پر موت ڪان ٿورو گهٽ به نه آهي. مون کي اهو به يقين آهي، ته دنيا ۾ به ملڪ جيڪي انگريزن جي خوبين ۽ خرابين کي سمجهن ٿا، اُهي آهن: هندستان ۽ پاڪستان.

آئون جڏهن اٺ سال اڳ هتي آيو هوس، ته هت ڏڪار جي حالت هئي. دڪان خالي پئي نظر آيا. ماڻهن جي لباس ۽ شڪل مان ئي سندن قومي تڪليفن جي خبر ٿي پيئي.، هاڻي انن سالن ڪان پوءِ حالتون بدليل آهن. هر قسم جي راشننگ ختم آهي، فقط گوشت تي اڃا راشننگ آهي، جا به ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته جلد ختم ٿي ويندي. دڪان شين ۽ سامان سان پرپور آهن، ملڪ ۾ هر قسم جي رنگيني پيدا ٿيل آهي، جنهن لاءِ هو ترسيل هئا. انگريز وري پاڻ ۾، ۽ ملڪ ۾ هڪ قسم جي نئين زندگي محسوس ڪري رهيو آهي. مگر هڪ ڳالھ ڪان بيزار آهي – انگريز جنگ ڪان متنفر آهي. انگريز کي اهو يقين آهي، ته هن ڪان پوءِ ٿيندڙ جنگ آمريڪا ۽ روس جي آهي ۽ سندس ملڪ وچ ۾ چيپاڄي ويندو. انگريزن

جو آمريڪا تي لغام آهي ۽ روس کي به ٻپ آهي، نه صرف اهو، مگر هن وقت تازو راڻيءَ جي تاجپوشيءِ جي جشن، انگريزن ۾ عجيب نئون روح ڦوڪيو آهي. هن تاجپوشيءَ جي خوشين انگريز کان سندن قومي افسردگيءَ کي وسارائي ڇڏيو آهي. انگريز هن وقت پنهنجي ماضيءَ جي جاهه ۽ بلنديءَ مان روحاني تسڪين ۽ قوت حاصل ڪري رهيو آهي. انگريز اهو به سمجهي ٿو، ته دنيا ۾ جنگ ۽ امن سندن هٿ ۾ آهي. انگريزن هنن اٺن سالن ۾ جيڪي ڪيو آهي، سو هڪ ڪرشمو آهي. انهيءَ جو هي سبق آهي، ته قومن جو اتحاد، قومن جون قربانيون، قومن جي محنت ۽ جفاڪشي، قومن جي همت، قومن کي بلندين تي پهچائي ٿي. هن تازو ٿيل تاجپوشيءَ جو اثر آمريڪا تي گهڻو ٿيو آهي.

توهان کي معلوم هوندو، ته مون آمريڪا کي ڇهين جون تي ڇڏيو هو. راڻيءَ جي تاجپوشي ٻيءَ جون تي ٿي هئي. هن واقعي يا رسم جو اثر آمريڪا تي هڪ قسم جي هيبت ۽ تعجب سان گڏ ٿيو اهي. هن تاجپوشيءَ آمريڪا کي سندس نظر ۾ ٻار هئڻ جو احساس پيدا ڪرايو آهي. انگريزن جي هن قسم جي طاقت ۽ جاهه و جلال جي مظاهري، آمريڪا کي ٻن حالتن سان متاثر ڪيو آهي: هڪ ته مظاهرن کي هيبت زده انگشت بدندان آهي ۽ ٻيو غصي ۽ تمسخر جي لهر. هيءُ مسئلوڏاڍو دلچسپ ۽ پيچيده آهي. تنهن ڪري ان تي وڌيڪ طوالت نه ڪندس. ڪئنادا ۾ حيرت انگيز خوشي هئي. مون تاجپوشيءَ جي آثارن کي پريسٽوڪ

هوائي بندر تي لهڻ شرط ڏنو. سچو هوائي بندر رنگينيءِ گلڪاري سان پر هو. جاين کي تازو رنگ هو، رستن ۽ گهٽين کي اور نموني سان سجايو ويو هو. راڻيءَ جو نالو يا فوٽو هر در و ديوار تي نظر ٿي آيو. بندر تاجپوشيءَ جي روح سان پريل هو.

جهاز مان لهڻ کانپوءِ، اسين گلاسڪو آياسون ۽ پوءِ ايڊنبرو. ايڊنبرو کان پوءِ نيوڪاسل، جتان لهي اسين وٿليبي وياسون. اسين انهن ماڻهن وٽ وڃي رهياسون، جن وٽ آئون اڳ ٻه سال شاگرديءَ جي زماني ۾ رهي چڪو هوس، پروفيسر مختيار ٻه راتيون ڪن رهيو ۽ پوءِ لنڊن هليو ويو، ۽ آئون اتي رهي پيس.

مون کي هن ٻئي دفعي اچڻ ۽ پهرين دفعي اچڻ ۾ هر قسم جو فرق نظر آيو. بنيادي ڳالھ هيءَ هئي، ته هڪ ته آئون شاگرد نه هوس ۽ امتحان ڏيڻ نه آيو هوس ۽ ٻيو ته آئون قومي ۽ تعليمي تغيرات کي ڏسڻ لاءِ آيو هوس. مون ۾ به اُها جواني ۽ شاگرديءَ جي زماني واري مستي ڪانه هئي. حياتي ۽ ان جي مسئلن کي هاڻي سوچ ۽ مستقبل جي نظر سان ڏسڻو هوم. گفتگو جيڪا اڳي حجاب، ڊپ ۽ تشويش ۾ رهي ٿي، اها هاڻي جرئت ۽ خوداعتماديءَ واري هئي. استادن ۽ دوستن جي ملڻ ۾ فرق نظر آيم. اسان مان ڪوبه پٺتي نه رهيو هو. هر ڪو سالن جو اثر ڏيکاريندو وڌندو ٿي رهيو.

آئون ڪنگس ڪاليج يونيورسٽي آف ڊرهام ۾ ويس. ڪاليج جي استادن، اراڪين ۽ دوستن دعوتون ڏنيون، پنهنجي استاد پروفيسر اسٽئنليءَ وٽ به ويس ۽

هڪ ڏينهن سندس گهر ۾ گذاريم. پروفيسر اسٽئنلي آمريڪا مان ٿي آيو هو ۽ اسان تبادله خيالات ڪري، پنهنجا پنهنجا خيال پيش ڪيا، ۽ ڪئپٽن ڊڪسن وٽ به هڪ ڏينهن مهمان ٿي رهيس. ڪئپٽن ڊڪسن سن 1926ع ۾ هندستان ۾ آيو هو. کيس ڪاهن فيلو شپ تي دنيا جي سير تي موڪليو ويو هو. سندس پيشو انجنيئري آهي ۽ هتي ڪنگس ڪاليج ۾ انجنيئرنگ شعبي ۾ آهي. ٻه ماڻهو کيس خاص طرح ياد هئا: هڪ مرحوم سيد راس مسعود ۽ ٻيو سيد رضا علي. ٻنهي جي کيس مهماني نصيب ٿي هئي. سندس زال کي لالا لجپت راءِ پڻ ياد هو. هڪ مزيدار ڳالھ ٻڌايائين: جڏهن هندستان ۾ قومي تحريڪ جو زور هو، تڏهن هي ٻئي زال مڙس لاهور ۾ لالا لجپتراءِ کي ملڻ ويا، جنهن سندن هڪ مهماني ڪئي هئي. دوران گفتگو ۾ لالا لجپتراءِ انگريزن جي حڪمت کي هڪ سؤ سٺ گاريون ڏنيون- مسز ڊڪسن جا اسڪاٽلينڊ جي آهي. اها ٻڌي ٻڌي ٿڪجي پيئي ۽ اوچتو زبان مان نڪتس ”لالا صاحب! تو جهڙو شيطان مون ڪٿي به ڪونه ڏٺو آهي.“ لالا صاحب جون اکيون ڦاٽي پيون ۽ پنهنجي بي اعتداليءَ جو اثر هن طرح هٽايائين، ته جڏهن سڀ مهمان نڪري ويا، ته مسز ڊڪسن کي وٺي پاڪر وجهي ۽ مٿي تي چمي ڏئي چيائين ته: ”تون منهنجي ڌيءَ آهين.“ پوءِ ڪي به – چار شيون ڏئي کيس وڏيڪ خوش ڪيائين. لارڊ يوسٽيس پرسيءَ (Eustace Percy) سان ملڻ ٿيو، جو منهنجي وقت ۾ يونيورسٽيءَ جو ريڪٽر (Rector)

هو. ڪيس پاڪستان ڏسڻ جو ڏاڍو خيال هو، مگر عمر ۽ حالتون ساڻس سازگار نه هيون. ڪرنل برائون سان ملڻ ٿيو، جنهن کي ڏسي، مون کي منهنجو استاد ۽ دوست عبدالستار ڪوهاٽي ياد آيو- ڪرنل برائون ۽ ڪوهاٽيءَ جا معاملات ۽ مسئلا روحاني ۽ جسماني سمجهيم ته قريب قريب ساڳيا آهن. منهنجون دعائون ٻنهي سان شامل حال آهن.

وٽليبي، انگلينڊ جي تمام مزيدار ۽ مشهور جاين مان آهي، انگلينڊ ۽ اسڪاٽلينڊ جي سرحد تي آهي ۽ جڏهن سخت گرمي هجي، تڏهن به منجهس، اسان جي سياري کان وڌيڪ سردي ٿئي ٿي: اتر سمنڊ جون سخت ٿڌيون هوائون لڳن ٿيون، سمنڊ جي ڪناري تي آهي ۽ لکها ماڻهو پنهنجي موڪل جا ڏينهن هتي گذارڻ ايندا آهن. هتي مون به سال گذاريا هئا ۽ چند دوستن سان پڻ ملڻ ٿيو: مسٽر ۽ مسز ڪلارڪ جن وٽ آئون به سال اڳ رهيو هوس. اچڻ تي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ پنهنجي دوستن ۽ عزيزن کي منهنجي مهماني ۾ مدعو ڪيائون.

مون کي معلوم ٿيو، ته ٻاويهين تاريخ سومر ڏينهن کان لنڊن ۾ جيڪي ڪجهه تاجپوشيءَ لاءِ انتظام ڪيو ويو آهي، اهو جلد ختم ڪيو ويندو. لنڊن جي سينگارڻ جون ڪافي خبرون ملي چڪيون هيون. ان ڪري ويهين تاريخ چنچر ڏينهن لنڊن پهتس. رستي مان ايندي، هر شهر ۾ تاجپوشيءَ جي جشن جا آثار ٿي ڏٺم. لنڊن مست هئي! هن جشن ڪرڻ سان انگلينڊ پنهنجو ڏاڪو گهڻن ملڪن ۾ ڄمايو آهي. لنڊن ۾ بڪنگهام محلات،

مال، پڪبلي، آڪسفورڊ اسٽريٽ عجيب شان ۽ شوڪت سان سينگاريل نظر آيا. هيترو جو خرچ ڪيو ويو هو،ان ۾ به انگريزن جو مقصد رٿيل هو؛ دنيا جي ملڪن جا تقريباً ڏهه لک ماڻهو هن جشن کي ڏسڻ آيا هئا ۽ انهن انگليند ۾ پئسا ڪپايا. تاجپوشيءَ جي ڪري آمدني، خرچ کان پنجوڻي وڌيڪ ٿي، ملڪ جي ماڻهن ۽ ڪاريگرن کي ڪم مليو. ملڪ جي ماڻهن هڪ بهترين نظارو ڏٺو ۽ خوشي حاصل ٿين. ماڻهن ۾ ڪم ۽ ملڪ لاءِ جذبات پيدا ٿيا. ڪئين دنيا جا ماڻهو تماشو ڏسڻ آيا ۽ کيسا چنديندا ۽ هٿ مهٽيندا خالي هٿين ويا. انگريزن کي هرڪا خوشي، مسرت ۽ شادماني حاصل ٿي.

انگليند تمام سرد ملڪ آهي، مگر سرسبز! هتي پنج ڪروڙ ماڻهو رهن ٿا. سڄو ملڪ ڪارخانن سان پريو پيو آهي. سن 1939ع واري جنگ کان اڳي انگليند فقط چوٿين حصي جيتري آدمشماري لاءِکاڌو پيدا ڪري ٿي سگهيو. مگر هن جنگ ۾ ايتري ترقي ڪيائين، جو هن وقت انگليند ۾ به پاڱي ٽي حصي آدمشماري کي کاڌو پهچايو وڃي ٿو. ملڪ ڏاڍو خوبصورت آهي. هتي توهان جهنگلن ۾ هليا وڃو، ته توهان کي پاليل پکين کان سواءِ پيو ڪوبه جانور نه ملندو – انهن کان سواءِ باقي بيا پکي توڙي جانور سردي ۽ بک کان مريو وڃن. انگليند ۾ چوڻي آهي ته ؛ "برسات پوي برف پوي."

انگريزن ۾ اڃا به ڪيتريون صلاحيتون آهن، جنهن ڪري دنيا جي سڀني قومن کان هو ممتاز آهن.

جيڪڏهن دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ جمهوريت آهي، ته اها هت آهي. دنيا جي ڪنهن به قوم جو فرد پنهنجي معاشرتي جوابدارين کان ايترو واقف نه آهي، جيترو انگريز. هتي قانون لاءِ وڏي عزت آهي. جرم ۽ چوريءَ تي جيترو هتي قبضو آهي، ايترو ڪنهن به ملڪ ۾ نه آهي. انگريز، انگليند کان ٻاهر ڪيترو به حيوان يا شيطان هجي،. پر پنهنجي ملڪ اندر هڪ بلند پايي جو انسان آهي. انسانيت لاءِ هتي جهڙو قدر توهان کي ڪٿي به نه ملندو. انفرادي، قومي ۽ معاشري جي حقن کان باخبر ۽ انهن جي تحفظ رکڻ ۾ انگريزن کانسواءِ، ٻيو ڪوبه ممتاز رتبو رکندڙ نه لهندو! ملڪ جي ٻار ٻار تي انسانن جي ڪمال، محنت ۽ جذبي جو اثر آهي.

توهان جا پڙهندڙ چوندا، ته غلام مصطفيٰ اسان کي نيويارڪ جو ته سير ڪرايو، مگر لنڊن جو نه ڪرايائين. اچو ته گهمڻ هلون.

لنڊن کي انگريزن جي تاريخ ۽ قومي حياتيءَ ۾ وڏو دخل آهي.هر انگريز لنڊن کي پنهنجو گهر سمجهي ٿو. لنڊن جو رهاڪو معنيٰ حب الوطني جو مجسمو. لنڊن شهر ته آهي، بلڪ انگريزن جي وجود جو نشان آهي. دنيا جي ملڪن جي گاديءَ جا هنڌ گهڻا، مگر هن طرح هڪ شهر، قوم جي حياتيءَ تي جو اثر ڪيو آهي، اهڙا شهر بلڪل ٿورا ملندا. هن شهر سان متواتر ڏيڍ هزار سال، بادشاهي گهراڻن، ڪاريگرن ۽ هنرمندن، شاعرن ۽ مصنفن، انجنيئرن ۽

سائنسدانن محنت ڪئي آهي. اهائي انهن جي جذبات ۽ محبت جي نشاني آهي، جهڙيءَ طرح بادشاه ۽ راڻي انگلينڊ آهي. اهڙيءَ طرح انگريزن جي دنيا لنڊن ۽ انگلينڊ آهي. انگريزن، دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سٺيون ۽ بريون شيون، حلال جون يا حرام جون، حق جون يا چوريءَ جون، پئسن سا يا ڦرمار سان سڀ آڻي هت جمع ڪيون آهن: بڪنگهام محلات، مال جي چوڏاري جايون، لنڊن ميوزم، ڪيو باغ، زير زمين ريل ۽ لنڊن جي جاين جي بناوت انهيءَ تاريخي ورقن جو ثبوت آهن.

برٽش ميوزيم ۾ دنيا جا عجيب ۽ غريب ڪتاب موجود آهن. اهي ڪتاب، جي ڪن قومن جي ناخلف اولاد وڃايا آهن، ته انگريزن اُنهن کي هٿ ڪيو ۽ سنڀاليو آهي. ڪيو گارڊن ۾، توهان کي دنيا جي هر سرد ملڪ جا ٻوٽا، وليون ۽ وڻ ملندا. لنڊن ۾ جانورن جي باغ ۾، دنيا جا جانور ملندا. لنڊن ۾، توهان کي مئڊم ٽاڊ جي ميڻ ۾ ڪيل محنت ملندي. لنڊن ۾، توهان کي دنيا جا بهترين بت ٺهيل ملندا. لنڊن ۾ توهان کي دنيا جا مٽيا، هيرا ۽ جواهر ملندا. انسان جي ٺاهيل هٿيارن جي نمائش ڏسڻ ۾ ايندي. لنڊن ۾ توهان کي رانديڪن ۽ کيلن لاءِ بهترين جايون ملنديون. اولمپيا، جتي دنيا جون رانديون ۽ کيل ٿين ٿا، لارڊز جتي ڪرڪيٽ جي جاءِ آهي، ملڊن جتي ٽينس جو مڪان آهي. آرلس ڪورٽ جتي دنيا جي وڏي ۾ وڏي نمائش ٿئي ٿي. ٽاور آف لنڊن جتي انگريزن جا بادشاه رهيا ۽ ڦاسيءَ تي چڙهيا، بگ بين جو دنيا

جو قديم ۽ عاليشان گھڙيال آھي، ھائيڊ پارڪ جتي ماڻھن جا انبوھ اچيو گڏ ٿين ۽ جنھن کي جمھوري مڪان ھئڻ جو شرف حاصل آھي، ان کان سواءِ توھان کي ھر آچر تي سقيم ۽ ستايل، بيھودا ۽ بڪواسي، عالم ۽ مدبر، لفاظي ۽ سوچيندڙ، مذھبي خيالن جا، دھريت جا حامي، ڪميونسٽ ۽ شيدي. مطلب ته ھر نظريي جا ماڻھو ڪلم ڪلا تقريرون ڪندي ملندا. لنڊن جي يونيورسٽي دنيا ۾ وڏي ۾ وڏي يونيورسٽي آھي. توھان کي اھا خبر ھئڻ گھرجي، ته اسان جون توڙي ھندستان جون يونيورسٽيون لنڊن يونيورسٽي جي اصولن تي ھلن ٿيون. ھن شھر ۾ توھان کي دنيا جي ھر ھڪ ملڪ جا ھڪ، ٻه نه، مگر ھزارين ماڻھو ملندا. انھيءَ ۾ ڪو ٻه شڪ نه آھي، ته انگريزن دنيا ۾ وڏي ۾ وڏيون خرابيون پيدا ڪيون ھيون. مگر سندن چڱاين کي به گذريل ٽن سون سالن ۾ ڪير به نه پھتو آھي. انگريز، جي گارين ۽ بدعائن جا مستحق آھن، ته تعريف ۽ دعائن جا به، الله تبارڪ و تعاليٰ قومن کي مفت ۾ ڪونه نوازيو آھي!

لنڊن ۾ توھان کي اُھا جمھوريت جي جاءِ ملندي، جتي سوچ، تدبر ۽ سچائيءَ سان قانون بنايو وڃي ٿو. انگريزن، بادشاھت کي قائم رکيو ۽ ان مان فائدو ورتو. انگريزن، بادشاھن کي گڏو بنائي رکيو آھي. انگريزن، بادشاھن کي ڦاسيءَ تي چاڙھيو، بادشاھن کي حرامي قرار ڏنو، بادشاھن کي ذليل ۽ خوار ڪيو، مگر ان سان گڏوگڏ بادشاھت کي قومي طاقت لاءِ به استعمال ڪيو آھي. مگر قومن جي عروج ۽ زوال جا سبب حقيقت ۾

خدا ئي بهتر ڄاڻي ٿو. انگريز فطرت جي انهيءَ اصول
ڪان ڪنبي رهيا آهن: ڇو ته ’الله تبارڪ و تعاليٰ، جي
محنتن جو ڦل نصيب ڪري ٿو، ته گناهن جي سزا به
ڏئي ٿو.‘ انگريز پنهنجي بيوسيءَ تي حيران آهن.

لنڊن، هڪ شهر نه مگر هڪ دنيا آهي. هڪ
ڪروڙ ۽ اٺ لک ماڻهو هتي رهن ٿا. جنهن نظام ۾ هو
رهن ٿا، ان جا مرتب ڪندڙ انگريز ئي ٿي سگهن ٿا.
نيويارڪ جي نظام ۽ وري لنڊن جي نظام کي ڏسي،
زمين ۽ آسمان جو فرق نظر آيم. نيويارڪ ۾ دولت جو
شان آهي ۽ لنڊن ۾ محنت جو. انشاء الله جڏهن پئرس ۽
يورپ جا ٻيا شهر ڏسي ختم ڪندس، تڏهن توهان کي
هنن وڏن شهرن جي مشابهت لکي ڏيندس: چند ڳالهيون
عجيب ۽ غريب آهن ۽ اهي جي ڇگيون سمجهيم ته
مشابهت سان ان جو لکڻ، سمجهڻ ۽ سمجهائڻ آسان
ٿيندو، پراهي ڳالهيون واپس اچڻ کانپوءِ.

ٿيون ڏينهن، آئون برچ ڪولچيسٽرا بسيڪس ۾
هڪ پراڻي دوست جو هڪ ڏينهن لاءِ مهمان ٿي گهمڻ
ويس. هي دوست مون سان گڏ پڙهندو هو ۽ يونيورسٽي
ڇڏڻ کانپوءِ پنهنجي والد جو پيشو هٿ ڪيو هئائين.
کيس تقريباً پنج سؤ ايڪڙ زمين آهي ۽ جڏهن سندن
فارم تي و يس، ته کيس ٽرئڪٽر تي گاهه وڍيندي ۽ ڪم
ڪندي ڏٺم. سندس والد مسٽر فرئنڪ نارفولڪ مون
کي اسٽيشن تي وٺڻ لاءِ آيو. منهنجي دوست سيسل
نارفولڪ جي نوجوان زال ايم. اي. پاس ڪيل
آهي، مون هن کي به فارم تي ڪم ڪندي ڏٺو، وٽن

تقريباً چار سؤ ڪڪڙيون، پنجاھ بدڪون، اٽڪل پنجٽيھ ڳئون وڪري لاءِ تيار هيون. ٽي ٽرئڪٽر، ٽي گهوڙا پڻ سندن فارم تي خوش نظر ٿي لڳا. سندن ٻه پيٽرون پنهنجي والد جي خدمت ۽ جانورن جي سنڀال ۾ هيون ۽ اهي وقت سر ٽرئڪٽرن تي ٻج ٻه پوکڻ لاءِ ڍوئين، لاٻارو به ڪن ۽ گهر ۾ رڌين پچائين به.، مون توهان کي زراعت ۽ کيتي 'ٻاڙي' جو احوال نه ڏنو آهي. انشاءَ الله اهو احوال به جڏهن مصر جو سير پورو ڪري موٽندس، ته پوءِ ڏيندس.

مون آمريڪا ۾ به ڪم وجي ڏنو آهي ۽ هتي جي ته اڳيئي ڪافي خبر هيم، باقي يورپ ۽ مصر جي زراعتي ڪم کي ڏسي، پوءِ احوال لکندس، مون کي پنهنجي دوست سيسل نارفولڪ جي حياتي ڏسي، پاڻ تي ۽ اسان جي ڪاليج جي شاگردن تي رحم آيو، ته چا محنت ۽ چا ان جو مزيدار نتيجو کين ٻه موٽرون آهن، جن ۾ زمين جي ڪم ڪار کان واندا ٿي، پوءِ گهمڻ ۾ وقت گذارين.

هتي انگلينڊ ۾ ٻڌو اٿم ته اٽڪل ٽيھ سنڌي شاگرد آهن، ڪي اسڪولن ۾ آهن ۽ ڪي يونيورسٽيءَ ۾ آيل آهن. هتي لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ اٽڪل ڏهاڪو سنڌي شاگردن سان مسٽر خير محمد ڪٽياڻ جي جاءِ تي مليس. هنن نوجوانن مان ڪي اسان جي ڪاليج جا شاگرد آهن. کين ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ هو به مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. انگلينڊ ۽ آمريڪا جي تعليم جي اثر متعلق به پوءِ بيان ڪندس. ڪالھ پاڪستان جي هاءِ ڪمشنر

مسٽر اصفهانيءَ سان ملڻ ويس. چوڻ لڳو ته: ”غلام مصطفيٰ جيڪڏهن مون کي اهڙي دعوت ملي ته جيڪي هاءِ ڪمشنري به ڇڏي ڏيان.“ مون کي يقين هو ته مذاق ٿي ڪيائين. پر مون کي هاءِ ڪمشنري ملي، ته جيڪر اصل نه ڇڏيان. ساڻس ڪافي مزيدار گفتگو رهي.

سڀاڻي انشاءَ الله هتان نڪرندس ۽ پنهنجو يورپ جو سير شروع ڪندس. سڀاڻي ستاويهين تاريخ ڇنڇر ڏينهن صبح جو اٺين بجي، هتان ڪي. ايل. ايم. جهاز ۾ نڪرندس ۽ ائمسٽرڊم (هالينڊ) ڏهين بجي پهچندس. وري ائمسٽرڊم مان ساڍي يارهين بجي نڪرندس ۽ ڏيڍ بجي شام جو ڪوپن هيگن (ڊينمارڪ) پهچندس. اتان وري رات جو اٺين بجي نڪرندس ۽ ٻارهين بجي هيلسڪي (فنلينڊ) پهچندس. آئون ڪوپن هيگن اڳي ويو آهيان ۽ هن وقت فقط ڇهه ڪلاڪ گهمڻ لاءِ وقت ملي سگهندو. انشاءَ الله ٻيو خط توهان کي پئرس مان لکندس. دعا ڪندا.

**(”الوحيد“، 1 جولائي 1953)**

# (21)

مون کي توهان ڏانهن پئرس پهچڻ کان اڳ خط لکڻ جو ارادو ڪونه هو. مگر لنڊن ڇڏڻ کان پوءِ ۽ هتي فنلينڊ ۾ وقت گذارڻ کانپوءِ توهان کي هي احوال موڪلڻ مناسب سمجهيم. مون کي اميد هئي ته ڪو آئون

ايتري قدر ملڪ ۾ ماڻهو ڏسندس ۽ حالتون سمجهندس. مگر مون کي هتي ڪافي معلومات حاصل ٿي آهي ۽ احوال لکڻ ۾ پئرس تائين ترسڻ، سمجهيم ته چڱو نه آهي.

پروگرام مطابق ستاويهين جون صبح جو اٺين بجي مون لنڊن هوائي بندر ڇڏيو. هن هوائي بندر کي هنسلو بندر به چون. چويهين تاريخ جي شام ۽ رات عجيب حالت ۾ گذري. اسان کي چيو ويو، ته صبح جو ڇهين بجي ڪي. ايل. ايم آفيس ۾ اچجو، جتان بس نڪرندي. مون وٽ چند دوست آيل هئا ۽ موزون سمجهيم ته رات جو يارهين بجي سامان کڻي ڪي. ايل. ايم ۾ وڃي سمهان. يڪدم اچي پهتس ۽ ساري رات هڪ ڪوچ تي بسر ڪيم. ننڊ مشڪل آئي، جو آفيس ۾ هلچل ۽ چوٻول سڄي رات رهيو. اڌ- ننڊ ۽ اڌ- جاڳ ۾ رات گذري، من کي اچي هڪ اهڙي قسم جي ٻي رات ياد پئي. علي ڳڙه ۾ پڙهندا هجون، هڪ دفعي دهليءَ کان واپس عليڳڙه وڃڻ جو ارادو هجي. عليڳڙه واري گاڏيءَ ۾ بنا ٽڪيٽ جي چڙهڻ جي جرئت ۽ عادت مون کي ته نه هئي، مگر دير سان نڪرڻ ڪري پڇي پڇي جو اسٽيشن تي پهتس، ته گاڏي هلي وئي. هڪڙي گرمي هجي ۽ ٻيو وري کيسي ۾ پئسا به معمولي هجن، سو سوچي سوچي رات وڃي دهليءَ جي ڪئنات پئليس ۾ گذاريم. سڄي رات پيٽي سر هيٺان ڪري بئنچ تي ليٽيو رهيس ۽ ڏاڍو مزو آيو! جڏهن ڪراچي آيس، ته ان ڳالهه جو ذڪر پنهنجي دوست محمد انور، خانصاحب مريد

علي خان جي پٽ سان ڪيم. هن جوان کي به اچي جو جوش سو انهيءَ رات وچي سعيد منزل جي سامهون بئنچ تي ستو، صبح جو اُٿي سڌو مون وٽ آيو، چيائين: ”غلام مصطفيٰ ڏاڍو مزو هو. صبح جو اٿي، ته پاڻ کي ملڪ جو بادشاهه ڏٺم.“ مون کي هن دفعي بادشاهي ته نصيب ڪانه ٿي، مگر هڪ رات جو لنڊن جي هوٽل ۾ رهڻ جو ڪرايو بچايم. اهڙن مهلن تي اسين غريب ماستر پئسن بچائڻ جا استاد آهيون.

ڪي. ايل. ايم. جي جهاز ۾ مشينن واري ڪنوائير ۾ چڙهي ائمسٽرڊم (هالينڊ) جو رخ رکيوسين ۽ مزي سان اچي ساڍي نائين بجي پهتاسون. اتان وري ساڍي يارهين بجي، اسڪئنڊينيوين جهاز وئڪنگ ۾ چڙهياسون ۽ ٻي بجي ڪوپن هيگن (ڊينمارڪ) جي هوائي بدر ڪيسٽاپول تي پهتاسون. مون کي ڊينمارڪ جي ويزا هئي، جيئن ته اسان جو ٻيو جهاز اٺين بجي نڪرڻو هو،تنهن ڪري هڪ موٽر پاڙي تي ڪيم، ۽ ڪوپن هيگن گهمڻ ويس. پورا ساڍا چار ڪلاڪ موٽر ڊوڙايم ۽ ڪوپن هيگن ڏٺم.

ڊئنمارڪ يورپ جو لڪزمبرگ کان پوءِ، ننڍي ۾ ننڍو ملڪ آهي، هي اسڪئنڊينيويا جي چئن ملڪن مان آهي. اسڪئنڊينيويا، ناروي، سوئيڊن، ڊينمارڪ ۽ فنلينڊ تي مشتمل آهي. فنلينڊ جمهوري ملڪ آهي. باقي ٽن ملڪن ۾ بادشاهت آهي. مگر سندن بادشاهه، بادشاهي شان مان نه ڄاڻن. توهان کي راڻيون ۽ بادشاهه گهٽين ۾ ملندا.- سير ڪندي ماڻهن جي انبوهه ۾ ملندا. راڻي پنهنجا

ٻار گاڏيءَ ۾ بندر تي گهمائيندي ملندي. ماڻهو فقط رسمي سلام چوندا. بس ڊينمارڪ جو سير ٿي چڪو. هوائي بندر کان لنگهي ساموندي بندر تي ويس. مزيدار ڏينهن ۽ هزارين ماڻهو اتي وهنجندي ۽ سير ڪندي ڏٺم. بادشاهه، ڪرسچن چوٿين جو پٽ ڏٺم، جنهن ڊينمارڪ کي وڏن بحري ملڪن مان هڪ بڻايو آهي. توهان کي هي ڀڏي حيرت لڳندي ته جيئن آمريڪا ۾ ڪنهن وٽ پئسو ٿئي، ته موٽر وٺي، تيئن هنن ملڪن ۾ ڪنهن وٽ پئسا هجن، ته موٽر ٻيڙي وٺي. هزارها لانچون ۽ موٽر ٻيڙيون بيٺل ۽ ترنديون ڏٺم. ان کان پوءِ فريڊرڪ رستو وٺي ٽائون چونڪ ۾ آيس، جتي ماڻهن کي خريد ۽ فروخت ڪندي ڏٺم. ان کان پوءِ گلبٽوٽڪن ميوزيم ڏٺم ۽ ڪانگلي ٿيئٽر جي ٻه جڳهه ڏٺم، پارليامينٽ هائوس ڏٺم، ان جي اڳيان فريڊرڪ ستين جو پتلو کڙو ٿيل هو. فريڊرڪ ستين پندرهين صديءَ ۾ ڊينمارڪ کي قانون ڏنو هو. ان کانپوءِ شهر جي فرينچ رهواسين واري حصي ۾ ويس. هتي جايون فرانس جي نموني تي ٺهيل هيون. اٽڪل ڏيڍ ڪلاڪ ڪوپن هيگن يونيورسٽيءَ ۾ گذاريم، جتي پروفيسر جارج ويبر سان ٻه ملاقات ٿي. ڊينمارڪ ۾ ڪل ٽي يونيورسٽيون آهن، ٻه ڪوپن هيگن ۾، جن مان هڪ ڪوپن هيگن واري هڪ اهڙي يونيورسٽي آهي، جنهن کي ٺهي ساڍا ٽي سؤ سال ٿيا آهن ۽ منجهس تقريباً چار هزار شاگرد آهن. توهان کي خبر هجي، ته اسڪئنڊينيويا جي سڀني ملڪن ۾ هڪ قسم جا خاص ڳوٺاڻا يا عوامي اسڪول آهن، جن جي چاڻ ٻه

حاصل ڪيم. ٻي هئي هنري يا فني يونيورسٽي، جنهن ۾ اٽڪل هڪ هزار شاگرد آهن.

ڊينمارڪ جو ملڪ تقريباً سنڌ جي ٻه ڀاڱي ٽي حصي جيترو آهي، مگر دنيا جي شاهوڪار ملڪن مان هڪ آهي. مون کي خبر ملي ته ڊينمارڪ ۾ ربڙ جون موٽرون جلد تيار ٿينديون، جي سڄي دنيا ۾ وڪيون وينديون. اُهي موٽرون ڪهڙيون هونديون! اُهو پوءِ ڏٺو ويندو. ڊينمارڪ جي سياسي حالتن متعلق واپس اچڻ کانپوءِ لکندس. هن قسم جو احوال اسڪئنڊينيويا جي سڀني ملڪن سان گڏ لکندس.

توهان کي اها خبر هجي، ته هالينڊ ۽ ڊينمارڪ جي زمين سمنڊ جي سطح کان هيٺ آهي، تنهن ڪري کين ان حالت ۾ سردي، برسات ۽ طوفانن کان سخت نقصان پهچندو آهي. ائمسٽرڊم کان وٺي ڪوپن هيگن تائين جهاز بلڪل هيٺ هلايو ٿي ويو، تنهن ڪري اسان سڄي ملڪ جو نظارو ڏٺو. واٽ تي دنيا جي مشهور جنگين جو مرڪز هوليگيولنڊ ٻيٽ ڏٺوسين. هن حصي ۾ دنيا جون وڏيون بحري ۽ فضائي جنگيون لڳيون آهن.

اٺين بجي رات جو – مگر سج ان وقت وچين تي هو، اسين ڪوپن هيگن کان نڪتاسون ۽ رات جو ٻارهن لڳي ويهين منٽن تي هيلزنڪيءَ پهتاسون. اسان سمورو وقت چڻ ڏينهن جو سفر ڪري رهيا هئاسون. جهاز ۾ هڪ اهڙو وقت آيو، جو اسان سج کي آسمان ۾ نٿي ڏٺو، مگر سج سمنڊ ۾ نظر پئي آيو. بلڪل اهڙيءَ

طرح چٽڪ سج آسمان چڙهي زمين تي اچي، سمنڊ ۾ غروب ٿي رهيو آهي.

فنلينڊ ۾ آئون خاص طرح هڪ دوست جي دعوت تي اچي رهيو هوس. جڏهن مان هيلزنڪيءَ جي هوائي بندر سيوستلا تي لٿس، ته اهو دوست اچي مليو. مون کي هن دوست جي اخلاص تي تعجب ٿيو، جو ٻڌايائين ته پاڻ هڪ لنبو پروگرام ٺاهي تيار ڪيو هئائين، ۽ مون کي وڏي حيرت هي ٿي، ته مون کي پنهنجي رهائش تي هڪ پائي به خرچ ڪرڻي نه پئي! هن دوست جو چاچو فنلينڊ ۾ وڏي ۾ وڏي هوٽل واڪنا جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر آهي ۽ منهجي رهڻ جو انتظام به ان هوٽل ۾ ڪيل هو، هوٽل اٽڪل ٻين بجي صبح جو پهتاسون. قصو مختصر، چانهه پيئڻ کان پوءِ سمهي پيس پر ائين پئي نظر آيو ڄڻ ڏينهن جو ننڊ ڪري رهيو آهيان. هنن ويچارن منهنجي ڪمري ۾ ڳوڙهي آسماني رنگ جا پردا هنيا هئا، متان مون کي روشنيءَ ۾ ننڊ نه اچي، آئون پردا بند ڪري سمهي پيس. ٺڪ به ڏاڍو هو، سو سمهي مزيدار ننڊ ڪيم.

**("الوحيد"، 9- جولاءِ، 1953)**

# (22)

صبح جو نوين بجي هي دوست ۽ سندس چاچو ٻيئي موٽر وٺي آيا. ناشتو واڪنا هوٽل ۾ ڪيوسون. جيئن ته آچر جو ڏينهن هو ۽ آسمان صاف هو، اسين سڄي ڏينهن جي سير تي نڪتاسون. شهر جو سير ڏاڍو مزيدار هو. هزارها ماڻهو ڏينهن سٺي هئڻ ڪري گهمڻ، وهنجڻ ۽ ترڻ لاءِ نڪتا هئا. فنلينڊ جو جهنڊو سفيد آهي ۽ مٿس آسماني ليڪون آهن، جنهن جو مطلب هي آهي، ته هن ملڪ ۾ هڪ برف، ٻيون ڍنڍون ۽ آسمان آهي. فنلينڊ جي دولت، سندس آسمان، پاڻيءَ ۽ ٻيلن ۾ آهي. فنلينڊ ۾ تقريباً ستر هزار يا ان کان مٿي ڍنڍون آهن. ڍنڍون سڀ هڪٻئي سان مليل آهن ۽ جتي نه مليل آهن، اُتي ملايون ويون آهن. توهان کي ڪي ننڍا ننڍا ٻيٽ ملندا، جيڪي هڪ يا ٽن ايڪڙن کان وٺي سوين ايڪڙن ۾ آهن. هر ٻيٽ ٻيلن سان پريو پيو آهي. سير ڪندي اسان ڏينهن جي ماني ڪلوسورا ڪسينو ۾ کاڌي، جتي هڪ بئرو مليو. ڏاڍو مزيدار هو،سندس گفتگو ۽ چهري جي حرڪت ڏاڍي وڻندڙ هئي. کانئس پڇيوسون، ته ڇا تيار آهي؟ جواب ڏنائين: ”ماني ۽ سوچ جي وچ ۾ جيڪي چئو سو تيار آهي.“ هيءُ ڪسينو ٻيٽ تي ٺهيل آهي. ديوارون سڀ شيشي جون اٿس. ماني به ويٺي کاڌيسين ۽ سوين معمولي ننڍيون ٻيڙيون شرطن ۾ ترنديون مشغول ڏٺيوسين. منهنجي ميز تي پاڪستان جو جهنڊو اڳي رکيائون ۽ پرسان به يهودي، اسرائيل کان آيل ويٺا هئا، جن وٽي اکيون ڦاڙيون. هي جهنڊو فنلينڊ ۾ آئون جنهن به هوٽل ۾ويس، ته اڳي ميز تي رکندا هئا.

شام جو چانهہ جي دعوت فنلينڊ جي هڪ وڏي جاين جي مقاطيدار مسٽر سوروري جي گهر هئي. گهر جي ڇا تعريف ڪريان! هيءُ گهر هڪڙي ٻيٽ تي ٺهيل هو، جنهن جي ايراضي تقريباً پنجهتر ايڪڙ هوندي. سڄو گهر ڪاٺ جو ٺهيل هوءِ گهر ۾ فقط زال، مڙس ۽ سندس ٻه ٻار: هڪ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري رهندا آهن. فنلينڊ ۾ ڪاٺ گهڻو ۽ سستو ملي ٿو، ان ڪري گهر ڪاٺ جي سامان سان ڀريا پيا آهن ۽ نهايت خوبصورت ٿا لڳن. ڪاٺ جو ڪم بهترين ڪاريگريءَ سان ٺهيل ملندو. رات جي ماني هنن سان گڏجي شهر کان اٽڪل ويهه ميل پري هڪ ٻيٽ تي – جنهن جو نالو مڪيني هو، اُتي هڪ هوٽل نالي ’ڪلياٽوريا‘ ۾ کاڌيسين. کاڌو ڏاڍو مزيدار هو. بئنڊ وڄي رهيو هو ۽ انگريزي گانا پئي ٻڌاسون. اتي ڪيترا آمريڪي به موجود هئا. ان ڪري زياده آمريڪي بئنڊ، آمريڪي راڳ ۽ سُر ٿي وڳو، جنهن تي فنلينڊ جي دوستن چيو: ”هيءُ ڪهڙو گوڙ ۽ وحشانيت آهي؟“ توبهہ، اهڙن خليق ۽ سنجيده انسانن کي هيءُ راڳ ۽ سرود بلڪل گوڙ ۽ مستانگي سمجهڻ ۾ ٿي آيو! مگر جڏهن فنش راڳ يا سرود ٿي وڄايو ويو، ته ڏاڍو خوش ٿي ٿيا. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي، ته فنش راڳ گهڻو مٺو، وڻندڙ ۽ ڌيمي آواز ۾ ٿئي ٿو ۽ آلاپ سان سر آهي.

مون کي هت خبر پئي،ته ٿورا ڏينهن اڳ، راجڪماري امرت ڪور هندستان جي صحت جي وزير هتي آيل هئي، ۽ هتي جي اسپتالن جو معائنو

ڪيائين. فنليند ۾ صحت جو ڪم ۽ انتظام سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. هتي هڪ ٻارن جي اسپتال آهي، جنهن جهڙي اسپتال دنيا ۾ ورلي ملندي. اهو به ٻڌڻ ۾ آيو، ته اٽڪل ٽن هفتن کان پوءِ پنڊت نهروءَ جي ڏيءَ، هيلسنڪي اچي رهي آهي ۽ راڪنا هوٽل ۾ سندس رهڻ جو انتظام ڪيل هو. آچر جو ڏينهن ختم ٿيو ۽ اسين سومر جي ڏينهن هڪ ٻئي سير تي نڪتاسون. ’هيلسنڪي‘ بلڪل خوبصورت شهر آهي، جنهن جي تعريف اڳتي هلي ڪندس. اٽڪل ساڍي يارهين بجي صبح جو اسين ريل ۾ چڙهي، هميلينا ڏانهن هلياسون. هميلينا جي پرسان اولانڪو هوٽل ۾ رهياسون، جيڪا هڪ خوبصورت جڳهه آهي. هيءُ هوٽل ونایاوسي نديءَ جي ڪناري تي آهي، سندس چوڌاري هڪ قسم جا وڻ آهن، جن کي ”روئنڊڙ وليون“ سڏيندا آهن. پرسان هڪ عاليشان ٽاور آهي، جو زمين کان اٽڪل چار سو فوٽ مٿي هڪ ٽڪريءَ تي آهي. ان ٽاور تان هڪ عجيب ۽ دلڪش نظارو ڏسڻ ۾ ٿي آيو،؛ چوڌاري ٻيٽ، ڍنڍون ۽ ٻيا ننڍا ساوڪ سان ٻريل ڪيت، هوٽل جي جاءِ ٺماڙ، سڄي ڪاٺ ۽ شيشي جي ٺهيل هئي. سردي هئڻ ڪري، شيشي ۽ ڪاٺ جون اٽڪل هڪ فوٽ مفاصلي تي ٻه ٻه ديوارون هيون – بلڪل شيشي جو گهر سمجهو. پراسرار هو! اسان اٽڪل پنجيتاليهه ميل پاڻيءَ تي سفر ڪري رهيا هئاسون. سموري واٽ ۾ هلندي ننڍيون ٻيڙيون، لانچن جون قطارون ۽ ترنڊڙ ڪارخانا – جن ۾ دونهين جو ذرو به نه، ننڍا ننڍا گهر

۽ ماڻهو خوشيءَ ۾ مست نظر ٿي آيا. فنلينڊ ۾ ڪارخانن کي هلائڻ لاءِ پاڻيءَ مان بجلي تيار ڪئي ويندي آهي. اسان ڪيونتو تي لڻاسون ۽ وري ڏهه ميل بس جو سفر ڪري اچي ٽمپريءَ ۾ پهتاسون. هيلسنڪيءَ کان پوءِ ٽمپري فنلينڊ جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي ۽ کيس فنلينڊ جو مانچيسٽر ڪري ٿا سڏين. ٽمپري کي نه فقط ڏسڻ جو ارادو هو، مگر اتي هڪ اهم ڪم به هو:

چا هو، ته منهنجو دوست مسٽر سهنن، پاڪستان جي آنرري ڪانسل ڊاڪٽر اولر کي اطلاع ڏنو هو، جنهن مون کي خط لکيو ته ٽمپريءَ ۾ فنلينڊ جي مسلمانن جو مرڪز آهي،اُهو ضرور ڏسندا. اسين لهڻ سان سڌو امام حبيب الرحمان شاڪر جي گهر وياسون. امام صاحب اسان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. چانهه جو بندوبست ڪيائين ۽ ساڻس چڱيون ڳالهيون ڪيوسين.

فنلينڊ ۾ اٽڪل ٻارهن سؤ مسلمان آهن، جي اصل روس ۽ ترڪيءَ کان آيل آهن. گهرن ۾ اچا به ترڪي ڳالهائين، مگر ٻار فنلينڊ جي اسڪولن ۾ وڃي پڙهن. امام صاحب کي فنش زبان اصل ڪانه اچي، اردو به ٿوري ٿوري، جو پاڪستان ۽ هندستان ۾ وقت گذاريو اٿائين، کيس ست ٻار آهن: ٽي پٽ ۽ چار نياڻيون. پاڪستان ۾ کيس به ٻار ڄاوا، هڪ وڏو ترڪيءَ ۾ ۽ هڪ هندستان ۾، باقي فنلينڊ ۾. سيد سليمان ندويءَ، مولانا ڪفايت الله ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد جو ذڪر ڪيائين. مون کي پنهنجي جاءِ تي وٺي هليو، جتي نماز ادا ڪئي ويندي آهي. اسان سان گڏ هڪ مڪتب آهي،

جنهن ۾ رات جو ٽمپريءَ جي مسلمانن کي ديني ڳالهين کان واقف ڪيو ويندو آهي، منهنجي دوست فوٽا ورتا جي منهنجي ڪراچيءَ ڏانهن موٽي اچڻ تي موڪليندو.

اسين ٽمپريءَ مان اٺين بجي رات جو نڪتاسون ۽ ريل رستي ٻارهين بجي رات جو هيلسنڪيءَ آياسون. اهوئي ڏينهن لڳو پيو هو. اهڙيءَ طرح اڱاري جو ڏينهن گذريو. اربع ڏينهن صبح جو هيلسنڪي يونيورسٽي ڏٺم. وئڪيشن ڪري بند هئي ۽ ڪوبه معتبر ماڻهو نه مليو. جنهن کان احوال وٺجي. هن ملڪ ۾ اونهارو اچي ته ماڻهو شهر ڇڏي ٻيٽن ۽ جهنگن ڏانهن ڀڄن. يونيورسٽيءَ جي عمارت: ڇا تعريف ڪريان! يونيورسٽي هال کي ڏسي پنهنجي حال تي رحم آيو. پنج هزار ماڻهو آسانيءَ سان هتي ويهي سگهن ٿا. روشنيءَ ۽ آواز جو بهترين انتظام هو، بس اسان جي قسمت!!

اٽڪل يارهين بجي هوٽل تي ويٺو هوس، ته هڪ فون آئي. فون کنيم ته آواز آيو: السلام عليڪم! تعارف ۾ خبر ملي ته – اسان جو اسٽاڪهوم جو سفير جيڪو فنليند، ڊينمارڪ ۽ ناروي جو به سفير آهي، سو فنليند ۾ آهي. هڪ بجي آئون هوٽل ڪئمپ ۾ پاڪستان جي سفير محمد مير خان سان ملڻ ٿي ويس جو ڪيس منهنجي اچڻ جو احوال ڊاڪٽر اولر ڪانسل ڏنو هو. محمد مير خان پاڪستان سرڪار جي هدايتن تي اوچتو هيلسنڪي آيو هو ۽ اٽڪل ٽي ڪلاڪ پاڻ ۾ گفتگو ڪندا رهياسون. چئين بجي شام جو ڪيس دعوت هئي، اوڏانهن ويو. ساڍي ستين بجي آئون ۽ منهنجو دوست

گهمڻ نڪتاسون. المپڪ ٿيٽر ڏٺوسون. مانرهيم رستو وٺي، دڪان ڏٺاسون ۽ شام جي ماني لاءِ هوٽل تي آياسون، جتي ڊاڪٽر اولر پاڪستان ڪانسل ملڻ لاءِ آيو. اٽڪل يارهين بجي رات تائين گفتگو ڪندا رهياسين. جنهن ۾ هيلسنڪي جو امام حڪيم ۽ سندس پٽ به شريڪ هئا. امام حڪيم کي به فنش زبان نٿي آئي. سندس پٽ کي فنش، انگريزي ۽ ترڪي سڀ ٿي آيون. مون سان انگريزي ۾ ٿي ڳالهيائين. پنهنجي والد سان ترڪيءَ ۾ مون ڪڏهن ڪڏهن امام سان پنهنجي ٽٽل عربيءَ ۾ ٿي ڳالهايو. مزيدار موقعو هو! ڊاڪٽر اولر فنلينڊ جو باشندو آهي. جيڪو پاڪستان جو فنلينڊ ۾ اعزازي ڪانسل آهي. ڊاڪٽر اولر ٻڌايو ته محترم محمد مير خان به مو ن سان گڏ اسٽاڪهوم جهاز ۾ هلندو. ٻي جولاءِ صبح جو سوير فنلينڊ جي مسلمانن جي ايسوسيئيشن جو صدر مسٽر طاهر، امام حڪيم جي پٽ سان گڏ ملڻ آيو ۽ ڪجھ فوٽو ۽ ڪتاب ڏنائين. اسين ساڍي يارهين بجي هوائي جهاز تي پهتاسون. جتي محترم محمد مير خان اڳي ئي موجود هو. دوستن کان موڪلايوسين ۽ جهاز ۾ چڙهي، هڪ بجي اسٽاڪهوم (سوئيڊن) پهتاسون، جتي اجا ٻارنهن لڳا هئا. فنلينڊ جو وقت سوئيڊن کان ڪلاڪ اڳتي آهي.

منهنجي رهڻ جو انتظام اسڪئنڊينيوين هوائي ڪمپنيءَ، ريزن هوٽل ۾ ڪيو هو. شام جو ستين بجي محترم محمد مير خان سان وقت رکي، مون هوٽل ڏانهن رخ رکيو.

اسٽاڪهوم ۾ گهڙڻ سان مون کي آمريڪا ياد آئي. هن ملڪ گذريل سؤ سالن ۾ ڪابه جنگ نه ڏٺي آهي!قدرتي وسيلا ڪافي موجود اٿس. ماڻهو محنتي، جفاڪش ۽ زبردست هنر وارا آهن. لڙاين ۾ نه انگريزن جو، نه جرمن جو، نه آمريڪا جو ۽ نه روس جو پاسو ورتو اٿن ۽ نه وٺندا. ٻي طرف فنلينڊ گذريل پنجٽيهن سالن ۾ چار لڙايون ڏٺيون آهن. فنلينڊ ڏانهن رشيا جي رغبت گهٽ آهي. اهو احوال وڌيڪ پوءِ.

يورپ ۾ هن وقت ٻه ملڪ حقيقي طرح خوش ۽ شاهوڪار آهن: هڪ سئٽزرلينڊ ۽ ٻيو سوئيڊن. سوئيڊن جي دڪانن مان، جاين مان، باغن مان، رستن مان، کيلن ۽ تفريح گاهن مان خوشي ۽ خوشحالي جي لهر ٿي نظر آئي. شهر جو ڪافي سير ڪري ذ رو پرزو ڏٺو اٿم، وڏو ڪنگس گائن، ڪُئين گائن، ميوزيم بادشاھ جو محلات، ٽائون هال، گرائونڊ هوٽل ۽ جانورن جي نمائش وغيره ڏٺم. اسٽاڪهوم هن مهيني جون ۾ ست سؤ سال پورا ڪيا آهن. جنهن جو ڪجھ سال ٿيا ته جشن ڪيو هئائون. ان جا آثار ڏٺم، گهٽيون، رستا ۽ جايون سڀ سينگاريل هئا. شهر ۾ آمدورفت گهڻي آهي. شهر جي وچ ۾ ڍنڍ آهي، جنهن کي سمنڊ سان ملايو ويو آهي، جنهن ڪري جهاز شهر اندر هليا اچن. هوٽل جنهن ۾، آئون رهان ٿو تنهن جو به عجيب نظارو آهي. هيءَ ڍنڍ جي ڪناري تي آهي ۽ چوڌاري ڪشادا رستا وڏيون ۽ بهترين جايون کيل نظر اچن ٿيون. پنجين بجي پاڪستان جي سفير جي آفيس ۾ ويس، جنهن رات جي مانيءَ جي

دعوت ڏني. سندس موٽر ڊرائيور هڪ مڪراني سنڌي هو، جنهن سان ڳوٺ جون ڳالهيون ڪيم – سنڌي ڳالهائڻ تي دل پرچي آئي هئي. هو مرد مجاهد به ڳالهيون ڪندي، ڪافي واسطيدار نڪتو. ساڍي پنجين بجي ڏاري سفير صاحب ڪنهن ڪم سان ويل هو ۽ آئون سفارت جي سيڪريٽريءَ سان وري شهر گهمڻ ويس. آمدورفت جي هڪ عجيب ڳالهه ڏٺم، جا سواءِ انگلينڊ ۽ سئيڊن جي ٻي ڪنهن به يورپي ملڪ ۾ نه آهي. آمدرفت ڪابي پاسي نه آهي، جتي ڪٿي موٽرون ساڄي پاسي ٿيون هلن. ٻڌو ٿا ته سوئيڊن ۾ ڪابي پاسي هلڻ جا جلد بند ڪندا ۽ آمدورفت ساڄي پاسي ٿيندي.

ساڍا اٺ لڳا آهن ۽ جلد سفير صاحب جي موٽر ماني لاءِ وٺڻ ايندي. هي خط بند ڪريان ٿو ۽ موڪليان ٿو،باقي احوال پوءِ، سيپاٽي، انشاء الله هتان نڪرندس ۽ شام جو پئرس پهچندس. دعا ڪندا.

**(”الوحيد“، 10- جولاءِ، 1953ع)**

# (23)

سائين! توهان کي هڪ حق جي ڳالهه ٻڌايان. مون سان ظلم آهي. تمام وڏو ظلم اهو آهي، ته مون کي توهان سان، توهان جي اخبار پڙهندڙن سان ۽ پنهنجي ملڪ سان سخت محبت آهي. توهان ۽ اسان ملڪ جي جن حالتن ۾ رچي راس ٿيا آهيون، اهي شايد اسان جي اولاد

ڪي به نصيب نه ٿين. اسين سڀ هڪ عجيب دور مان گذري رهيا آهيون. شل خدا پاڪ انهي امتحان ۾ ڪامياب ڪري! توهان جي محبت جو اجورو هي آهي، جو هن مفلسيءَ جي حالت ۾ به توهان کي خط موڪليان پيو، ۽ اهو ڏکيو نٿو لڳيم. هر هفتي هنن ملڪن ۾ هن مستانگيءَ جي صورت ۾ گهمڻ ڪري ائين پيو نظر اچي ته آئون، توهان، توهان جي اخبار، پڙهندڙن ۽ پنهنجي ملڪ جي خدمت لاءِ هت آيو آهيان. جڏهن پيا گهمڻ ۾ هجن، ته آئون هنن نوٽن لکڻ ۾ پورو ۽ جڏهن وقت ملي، ته توهان کي هنن خطن وسيلي مٿي ۾ سور وجهڻ لاءِ تيار ٿيندو آهيان. هڪ غريب ماستر جي محبت ۽ هڪ مفلس جي سڪ مان آخر توهان کي ڪهڙو فائدو؟ منهنجو بزرگ استاد مولوي صاحب ميان عبدالرزاق مون کي سنڌ مدرسي ۾ چوندو هو، ”غلام مصطفيٰ! تنهنجي سوالن مٿي ۾ سور وجهي ڇڏيو آهي.“ منهنجي هنن خطن اوهان سان به اِها حالت ڪئي هوندي. مون کي توهان تي رحم ٿو اچي، ڪهڙا نه ڦاٿا آهيو. خير اچو ته رستو وٺون...

ٻي تاريخ توهان کي خط لکڻ کان پوءِ، مون وٽ پاڪستان سفارت جو سيڪريٽري مسٽر سعيد حسن آيو ۽ اسين ٻئي اسٽاڪهوم جي وڏيڪ سير تي نڪتاسون. هي نوجوان بنگال جو آهي ۽ ڪافي خليق آهي. ان سان گهمي ڦري اسين 9 بجي رات جو سفير صاحب جي جاءِ تي پهتاسون. جتي پاڪستان مان آيل هڪ مسٽر چوڌري موجود هو. معلوم ٿيو ته هي صاحب اسٽاڪهوم

۾ دنيا جي آزاد مزدور جماعتن جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيو آهي. سڄو وقت ڳالهائيندو رهيو. مون کي پنهنجي ماستريءَ ۽ بيوسي تي رحم آيو. ليڊرن جي زبان کهڙي نه بي لغام ٿيندي آهي. هڪ ليڊر جو ٻاهرين ملڪ ۾ اچڻ ۽ هڪ ماستر جي ٻاهر اچڻ ۾ ڪيترو نه تفاوت آهي! ڪٿي گمناميءَ ۽ خاموشيءَ جي حياتي ۽ ڪٿي لفاظي ۽ پريس جي زندگي.
سائين! ٻن جانورن هڪٻئي کي چڱي طرح سمجهيو آهي.
اُهي آهن: ليڊر ۽ ايڊيٽر.
گستاخي مڙو ئي معاف ڪندا ڪيو.
سفير صاحب جي دسترخوان تي مزيدار طعام هئا ۽ هن ليڊر جي گفتگو اچي پاڪستان ياد ڏياريو، جنهن ڪري دوست ۽ ڪاليج برابر ياد ٿي آيا، جيئن ته مون کي ٿي تاريخ صبح جو سوير ستين بجي هوائي ڪمپنيءَ جي آفيس پهچڻو هو، ان ڪري سفير صاحب کان معافي وٺي آئون ذرا هوٽل تي آيس.
صبح جو بسترو گول ڪري سامان کڻي بس ۾ چڙهي اسٽاڪهوم جي ٻرامر هوائي بندر تي پهتس، جهاز تيار ٿيو ته اسين به چڙهياسين. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اسين ڪوپنهيگن جي بندر ڪيسٽاپول تي پهتاسون. جتي هن جهاز مان لهي، ٻئي جهاز ۾ چڙهڻو هو. هڪ ڪلاڪ ترسڻ کان پوءِ اسين ساڍي ڏهين بجي ٻئي جهاز ۾ چڙهياسين ۽ پئرس جو رخ رکيوسون. تقريباً ساڍن ٽن ڪلاڪن جي اڏامڻ کان پوءِ، اسين پئرس جي

هوائي بندر ڏوبورجي تي لٿاسون. آسمان ۾ ڪڪر ڪافي هئا ۽ لهڻ مهل ذرا دل ۾ ڌڙڪ پيدا ٿي. اهو احساس ٿيو، ته ايتري قدر هوائي جهاز ۾ سفر ڪرڻ ڪانپوءِ به اڃا دل جي ڌڙڪ نه وئي هئي. مگر انهيءَ ۾ به شڪ نه آهي، ته پهريون هوائي جهاز جي سفر وارو ڏپ نه رهيو هو، مگر سفر جي هيبت صاف نه چڙهيو هو.

فرانس ۾ جهاز مان نڪرڻ شرط هڪ عجيب اجنبيت جو احساس ٿيو: مون ڪي فرينچ بنهه نه ايندي آهي ۽ فرانس ۾ وري انگريزي ڪي مختصر ماڻهو ڳالهائيندا آهن. اها هڪ عجيب ڳالهه آهي، ته فرانس جي اسڪولن ۾ انگريزي لازمي طرح پڙهائي ويندي آهي، مگر فرينچ انگريزي ڳالهائڻ جي ڪوشش نه ڪندا آهن. فرينچ زبان اوڻهين صدي جي آخر تائين دنيا ۾ بين الاقوامي سياست جي زبان ٿي رهي آهي. مگر ويهين صديءَ جي شروعات کان فرينچ جو اثر گهٽ ٿيڻ لڳو ۽ انگريزيءَ جو اثر وڌڻ لڳو. پهرين سهاپاري جنگ کان پوءِ، البته ۽ ٻي سهاپاري جنگ کان پوءِ فرينچ ٻولي چڻ ختم ٿي وئي. فرينچ ان ڪري ڪوشش ڪري ڪنهن به ٻاهران آيل ماڻهوءَ سان فرينچ ٻولي کان سواءِ ٻي ڪنهن به ٻوليءَ ۾ گفتگو نه ڪندا آهن. ڪيترن کي انگريزي يا ٻيون ٻوليون ايندون آهن، مگر تڏهن به نه ڳالهائيندا آهن. وري ٻي طرف يورپ تي ۽آمريڪا تي فرانس جي تهذيب جو ايڏو اثر آهي، جو هر يورپي ۽ هر آمريڪي فرانس ۾ اچڻ کان پوءِ فرينچ سکڻ يا

ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. فرانس جي تهذيب جي مقابلي ۾ انگريزي يا ٻيا يورپي آمريڪي ٻاڻ کي طفل سمجهن ٿا. يورپ جي باشندن تي فرانس جي تهذيب جو اثر آهي. فرانس اندر فرينچ ٻاڻ کي يورپ جي اعليٰ ۽ بهترين قوم هئڻ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر فرانس جي بداخلاقي ۽ فرانس جي بزدلي دنيا ۾ ضرب المثل ٿي وئي آهي. فرانس کان ٻاهر ڪي بلڪل ٿورا ماڻهو آهن، جي فرنيچ سکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اسڪئنڊينيوين ملڪن ۾ انگريزي ۽ جرمن، سکي ۽ پڙهي وڃي ٿي. اڀرندي يورپ ۾ فرينچ ٻولي بلڪل ختم ٿي وئي آهي ۽ اتي جرمن ٻوليءَ جو وڏيڪ اثر آهي. فقط بيلجيئم ۽ اسپين جي اتر واري حصي ۾ فرينچ ڪجهه سکي ويندي آهي. فرانس جي بين الاقوامي اسڪيم جو حال، ڪلي طرح واپسيءَ تي ذڪر ڪندس. فرانس جي سياسي، انفرادي ۽ اجتماعي حياتي سڄي مريض جيان آهي ۽ وري فرينچن ۾ فرانس جي ان مرض کي دور ڪرڻ جي ڪا صلاحيت يا ڳڻ ڳوت ۾ به ڪانه آهي.

خير، فرينچ ڪسٽمس جي ترڪتالن کان جند آزاد ڪرائي، اسين بس ۾ چڙهياسون ۽ پئرس جو رخ رکيوسيون. هي هوائي بندر پئرس کان تقريباً ويه ميل پري آهي ۽ اسين ڪافي مزيدار سير ڪندا آياسون. آخر ڏيڍ ڪلاڪ هلڻ کانپوءِ، انوليڊ پئرس جي هوائي مرڪز تي آياسون. سامان کڻي ٽئڪسي ڪري، سڌو پاڪستان هائوس: ارڙهن لارڊ بائرن روڊ طرف هلياسون. پاڪستان سفارت ۾ پريس سيڪريٽري مسٽر

قطب منهنجو دوست آهي، ۽ ان کي رهائش جي متعلق لکيو هيم. قطب صاحب ويچارو انتظار ۾ ويٺو هو ۽ ڪجھ ڳالھين کان پوءِ اسان هوٽل 'ڊيپويان روڊي اشيڪيءَ' ۾ وياسون، ڪمري ۾ سامان رکي، ٻاهر هڪ ريسٽورنٽ ۾ ماني کائڻ لاءِ وياسون. هن اچ وچ ۽ ماني کائڻ کان پوءِ، اٺين بجي تائين اسان ارڪڊي ٽرانف، شانزيليري، آپيرا ڪليڊيٽرا، جي. سي. بليوارڊ، ڊي.ڪيوسين بليوارڊ، ڊي. فاش بليوارڊ تي آياسين. مسٽر قطب ٻڌايو ته پهرين جولاءِ کان ٽين جولاءِ تائين، اسان جو پاڪستاني ملٽري ڪائنچمنٽ جو لنڊن ۾ راڻيءَ جي تاجپوشي لاءِ ويو هو، سو پئرس ۾ آيو هو ۽ ڪافي مصروف پروگرام رهيو. اسان جي ملٽري بئنڊ پئرس جي ٻن هنڌن تي وڄائي وئي ۽ ملٽري پريڊ ريڊيو، ٽيليويزن ۽ اخبارن ذريعي خوب نشر ڪئي وئي هئي. مسٽر ابراهيم رحمت الله پاڪستاني سفير هن موقعي تي ٻاهرين ملڪن ۽ فرانس جي عملدارن ۽ شهر واسين کي مدعو ڪيو هو ۽ پروگرام ڪافي ڪامياب رهيو.

رات جو آئون هڪ ڪيل ڏسڻ ويس ۽ پوءِ اچي سمهي پيس، ڇو ته صبح جو اسپين وڃڻ جو خيال هو.، صبح جو هوٽل ڇڏي، سامان کڻي مسٽر قطب جي هوٽل ۾ آيس، جتي سواءِ هڪ ننڍي پيٽيءَ جي ٻيو سامان ڇڏيم. اسان گڏجي نيرن ڪئي. توهان کي حيرت ٿيندي، ته فرانس ۾ نيرن نه ڪئي ويندي آهي، فقط چانھ جو ڪوپ پيتو ويندو آهي. ان کان پوءِ آئون سڌو آمريڪن ايڪسپريس آفيس ۾ آيس، جتي اسپين ۾

فرانس جي وچ ۾ هلندڙ مشهور گاڏي انٽرنيشنل ايڪسپريس لاءِ ٽڪيٽ ورتم. ساڍي ٻارهين بجي صبح جو گاڏي هلي ۽ اسان مئڊرڊ (اسپين) ڏانهن رخ رکيو.

گاڏيءَ جي وئگن، لٿ ٻلمن دٻي ۾، مون سان گڏ هڪ فرينچ ۽ ٻه زال مڙس ارجنٽائن (ڏکڻ آمريڪا) جا ويٺل هئا. فرينچ کي انگريزي ڪانه ٿي آئي ۽ ارجنٽائن مرد کي بلڪل ٻڳل ٽٽل آئي ٿي، مگر سندس زال کي انگريزي سٺي ڳالهائڻ آئي ٿي. گفتگو مختصر رهي جا گهڻو ڪري ملڪ ۽ پنهنجي تعارف متعلق هئي. هيءَ مشهور گاڏي پئرس کان آسٽرلٽز اسٽيشن کان نڪتي ۽ اسي ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان هلي ٿي. پهرين اسٽيشن بورڊو هئي -’بورڊو‘ فرانس جو مشهور ۽ ڏکڻ فرانس ۾ وڏي ۾ وڏو شهر آهي. مون سان گاڏيءَ ۾ چڙهيل فرينچ هتي لٿو، ۽ لهڻ کان اڳ چيائين ته هي اسان جو مشهور شهر آهي ۽ دنيا جو بهترين شراب هتي ٺهندو آهي. خير هي ٺئي ماڻهو هتي لٿا ۽ انهن جي جاءِ تي ٻه جرمن اچي ويٺا. جن کي نه فرينچ آئي ٿي ۽ نه وري انگريزي. کين ٿوري ٿوري اسپينش آئي ٿي، جيڪا وري مون کي نٿي آئي. ڪافي خاموش وقت گذاريم. جلد ئي اسين فرانس جي ٻي مشهور شهر ’ليان‘ ۾ آياسين. جتان نڪرڻ کان پوءِ گاڏي سڌو ’هندايا‘ فرانس جي سرحدي شهر ۾ پهتي، جتي اسان جا پاسپورٽ تپاسيا ويا. هندايا کان پوءِ ڪجهه فرلانگن جي مفاصلي تي اسپين جي سرحد واري شهر اورن ۾ پهتاسون. جتي فرانس ۽ اسپين جي ڪسٽمس ۽ پاسپورٽ جي جهڳڙن کان جند ڇڏائيسون.

ان وقت رات جا نوَ ٿيا هئا ۽ اسين صبح جو نوين بجي مئڊرڊ پهچڻا هئاسين. منهنجي رات جي سفر متعلق گاڏيءَ ۾ سمهڻ لاءِ ٽڪيٽ ورتل هئي ۽ فقط چانه پي سمهي پيس ۽ صبح جو مئڊرڊ ۾ اٿيس. اسپين جو هيءُ سفر سمورو رات جو ڪيم، تنهن ڪري واٽ تي ڪجھ به نه ڏٺم، مگر اهو خيال ڪيم ته مئڊرڊ کان پئرس واپسيءَ تي هيءُ سفر ڏينهن جو ڪندس ۽ فرانس وارو رات جو...

**(”الوحيد“، 16 جولاءِ 1953ع)**

# (24)

مون آمريڪا مان ئي برادرم سيد ميران محمد شاھ کي پنهنجي اسپين اچڻ بابت لکيو هو. جواب ڏنو هئائين، ته آئون جيستائين پهچان تيستائين پاڻ اسپين ڇڏي ويندو، مگر سفارتخاني جا ماڻهو، منهنجي لاءِ انتظار ڪندا. مون وري هيلسنڪيءَ مان مسٽر آخوند پاڪستان سفارت جي سيڪريٽريءَ کي ان متعلق لکيو هو. جڏهن اسٽيشن تي پهتس، ته مسٽر پيرزادو پاڪستان سفارت طرفان موجود هو. اسين اسٽيشن تان سڌو ”ماريمان“ آياسون، جتي منهنجي رهڻ جو انتظام ٿيل هو. هٿ منهن ڌوئڻ ۽ چانه پيڻ کان فارغ ٿي، اسين ”مئڊرڊ“ جي سير تي نڪتاسون: آچر جو ڏينهن هو، ان

ڪري گهمڻ ۾ گهڻي آساني ٿي. اسان ”الڪلا“ گهمياسون. ”گرانڊويا“ ڪان وري مشهور سانن جي وڙهڻ واري جاءِ تي پهتاسون. جتي عجيب قسم جون ريسٽارنٽون هيون. ان ڪان پوءِ پوسٽ آفيس ڪان ٿيندا ”براوڊا ميوزم“ وياسون، ۽ واٽ تي اسپين جي پارٽي ”فلانخ“ جو مرڪز ڏٺوسون. جنرل فرئنڪو هن پارٽيءَ جو عيوضي آهي، جنهن جو بنياد جون ائنٽونيو رکيو هو. هن پارٽيءَ جا اصول هٽلر جي نازي پارٽيءَ، يا مسوليني‌ءَ جي فاشسٽ پارٽي سان هڪجهڙائي رکن ٿا. فرئنڪو انهن جي مدد سان ئي اسپين جي گهرو لڙائي کٽي، اقتدار حاصل ڪيو هو. اسان ”رئجرو پارڪ“ ۽ مشهور ”اورينٽ محلات“ پڻ ڏٺاسون، جنهن ۾ هن وقت ڪوبه ڪونه ٿو رهي، ۽ هڪ عاليشان محلات ويران پئي آهي. هن محلات ۾ جنرل فرئنڪو فقط ڌارين ملڪن جي سفيرن کي ملندو آهي. محلات هڪ عجيب جڳهه تي ٺهيل آهي. هتان هڪ طرف ڪئمپوڊي مورو تي نظر پوي ٿي ۽ ٻئي طرف شهر تي. ڪئمپوڊي مورو معنيٰ موئرن جو ڳوٺ، توهان کي خبر هجي، ته يورپ جا ماڻهو، تاريخدان ۽ تاريخ نويس اسپين ۾ آيل عربن کي موئر سڏيندا هئا. محلات جي سامهون، هڪ پراڻي پڪل مسجد آهي، جنهن کي ڇت به نه آهي. اندر وڃڻ لاءِ خاص پاس جي ضرورت پوي ٿي. توهان کي اها به خبر هجي، ته جنرل فرئنڪو، مراڪش جي عربن جي مدد سان اسپين جي گهرو لڙائيءَ ۾ ڪامياب ٿيو هو، ۽ هن مسجد ۾ هڪ ننڍي جاءِ ٺهيل آهي، جنهن ۾ جنرل

فرئنڪو جو مراقشي گارڊ نماز لاءِ ايندو آهي. جنرل فرئنڪو کي ٻين اسپين جي سولجرن تي اعتبار ڪونه آهي، ۽ پنهنجي تحفظ لاءِ مراقشي گارڊ رکيو اٿس. اسان ان کان پوءِ اها پل ڏٺي، جنهن تي اسپين جي گهرو لڙائي جي آخري جنگ لڳي هئي. هي سمورو سير ڪري، اسين ٽي بجي واپس آياسون، ۽ ماني کائي سمهي رهياسون. شام جو پروگرام اسپين جي مشهور سانن سان جنگ ڏسڻ جو هو. اسين ساڍي پنجين بجي تيار ٿي جنگ جي ميدان ڏانهن هلياسون. جتي هڪ عاليشان جاءِ ٺهيل آهي، ۽ جنهن جي چوڌاري پنجويهه يا ٽيهه هزار ماڻهو ويهي سگهن ٿا.

هتي مشهور آهي ته اسپين ۾ به شيون جنهن نه ڏٺيون، تنهن ڪجهه به نه ڏٺو: هڪ اها سانن جي لڙائي، لڙائي نه مگر سانن جي بيرحميءَ سان موت جو نظارو ٻيو ۽ ٻي ٽانگو گاڏي. مون کي ٻنهي جو تجربو ٿيو. سانن جو قتل، آچر ۽ خميس ڏينهن ڪندا آهن. ٽانگو گاڏي اگاري ۽ خميس ڏينهن فرانس جي سرحد تائين ويندي آهي.

آچر جي شام، اسان سانن جي لڙائي يا قتل جي تماشي ڏسڻ لاءِ رکي هئي. هي بي انتها ظلم جو نظارو آهي. انسان، پنهنجي خوشيءَ ۽ مزي لاءِ، ڪيترو نه بيرحم بنجي ٿو وڃي، هيءُ سانن ۽ ڍڳن جو قتل اسپين جي ماڻهن لاءِ راند آهي.

اسپين ۾ هن بيرحميءَ لاءِ خاص طرح سان ڍڳا تيار ڪيا ويندا آهن. انهن کي ڪارائي ٿلهو متارو ڪيو

ويندو آهي. انهن کي اهڙي تربيت ڏيندا آهن، جو هو ڳاڙهي چرندڙ ڪپڙي کان سخت متاثر ٿيندا آهن ۽ ان کي بلايا ڪو ديو سمجهي، سگهه سان مارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، سڄو وقت هن ڍڳي کي تيستائين اڪيلو رکيو ويندو آهي. جيستائين هو کيل ۾ مري وڃي. کيل يا موت کان ٿي ڏينهن اڳي، هن جي ڪلهن جي وچ ۾ هڪ چئن انچن جو تيز گرز هڻندا آهن. جنهن کان ڍڳو شديد عذاب ۾ هوندو آهي. لڙائي ۾ اهو گرز لڳندو رهندو اٿس. عيد ڏينهن يا ٻين موقعن تي، ڍڳي کي هڪ اونداهي ڪوٺيءَ مان ڪڍي هڪ کليل ميدان ۾ آندو ويندو آهي، جهن جي چوڌاري هزارها تماشائي ويٺل هوندا آهن. ڍڳن جا قاتل هيٺ هوندا آهن، جي ڪافي حفاظت ۾ هوندا آهن، هن فضا ۾ گوڙ ۾ ڍڳو بلڪل حيران ۽ مست ٿي ويندو آهي. وري اجا به اُن کي وحشت ۾ آڻڻ لاءِ، هڪ نيزيباز گهوڙي تي چڙهي نيزو کڻي هن ڍڳي کي هڻندو آهي ۽ پن – ٽن دفعن کان پوءِ، ڍڳي جي پٺن مان رت وهڻ شروع ٿيندو آهي. ڍڳو اجا به وڌيڪ وحشي ٿي پوندو آهي، ۽ هر ڳاڙهي شيءِ ڏسي، مست رهندو آهي. ميدان ۾ هي قاتل کيس هر جاءِ تان ڳاڙها ڪپڙا ڏيکاريندا رهندا آهن. هڪ هو حيران، ٻيو وري مٿس مار پئي پوندي آهي. جڏهن هن حالت تي پهچندا آهن، ته وري لاڳيتو هن غريب گگدام جي پٺيءَ تي ڇهه ننڍا ڀالا هڻندا آهن ۽ ويچارو جانور دهشت ۽ عذاب ۾ هوندو آهي. سندس وات مان گجي نڪرندي آهي ۽ رنڀندو آهي. خون سندس

پڻ مان وهندو آهي ۽ سندس قاتل اجا به ڪيس ڳاڙهي ڪپڙي سان ستائيندا آهن ۽ آخر جڏهن ساڻو ٿيندو آهي، ته هڪ قاتل تلوار ڪٽي گردن ۾ چپائيندو  اٽس ۽ اهو جانور وڏي عذاب ڪان پوءِ بيوس ۽ لاچار ٿي زمين تي ڪرندو آهي، ۽ ساهه ڏيندو آهي. ان ڪان پوءِ خچر آندا ويندا آهن، جي هن ڍڳي ڪي گهلي ڪٽي ويندا آهن، هر موقعي تي هن قسم جا چار ڍڳا ماريا ويندا آهن. توبه!

هي اُهي مثال ”مروان موت ملوڪان شڪار“ جو – ڍڳي ڪي عذاب ڏيندڙ قاتل ڪي شاباس ڏني ويندي آهي. ڪين وڏا وڏا انعام ملندا آهن، ۽ هو هن ملڪ ۾ وڏو رتبو رکندا آهن. مون هڪڙي ڪان پڇيو، ”ميان! خبر ڪر، تون چيتي سان ائين وڙهندين؟“ ته يڪدم چيائين، ”هو چالاڪ ۽ حرفتي آهي، ڪپڙي ڪي چڏي اچي مون ڪي وٺندو.“ مون چيومانس، ”ته بس تنهنجو ڪمال ڍڳي جي بيوقوفيءَ ۾ آهي.“ ته ڪٽي ماٺ ڪيائين. هنن قاتلن ڪي به ننڍي هوندي ئي تيار ڪيو ويندو آهي. ٻارن ڪي وري گابن تي سيڪاريندا آهن. هي آهي اسپين جي ماڻهن جي قومي خوشي! اسان وٽ جيڪڏهن ڪو جانورن تي ائين ظلم ڪري، ته ڪيس هڪدم جيل اماڻيو وڃي، ۽ هتي جنرل فرئنڪو ۽ ٻيا دعوتون ڏيندا آهن. دنيا جي ڪنڊڪڙڇ مان ماڻهو، هي ظلم ڏسڻ ايندا آهن. ڍڳن جي قتل ڪان پوءِ، اسان ڪان ويٺو نه ٿيو، ۽ اسين ميدان چڏي هليا وياسون. انسان جي ظلم ۽ ذلت جي ته حد ئي ڪانه آهي!

رات جو هڪ ڪيل ڏنوسون ۽ صبح جو سوير سومر ڏينهن سفارت ۾ ويس، جتي چند دوستن سان ملڻ ٿيو. شهرجو ڪجھ وڌيڪ سير ڪيم، ۽ اڱاري ڏينهن لاءِ ٽانگو گاڏيءَ جي ٽڪيٽ وٺي هٿ ڪيم. مون کي چيو ويو هو، ته پندرهن ڏينهن لاءِ ٽڪيٽ ملڻ مشڪل آهي. هڪ رپورٽر کي ڪجھ خرچي ڏيڻ سان بنا دير جي ٽڪيٽ ملي ويئي! فرانس ۽ اسپين ۾ رشوت حد تي پهتل آهي. خدا پناهه ڏي! پهرين رات فرانس ۾ جڏهن ڪيل تي ويس، ته چيو ويو ته ٽڪيٽون ختم ٿي ويون آهن. منهنجي دوست قطب وجي هڪ کي پاسو ڏنو، جنهن جهٽ ۾ ٽڪيٽ آڻي ڏني ۽ اسان به ڪجھ خرچي ڪرايس. هتي علي الاعلان رشوت هلي ٿي. رشوت ڏيڻ کانسواءِ، شايد ورتل ٽڪيٽ به نه ماڻي سگهجي. هڪ ٽڪيٽ، ٻي رشوت لازم ۽ ملزوم آهن!

اڱاري ڏينهن، صبح جو ٻارهين بجي ٽانگو گاڏيءَ ۾ چڙهي، پئرس ڏانهن هليس. هيءَ گاڏي هڪ پرائيويٽ ڪمپنيءَ جي آهي ۽ ايئرڪنڊيشن آهي. منجهس هڪ ڪلاس آهي ۽ اٽڪل پنجهتر ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان هلي ٿي. مون کي ڪا خاص ڳالهه نظر ڪانه آئي. آمريڪا جون معمولي گاڏيون به ان کان بهتر آهن، پر منهنجي لاءِ هي بهترين موقعو هو جو مان ڏينهن جي روشني ۾، اسپين جي سرحد تائين سفر ڪري ٿي سگهيس. هيڏانهن اچڻ وقت، آئون رات جو آيو هوس ۽ هاڻي ملڪ ڏسڻ جو چڱو موقعو مليو هو. گاڏيءَ ۾ مون سان سڀ اسپين جا ماڻهو ويٺل هئا، پورٽر به اسپين

جا. پاڻي، ماني چانهه گهرڻ لاءِ به ڪافي هٽ هٽڙا، وات ۽ بدن جي ورزش ڪرڻي ٿي پيئي.
مئڊرڊ جي گهمڻ ۽ ڏسڻ مان ائين معلوم ٿيو، ته چڻ توهان ايبٽ آباد يا راولپنڊي يا پشاور جي چانوڻين ۾ آهيو. جايون ڪجهه وڏيڪ اوچيون، ۽ خوبصورت آهن. رستا ڪافي ڪشاده آهن، ۽ وڻ پڻ چڱي انداز ۾ آهن. مئڊرڊ، اسان ساڍي ٻارهين بجي ڏينهن جو ڇڏي ۽ ساڍي نوين بجي شام جو 'هندايان' فرانس جي سرحد تي پهتاسون. سڄو ڏينهن، گاڏي اهڙي نظاري مان لنگهي رهي هئي، جهڙو نظارو، توهان کي راولپنڊيءَ کان گاڏيءَ رستي وڃڻ ۾ پشاور کان جمرود ۽ ترخام (پاڪستان ۽ افغانستان جي سرحد) تائين نظر ايندو. اُهي ئي پوڪون، اُهي ئي جبل۽ سرنگون، جن مان گاڏي لنگهي ٿي.، اها حالت اسپين واري طرف جي هئي. ٻئي طرف فرانس وارو حصو سربسز ۽ سڌو ميدان هو. فرانس جي طرف گاڏيون سڀ اليڪٽرڪ تي هلن ٿيون ۽ اسپين جي طرف تيل تي. هندايان ۾ رات جي سمهڻ جو انتظام وئگن لٽ گاڏيءَ ۾ هو، ۽ سمهي پيس. اربع ڏينهن صبح جو خير سان واپس وئرس پهتس.
هاڻي توهان کي انشاءَ الله هڪ خط قاهره پهچڻ کان پوءِ لکندس... اڄ اربع جو ڏينهن ۽ اٺين جولاءِ آهي. انشاءَ الله اٺويهين تاريخ اڇي توهان سپني جي زيارت ڪندس. هتان جمع ڏينهن ڏهين تاريخ سئٽزرلينڊ ويندس هوائي جهاز ۾. ۽ پوءِ پئرس کان مئڊرڊ تائين فقط ريل جو سفر رهيو آهي، جو ڏاڍو مزيدار هو... دعا ڪندا.

**(”الوحيد“، 17 جولاءِ 1953ع)**

# (25)

مون توهان کي اٿين جولاءِ تائين پئرس مان احوال لکيو هو. آئون انهيءَ ڏينهن صبح جو مئڊرڊ (اسپين) کان واپس آيو هوس. مون اسپين جو سياسي، معاشرتي يا اقتصادي احوال نه لکيو هو، ڇو ته احوال ڪافي لنبو ٿي وڃي ها. اسپين هن وقت يورپ ۾ خاص طرح آمريڪا جي سياسي پاليسيءَ ۾ وڏو حصو رکي ٿو. اسپين سان مسلمانن جو ست سؤ سالن جو تعلق رهيو آهي ۽ اتي هر ڪا ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، ته ان وقت کي داغدار بڻايو وڃي، اسپين جون اڄ جون سموريون ڪمزوريون ۽ بداخلاقيون مسلمانن ڏانهن منسوب ڪيون وڃن ٿيون. هن جو ذڪر اڳتي ڪان پوءِ ڪندس. فرانس کان وٺي اتي يورپ جا سمورا ملڪ ڪرستان آهن. پر انهن ۾ پروٽيسٽنٽ گهڻا آهن. تقريباً پنجاسي يا نوي سيڪڙو آبادي انگلينڊ، هالينڊ، ڊينمارڪ، ناروي، سئيڊن، فنلينڊ، سئٽزرلينڊ، ۽ جرمني ۾ پروٽيسٽنٽ جي آهي. مگر فرانس ۽ بيلجيئم کان هيٺ مثلاً: اسپين، فرانس ۽ اٽليءَ ۾ رومن ڪئٿولڪ گهڻا آهن، سئٽزرلينڊ ۾ تقريباً پنجويهه سيڪڙو رومن ڪئٿولڪ آهن. هن مذهبي فرقي جو اثر به عجيب طرح سان آهي، تنهن جو ذڪر به جيئن مون لکيو آهي، پوءِ ڪندس. ٿين ڳالهه هي آهي ته يورپ جو ڪوبه ملڪ جو پاڪستان سان

مشابهت رکي ٿو، سو اسپين آهي. خير، هاڻي اچو پنهنجي سفر جي احوال تي.

جڏهن اٺين جولاءِ تي پئرس آيس، ته ايندي شرط قطب صاحب کي چيم، ته خدا جا بندا! مون غريب کي ڪا هلڪي سلڪي هوٽل ڏيار، نه ته مون کي پئرس ۾ پنٽو پوندو! توهان کي ياد هوندو، ته اسپين ويندي هڪ رات پئرس ۾ رهيو هوس. هوٽل پويان ۾ اها رات گذاريم ۽ صبح جو فقط هڪ رات لاءِ ٽيهه رپيا بنان ناشتي ۽ ماني جي – رڳ نڪري وئي! پئرس ۾ زبان نه اچڻ ڪري، نه زمين اندر ريل جو استعمال آسان ۽ نه بس يا ٽرام سولي. باقي رهيا به وسيلا: هڪ ٽمگرن، ٻي ٽيڪسي. پئرس ۾ ٽيڪسيءَ وارا اهڙا جو ٺل نه ٻاهريون ماٺهو هٿ چڙهين، هڪ ميل کي ڏهه ميل ٻڌائيندا. قطب صاحب هن دفعي هڪ غريباڻي هوٽل ۾ انتظام ڪيو، جتي به فقط رهڻ جا تيرنهن رپيا روز هئا. بس سائين هاڻي ٻيئي هٿ ڪٽي وڌم کيسي ۾ ته ڪٿي ٺڪو نه ڪري پوي، جڏهن پئرس ڇڏيم، تڏهن چوٺڪاري جو ساهه کنيم، ته يا خدا! تو ظلم جي شهر مان نجات ڏياري جو کيسو بچائي نڪتو آهيان. هاڻي اچو ته توهان کي پئرس جو احوال ٻڌايان:

پئرس ايڏو وڏو شهر ۽ ايتري بد انتظامي، جو دنيا ۾ شايد مشڪل هوندي. پئرس تاريخي شهر آهي. فرينچ قوم هن سان وڏي محنت ڪئي آهي- جايون، عمارتون ۽ رستا سڀ عجيب ۽ تعريف جي لائق آهن. فرينچ قوم وڏا انجنيئر، تاريخدان، اديب، شاعر ۽ سائنسدان پيدا

ڪيا آهن ۽ اڄ به پيدا ڪري ٿي. مگر هن وقت فرانس ڪي ڪنهن به سٺي شيءِ کي سلامت ۽ صاف رکڻ جي طاقت نه آهي. لڙائين ۽ اندروني سياسي حالتن فرانس کي ڪمزور ڪري رکيو آهي. فرانس يورپ جو هڪ ئي ملڪ آهي، جنهن جي اسرڻ جي ڪابه اميد ڪانه آهي. هن ملڪ جي تاريخ ڏانهن نظر ڪري ۽ ماڻهن جي نشست و برخواست کي ڏسي حيرت ٿئي ٿي! فرينچن واري مروت، سنجيدگي ۽ خوش ڪلامي اڄ يورپ جي ڪنهن به ملڪ ۾ نه ملندي. توهان کي ياد هوندو، ته اڳين جنگ ۾ پئرس کي کليل شهر قرار ڏنو ويو هو. ان ڪري شهر جي ايراضيءَ ۾ جرمني، انگليند يا آمريڪا هڪ ذري جو به نقصان نه ڪيو آهي. پئرس هن وقت فرانس جو وڏي ۾ وڏي آمدني جو ذريعو آهي. توهان کي سڄي دنيا مان آيل ماڻهو سفر ڪندڙ ملندا. پئرس يورپ جي مسافريءَ لاءِ مرڪز آهي، ڇو ته مسافر جتان ڪٿان ڦري وري به هتي ايندا. پئرس هڪ وڏو کيل ۽ تماشو آهي! ڏينهن جو انسانن جي حوالي، رات جو شيطان ۽ اُن جي چيلن جي. هر ممڪن طريقي سان مسافرن کي حيران ڪيو وڃي ٿو ۽ انهن جي ڪمزورين جو فائدو ورتو وڃي ٿو. سنڌيءَ ۾ هڪ پهاڪو آهي 'هجيئي ناڻو ته گهم لاڙڪاڻو'- مگر پئرس لاڙڪاڻي کان به ويل آهي. هتي فقير ۽ درويش بک مري وڃي ٿو. منهنجا هتي اڍائي ڏينهن ڏاڍا تڪليف ۾ گذريا. ان دوران ۾ پئرس جي سين نديءَ جو سير ڪيم، يونيورسٽيءَ ۾ ويس، پئرس جو ميوزيم ڏٺم، نيپولين جي

قبر ۽ شانزيل نديءَ جي ويجهو عمارتن کي ڏٺم، اها ديول جنهن مان سينٽ برٿا لوميو جي ڪوس لاءِ حڪم مليو هو، اُها ڏٺم. ميري ائنٽونٽي جو محلات ڏٺم. جنهن کي هاڻي ميوزم بڻايو ويو آهي. ڪي. ڊي. اور سي ۽ فرينچ نيشنل اسيمبليءَ ۾ ويس، جتي فرانس جو خانو خراب پيو ڪيو وڃي. بئسٽائيل ڏٺم، جنهن ۾ فرينچ انقلاب جو پهريون ڌونڪو لڳو هو. پئرس ۾ ٻڙي ڪلوميٽر جي جاءِ ڏٺم. پئرس اوپيرا ۽ پنگليءَ ۾ هڪ ڪيل ڏٺم. مطلب ته هن دنيا ۾ انسان جي ڪمال ۽ اُن جي تحت الثريٰ ۾ ڪِرڻ جو هڪ گڏيل نظارو ڏٺم. فرانس ۾ جيترو آمريڪي بيوقوف ٿيڻ لاءِ اچن ٿا، ۽ جنهن درياءَ دليءَ سان انهن کي بيوقوف بڻايو وڃي ٿو، ان جي ڳالهه نه پڇو!

خير، آئون ته الله ڪري ٿپڙ ڪٽي پڳس. ڏهين تاريخ يارهين بجي هوائي بندر بورڊ تي آيس. سئٽزرليند جي هوائي ڪمپنيءَ جي جهاز ۾ چڙهي زيورچ (سئٽزرليند) جو رخ رکيوسين. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اسين زيورچ جي هوائي بندر تي لٿاسون، مگر هن جهاز ۾ ڊپ وٺي ويو هئم. فضا ۾ ڏنڏ ڪافي هو، ۽ هيءُ جهاز هو ڊي. سي ٿري ۽ ٻن مشينن وارو.

زيورچ ۾ لهڻ شرط مون کي هن ملڪ جي خوبصورتيءَ ۽ شاهوڪاريءَ جو احساس ٿيو. شهر ڏانهن ويندي جبلن، گهٽين ۽ رستن جو نظارو عجيب ۽ وڻندڙ هو. منهنجي رهڻ جو انتظام ڊوٿيئٽر هوٽل ۾ ڪيل هو. جا يونيورسٽي جي پرسان آهي، سئٽزرليند جو هيءُ

ننڍو هوٽل به ميٽرو پول جهڙو هو. شام ۽ رات جو پيدل شهر کي ڏٺم. صبح جو موٽر ڪري گهمڻ نڪتس.

توهان کي خبر هجي، ته سئٽزرلينڊ هڪ عجيب ۽ خوبصورت ملڪ آهي. هتان جا ماڻهو صحيح دماغ رکندڙ، امن ۽ صلح جا حامي آهن. سئٽزرلينڊ جا ٽي حصا آهن، جي جرمن، فرينچ ۽ اٽلي حصن ۾ ورهايل آهن. هن ملڪ ۾ چار ٻوليون سرڪاري آهن: جرمن، فرينچ، لڪيٽي ۽ رومانش. زيورچ سئٽزرلينڊ جي جرمن حصي ۾ آهي، مگر هتي جرمن صحيح جرمن نه آهن. ڪو جرمن، هنن جي ٻولي کي سمجهي نه سگهندو. هيءَ ٻولي اصل جرمني آهي ۽ لفظ به صحيح آهن، مگر ادب، جرمني زبان ۾ وڏيڪ آهي.

ٽرام ۾ چڙهي زيورچ يونيورسٽي جو سير ڪيم، جا هڪ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. مين اسٽيشن ۽ مين گهٽيءَ مان ٽي سڌو زيورچ ڍنڍ ڏانهن ويس. جتي ٻيڙيءَ ۾ سير ڪيم. ان کان پوءِ بورانلڪ هوٽل ڏٺم، ۽ اتان نيشنل پارڪ ۾ ويس، زيورچ جي مشهور مجتهد زنگلي جو بت، ۽ ان جي ديول ڏٺم، ۽ هڪ ٽرام ۾ چڙهي زيورچ جي جبل ڏانهن ويس ۽ واپس آيس. زيورچ جي خوبصورتيءَ ۾ ليمٽ نديءَ وڏو اضافو ڪيو آهي. جهڙيءَ طرح سين ندي پئرس جي وچان وهي ٿي، ۽ پئرس جي تاريخ، سين جي تاريخ آهي. اهڙيءَ طرح زيورچ ۾ ليمٽ نديءَ جي حيثيت آهي.

هڪ آمريڪي دوست صلاح ڏني هئي، ۽ چڱو به ائين سمجهيم ته روم (اٽلي) ريل رستي وڃان ۽ نه

هوائي جهاز رستي. زيورچ کان روم سورنهن ڪلاڪ ريل جو سفر آهي، ۽ دنيا جو مشهور سفر آهي. اها صلاح بهتر سمجهي وٺڳن لٽ ريل جي ٽڪيٽ ورتم. يارهين تاريخ چئين بجي رات جو زيورچ – روم انٽرنيشنل گاڏيءَ ۾ چڙهيس ۽ مون سان گڏ گاڏيءَ ۾ ٻه انگريز زال- مڙس ۽ هڪ سئز عورت ۽ سندس چوڪري ويٺل هئا. هن سئز عورت اسان تي ڏاڍي مهرباني ڪئي، سڄي واٽ لوگانو اسٽيشن تائين اسان کي رستي تي ڍنڍن، جبلن، شهرن ۽ جاين جي تعريف ۽ احوال ٻڌائيندي رهي. ڇا مزيدار ملڪ آهي. اسان جي اليڪٽرڪ گاڏي (سئٽزرلينڊ ۾ گاڏيون، ٽرامون ۽ بسون سڀ اليڪٽرڪ تي هلن)، ڍنڍن جي پرسان جبلن مان هيٺ مٿي وروڪڙ ڪندي هلي ٿي. اسان تقريبا اٺاويهن جبلن جي سرنگن مان لنگهياسون. هڪ سرنگ جا وڏي ۾ وڏي هئي، اٽليءَ ۽ سئٽزرلينڊ جي سرحد تي هئي، تنهن اسان جا ارڙنهن منٽ ورتا. تقريباً ٻارنهن يا چوڏهن ميل ڊگهي هوندي! سئٽزرلينڊ طرف هوا گهٽي ٿڌي هئي، مگر اچا ٻي طرف پهتاسون ته گرم هوا شروع ٿي. الله جو شان! تقريبا ڇهه مهيناً اڳي اتان ٻارنهن يا چوڏنهن هزار فوٽ جبلن تان هوائي جهاز ۾ لنگهيو هوس ته برف ڇانئيل هئي ۽ هن دفعي انهن جبلن جي چوٽين کان ڏهه هزار فوٽ اندران لنگهي رهيو هوس. هيءُ سرنگ گوشنين کان شروع ٿئي ٿي، ۽ ارلو تائين وڃي ٿي.

لوگانو ۾ منهنجا انگريز ۽ سئز همسفر لهي ويا ۽ ٻه اٽالين عورتون اچي چڙهيون. انگريزي ٻولي ٻنهي مان ڪنهن کي به نٿي آئي ۽ مون خاموشيءَ سان سندن گفتگو ويٺي ٻڌي، سائين ٻه عورتون گڏجن ۽ خاص طرح ان فضا ۾ جنهن ۾ مرد بي زبان ۽ بيڪار ته پوءِ سندن زبان کي ڪير روڪي! بس اچي جو ڳالهائڻ ۾ چٽيون، ته خدا جي پناهه! واري واري سان ڳالهائين ۽ وري ٻئي گڏ ڳالهائين. بس اُپساهيءَ ۾ پئجيو وڃن. منهنجي ڪابه پرواهه نه هين. فقط وقت تي ٻنهي مان هڪ يا ٻنهي، مون ڏانهن رحم جي نظر سان نهاري ٿورومشڪي، وري ڳالهائڻ شروع ڪيو. مون غريب سان هيءُ ظلم ستين بجي کان وٺي سادي نوين بجي تائين رهيو. جيسين آئون اٽليءَ جي مشهور شهر ’ملان‘ تي پهتس. گاڏي سڌي روم وڃڻي هئي، مگر رات جي سفر لاءِ منهنجو گاڏو ٻيو هو. سو هي گاڏو چڙهي هنن جي زبان کان آزادي حاصل ڪيم. ڪين مهربانيءَ لا لفظ چيم جنهن تي ڏاڍو خوش ٿيون.

مون کي هڪ آمريڪي دوست سئيڊن ۾ چيو ته: ”غلام مصطفيٰ سئٽزرليند مان نڪري اٽليءَ ۾ وڃڻ معنيٰ هڪ خوبصورت باغ مان نڪري هڪ گندي گٽر ۾ گهڙڻو آهي.“ هڪ آمريڪي کي ائين چوڻ جو هر ڪو حق آهي. مگر آئون نه چوندس. اٽلي هڪ قديم ۽ تاريخي شهر آهي. مگر هينئر غريب آهي. اسين اٽليءَ وارين تڪليفن ۾ آهيون. اسان کان هو ڪيترين ڳالهين ۾ خوش آهن ۽ اسان کي مٿن نڪتچيني ڪرڻ نه

جڳائي. مگر ايترو چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته اٽليءَ ۽ سئٽزرليئنڊ ۾ زمين ۽ آسمان جو تفاوت آهي. خير، رات جو سمهي پيس، ۽ صبح جو اٺين بجي روم (اٽليءَ) جي سينٽرل اسٽيشن تي آيس، ڇا خوبصورت اسٽيشن آهي! سن 1950ع ۾ نهي تيار ٿي آهي. روم جي هيءَ اسٽيشن يورپ جي مشهور ريلوي اسٽيشنن منجهان هڪ آهي. اهڙي خوبصورت اسٽيشن ٻي ڪا مشڪل هوندي.

ٿامس ڪڪ منهنجي رهڻ جو بندوبست روم ڪانٽينينٽل هوٽل ۾ ڪيو هو. گهڙڻ سان آمريڪي فضا ڏٺم. بس سڄي هوٽل آمريڪين سان پري پئي هئي. ڊپ وٺي ويم. هي درويش پئسا ڪٽي اچن ٿا اڏائڻ لاءِ ۽ آئون فقير! دل ۾ خيال آيو ته هي هوٽل پينگيو ڪندي!

پئرس ۽ روم يورپ جا تمام مهانگا شهر آهن. هنن شهرن جي آمدني گهڻو ڪري ٻاهران ايندڙ ماڻهن مان آهي. هو مسافرن جي ذري ذري تي کل لاهين ٿا. پئرس ۾ پئسن بچائڻ لاءِ ڪيترا وقت ماني ڪائڻ ڇڏي ڏني هيم ۽ روم ۾ اُها عادت وري شروع ڪيم. هن هوٽل ۾ هڪ وقت جي ماني سورنهن روپيا توبهه!، جڏهن مسٽر اختر حسين پاڪستان جي سفير سان ملڻ لاءِ ويس، ته اُن به اها شڪايت ڪئي. ويچارو ٻارن سان هوٽل ۾ رهيو پيو آهي. بس! خرچ کان تنگ اچي ويو آهي. پلا رهي ٿو گرانڊ هوٽل ۾، جنهن جو خرچ ڳاٽي پڳو آهي.

خرچ جو ذڪر ڪندي، مون کي هڪ ڳالهه ياد آئي جا توهان سان نه ڪئي اٿم: پئرس جي آئون

سفارتخاني ۾ ويس ۽ خبر ملي ته مسٽر ابراهيم رحمت الله پاڪستاني سفير صاحب لندن ويو آهي. آئون پاڪستان جي ڪائونسلر منسٽر مسٽر دهلويءَ سان مليس. مسٽر دهلويءَ جو والد مرحُوم ڪافي وقت سنڌ ۾رهيو هو ۽ وڪالت ڪئي هئائين.مسٽر دهلويءَ ڪجهه وقت مرحوم سر غلام حسين ۽ عبدالرحمان صديقيءَ جون ڳالهيون ڪيون. مسٽر دهلوي ڪافي سنجيده ۽ خليق انسان آهي ۽ ان ويچاري به رڙيون ٿي ڪيون. چوڻ لڳو: غلام مصطفيٰ هيترو سارو پگهار ٿو ملي، ته به پورت نه آهي. مهيني جي سورهين يا ويهين تاريخ تائين اسين سڀ آفيسر ۽ ڪلارڪ پينگيا ٿيو وڃون ۽ باقي مهيني جا ڏهه يا يارنهن ڏينهن اوڌر تي گذاريندا آهيون! مسٽر دهلويءَ کي اٺ يا نوَ هزار رپيا مهيني ۾ ملن ٿا. جڏهن اُن جي اها شڪايت ته پوءِ مون جهڙي غريب جي ڇا مجال. بس هوٽلن جي خرچن ڪنهن به شيءِ وٺڻ جي طاقت نه ڇڏي آهيءِ حالت اها هئي، ته جيڪڏهن ڪنهن دعوت ڏني ٿي، ته مون انڪار نٿي ڪيو. پئسا جو بچائڻا هئا. حساب ڪيو اٿم ته جيڪڏهن هڪ ڏينهن لاءِ به منهنجو پروگرام وڌي وڃي ته، جيڪر ٺپڙ وڪڻڻا پون. اها اٿوَ اسان جي دل جي ڳالهه، باقي ٻاهرين پيڪي کي ڪونه ڇڏيندا سون. انسان جي بک جي کيس خبر، ٻئي کي پرائي پيٽ جي ڇا خبر!

مسٽر اختر حسين چيو، ”غلام مصطفيٰ اپرو ٿي ويو آهين؟“ چيومانس ته: .سائين! ٺڪي پيو آهيان. هاڻي پانئيان ته جلد ڏينهن گذرن ته ڳوٺ وڃان.“ ڳالهه سچي

به اها اٿؤ ته هاڻي مان سفر مان اڃي ڦاٿو آهيان. انشاءَ الله باقي ٿورا ڏينهن آهن ۽ اڃي ڏينهن پورا ڪيا اٿم. اميد ته اوڻهين تاريخ سڌو قاهره کان ڪراچيءَ اينڊس ۽ توهان جي اچي زيارت ڪندس.

روم تاريخي شهر آهي. ڪيس سڏين ئي دائمي شهر. روم جي گهمڻ مان ان جي تاريخ نظر اچي ٿي. هڪ طرف هزارها سالن جون جايون ۽ رومين جا ڪارناما، ته ٻي طرف هن وقت ماڻهن جي هيءَ عجيب حالت! رومي، تاريخ جي صفحن تي هنجهه ٿا نظر اچن، مگر سندن اولاد اڄ بلڪل ڪانگ آهن. ٻڌو ۽ ڏٺو اٿم ته يورپ ۾ ٽي قومون ڪاڏي جون ڪوڏيون آهن. هڪ اسپين، ٻي فرينچ ۽ ٽين اٽالين. حقيقت ۾ ڪاڏي جا ڪوڏيا، ڪم جا بيڪار ٿيندا آهن. ڪائڻ کان سواءِ ٻي ڳالهه اصل ياد ڪانه هوندي اٿن. خير، اهي به ٻين مجبورين ۽ ضرورتن کان بچي نٿا سگهن.

روم کي ڏسڻ لاءِ هڪ آساني حاصل ٿي هئي. آمريڪا جي لوئيوائل يونيورسٽيءَ جو هڪ پروفيسر، جيڪو اصل اٽليءَ جو رهاڪو هو، پنهنجي والده ۽ پاءُ لاءِ ڪي مختصر شيون ڏنيون هيون. آئون اهي شيون پاڻ سان کڻي آيو هوس. هيءَ بزرگ عورت پنهنجي پٽ سان شهر کان اٽڪل ٽيهه ميل پري رهي ٿي. هوٽل ۾ سامان رکڻ کان پوءِ، اُنهن وٽ ويس ۽ ڏينهن جو ماني اتي کاڌم، ماني کان پوءِ هي نوجوان – جو ڏندن جو ڊاڪٽر آهي، مون سان گڏجي روم گهمڻ هليو.

هن واقف جي هئڻ ڪري موٽر جي خرچ کان بچي پيس. ٽرام ۽ بس ۾ گهمياسون.

سير شروع ڪيوسون پوپ جي محلات کان. وئٽيڪن سٽي روم اندر، پوپ جي حڪومت آهي. سن 1939ع ۾ مسوليني ۽ پوپ جي وچ ۾ ٺاهٺيو ۽ وئٽيڪن سٽي کي عليحده حڪومت قرار ڏنو ويو. ٽي سؤ ايڪڙن جي چوگرد ديوار آهي. جنهن ۾ پوپ حڪومت ڪري ٿو – هن ۾ پوليس وغيره جو انتظام به پوپ جي حوالي آهي. هي شهر رومن ڪئٿولڪ مذهب جو اڏو آهي. محلات جنهن کي ”سينٽ پيٽر“ سڏين. هڪ عاليشان جاءِ آهي، جنهن ۾ هڪ سؤ نو ڪمرا آهن، باقي جايون ڌار آهن. دنيا ۾ هن نموني جي محلات ٻي هنڌ نه ملندي. توهان کي منجهس عجائبات ملندا. پوپن دنيا کي ڦري چٽ ڪري، سڀ ملڪيت پنهنجي آرام، راحت ۽ رعب تاب لاءِ استعمال ڪئي آهي! ڇا سنگ مرمر جو ڪم، ڇا ديوارن تي نقش و نگاري، سون ۽ سون جي پاڻي جو ڪم، ڇا شيشم ۽ زريءَ جو ڪم. ڇا هيرا ۽ جواهر- حيرت انگيز محل آهي! آئون آچر جي ڏينهن صبح جو محل ۾ ويو هوس، جو مون کي خبر هئي ته آچر تي پوپ خود ٻاهر اچي ديول ۾ تقرير ڪندو آهي ۽ مسافرن کي ديدار ڪرائيندو آهي. عجيب ڍونگ ۽ تماشو آهي.، مون کي رومن ڪئٿولڪ جي پوپ ۾ تاريخ ياد آئي. هڪ خاص واقعو بيان ڪندس:

هڪ پوپ، جنهن جو نالو مون کان وسري ويو آهي، بهشت ۽ نجات جا سرٽيفڪيٽ ڏيڻ شروع ڪيا،

۽ ماڻهن اُهي خريد ٿي ڪيا. بهشت ۾ درجا آهن، ۽ پوپ، هر سرٽيفڪيٽ، قيمت آهر خريد ڪندڙ لاءِ، جڳهه مخصوص ڪندو ويو. هنن سرٽيفڪيٽن جي گهڻي خريداري هلي. هڪ چورن ۽ ڌاڙيلن جي سردار اها ڳالهه ٻڌي، ته ان کي ڏاڍي پسند آئي. خيال ڪيائين ته بهشت ۾ جاءِ رزرو ڪري، پوءِ ماڻهن کي چڱي طرح ڦرڻ گهرجي. سو هڪ اعليٰ طبقي جو سرٽيفڪيٽ خريد ڪيائين.، ان کان پوءِ ساٿين کي وٺي وڃي رستي تي ويٺو. اچانڪ ان پوپ جا سرٽيفڪيٽ وڪڻڻ سان ڪمايل پئسا، سون ۽ جواهرات روم ڏي اچي رهيا هئا. هن ڌاڪوءَ اهو سڀ مال ڦري ورتو ۽ گم ٿي ويو.، سندس جواب هو ته بهشت ۾ جاءِ موجود آهي، ۽هاڻي سڀ گناهه معاف! رومن ڪئٿولڪ مذهب ۾ اقرار نامو آهي – جنهن ۾“ هر آچر جي ڏينهن هر معتقد کي گهرجي، ته پادريءَ اڳيان اعتراف ڪري ۽ پوءِ سندس سڀ گناهه معاف. حضرت عيسيٰ عليه السلام خدا جو پٽ، پوپ حضرت عيسيٰ عه جو جانشين ۽ پادري پوپ جو عوضي، سڀ گناهه معافَ پر هر هفتي نوان گناهه ۽ نئين معافي!

محلات ۾ ان ۾ ٿيندڙ حالتن کي ڏسي، مون کي خيال آيو ته چو عيسائي دنيا ۾ هن وقت ٻه طاقتون آهن: هڪ الحاد جي ۽ ٻي رومن ڪئٿولڪ جي.، سوچڻ سان سمجهيم ته دنيا ۾ جنگين ۽ سائنس جي ڪمالات کان متاثر ٿي، ماڻهو هنن حالتن جو شڪار ٿين ٿا. اهو

هڪ لنبو ذڪر اهي، جنهن کي هن وقت نه ڇيڙيندس.، اچو ته گهمون:

ا ن ڪانپوءِ ڪسلتا ميموگهٽي، نيشنل گهٽي، وينتسيما چونڪ، آرجنٽائين چوڪ، سيئيبٽر ٽارڊ چونڪ، اسيسوار چونڪو، ڦوهاره گرانڊ، اٽاليا پريزيڊنٽ جي صدارت (جا اڳي بادشاهن جي محلات هئي) ڪلوسيو (جو رومن جي زماني ۾ هنن جو جنگي اڏو هو)، پلازوونيتسيا (جنهن ۾ مسوليني رهندو هو ۽ جنهن بالڪنيءَ مان تقريرون ڪندو هو)، ڏٺم. وٽو ايو مانيومينٽ وري سفيد پٿر جي نهيل آهي ۽ مسوليني جي گهر پرسان آهي. پارليامينٽ هائوس ۽ شنڪو سنيٽو چونڪ ڏٺوسون. روم جي وچان به هڪ ندي وهي ٿي، جنهن جو نالو تيوري ندي آهي: روم ۾ گهٽو ڪري توهان کي ٽي ڳالهيون خاص نظر اينديون: هڪ ڦوهارو – هر جڳهه، هر چونڪ ۽ هر جاءِ جي سامهون، هوٽلن ۾ ڦوهارا وري عجيب ۽ غريب نموني جا ٺهيل آهن. ٻيون توهان کي هر جڳهه تي پٿر جا ٺهيل بت – ماڻهن جا، اوتارن جا ۽ جانورن جا نظر ايندا. ٽين ڳالهه ماڻهن جي البيلائي ۽ فارغ البالي – بس مست آهن. انڌي گهوڙي ڪل ۾!

هن قسم جي مست مزاجي حالت، اسپين ۽ فرانس ۾ به ملندي. ممڪن آهي ڪٿي گهٽ وڌ هجي. مگر قسم اهو ساڳيوئي! بس وات ڦاٽا پيا اهن ۽ هلندا پيا ۽ ڪائيندا پيا، هوٽلن کان ٻاهر ڪرسين تي ويٺاهوندا ۽ پيا پنڪيون ڪائيندا! پر هن ملڪ ۾ هنر به ڏايو آهي: اٽلي،

موٽرن ۽ موٽر سائيڪلن ڏاهڻ ۾ دنيا ۾ مشهور آهي. ٻارن جا رانديڪا ۽ ڪپڙو جاپان ته ٺاهي، مگر جي چٽسالي ۽ رنگيني اٽلي ٻڌائي ٿي، سا بهترين آهي. مگر سياست هنن درويشن کي به حيران ڪري ڇڏيو آهي. هن مريض ڪان جيڪي مون بچيل ملڪ ڏٺا آهن، اهي انگلينڊ، سئيڊن ۽ سئٽزرلينڊ آهن، ٻين جو حال اهڙو آهي، جهڙو اسان جو. سياست ڇگن خاصن ملڪن جو خانو خراب ڪيو آهي. اٽليءَ جو تعليمي نظام به گهڻو سٺو آهي، مگر هنن جي سياست تعليم کي به خراب ڪيو آهي. ته به اسين ماستر ويچارا درويش بيوس آهيون، آئون ته ائين چوندس ته سياستدان کي پهريائين چار يا پنج سال ماستري ڪري، پوءِ سياستدان سڏائڻ گهرجي. باقي لئيءَ مان لٺ پچي سياستدان بڻجڻ ڏاڍو آسان آهي!

روم جو سير پورو ٿيو. آئون اڄ نڪرڻ وارو هوس، مصر ڏانهن، مگر ٽي، ڊبليو. اي جهاز ڪمپنيءَ ۾ اسٽرائيڪ آهي ۽ هڪ ڏينهن وڌيڪ رهڻو پيو اٿم. منهنجو سفر جو انتظام بي. او. اي .سي جهاز ۾ ڪيو ويو آهي، ۽ آئون انشاءَ الله سڀاڻي اربع جي ڏينهن پندرهين تاريخ جولاءِ شام جو هتان قاهره روانو ٿيندس. مون کي هيءُ خط قاهره مان موڪلڻ جو ارادو هو مگر هاڻي روم مان موڪلي رهيو آهيان. دعا ڪندا. انشاءَ الله اوڻهين تاريخ آچر ڏينهن ملنداسون.

**(”الوحيد“، 18-جولائي 1953ع)**

# (26)

سائين! هن دير جي معافي ڏيندا. آئون هتي اوڻهين جولاءِ تي شام جو پهتو آهيان، ۽ ان ڏينهن کان ’وٺ‘ ۾ آهيان. اسان غريب پرنسيپالن سان ظلم آهي. اسان جي درد جي دانهن ڪيربه نٿو ٻڌي. اسان جي ڪاليجن جي چوڪرن سان واسطو پيو هجيوَس ته خبر پيو- چوڪرا جيئن پاڻ کي چست رکن ٿا، تيئن اسان کي به آرام ڪرڻ نٿا ڏين. اسان جي ڪاليج ۾ هن وقت چوويهه سؤ شاگرد آهن ۽ مون کي ته ان انداز ٻڌائڻ سان ئي ڌپ وٺيو وڃي.

خير، اڳيون خط مون روانگيءَ تائين لکيو هو. اسين پندرهين تاريخ منجهند جو بي. او. اي. سي جي جهاز ۾ هرمير ۾ چڙهي، پنجن ڪلاڪن جي اڏامڻ ڪانپوءِ، قاهره پهتاسون. اسين هڪ اهڙي ملڪ ۾ لٿاسون. جتي ڊڪٽيٽري راڄ قائم آهي: مصر جي معاملات جو اثر اسان هوائي اڏي تي ئي ڏٺو. ڪسٽمس ۽ پوليس جي روش مان شڪ ۽ ڊپ جي عجيب حالت محسوس ٿي.

اڌ رات جو اسين هوائي بندر تي پهتا هئاسون. مون قاهره ۾ رهڻ جو بندوبست نه ڪيو هو ۽ بي. او. اي. سي جي عملي کي هوٽل لاءِ چيم. هنن منهنجي رهڻ جو بندوبست قاهره جي هيليا پوليس پئلس هوٽل ۾ڪيو. گرمي مصيبت جي هئي ۽ سخت ٿڪل هوس، سو اٽڪل ڏيڍ بجي رات جو آئون سمهي پيس.

قاهره ۾ مڇرن سان ملاقات ٿي. پونيٽ ۽ سوسٽ ٻڌاسون ۽ چڪ سان دانهن نڪري ٿي وئي. ٻه- ٽي چڪ، اڌ ننڊ ۾ ۽ اڌ جاڳ ۾ ڪاڌم ۽ ان ڪانپوءِ ننڊ اچي وئي، پوءِ خبر نه آهي ته گهڻا حملا ٿيا هوندا. جن ماڻهن ڪراچيءَ ۾ منگهڻن جا چڪ سٺا هوندا ۽ ڪاڌا هوندا، تن ڪي قاهره جا مڇر ڇا ڪندا!

آئون عادتاً سوير اٿندو آهيان. مگر ان ڏينهن سمهڻ وقت سوير اٿڻ جو يقين نه هو، پردا ڪي جو سوير اٿارڻ منظور هو، سو مڪين جو بندوبست ڪيائين. قاهره جهڙيون زبردست حمله آور مڪيون اوهان ڪي دنيا ۾ ڪٿي به نه ملنديون. ڪراچيءَ جون مڪيون سندن مقابلي ۾ عدم تشدد جون قائل آهن، جيڪا مک بدن جي جنهن حصي تي ويٺي، اُتي چڻ گهر ڪيائين، ۽ وري ٻي هنڌ نه ويهندي. پڪو نه هجي ڪٽي ڇا به هجي، سر سر ڪري ضرور ويهنديون. توبه! ماڻهو بيزار ٿي پوي، دل ائين چئي ته بدن جي ايذاءُ وغيره جا سڀ خيال لاهي ڏنبو هٿ ۾ ڪٽي مڪين جي جاءِ قيام ڪي ڪٽيندو رهجي، يا ته ان ٽڪر ڪي ئي ڪپي ڪيجي. خير، ملڪ ڪي ويجهو اچي پهتو هوس ۽ ڪنهن به طرح خودڪشي ڪرڻ جو خيال نه هو.

اُٿڻ شرط نيرن ڪيي ڪائڻ ويٺس، هوٽل ۾ خبر پئي ته هڪ آسٽريليا جي بزرگ عورت رات جو هڪ ٻي جهاز ۾، قاهره گهمڻ جي خيال کان آئي آهي. يڪدم پئسن بچائڻ جو خيال آيم – هڪ چٽي تي خرچ گهٽو پوي ۽ ٻن تي ورهائجي وڃي، صبر کان ڪم ورتم.

اٽڪل ڏهين بجي صبح جو هوٽل جي لاج ۾ منهنجو ان عورت سان تعارف ٿيو. بي. او. اي. سي جي آفيس، اسان جي گهمڻ جو انتظام ڪيو ۽ اسان قاهره ڏانهن رخ رکيو.

هيليا پوليس پئلس هوٽل، قاهره جو هڪ وڏو ۽ مشهور هوٽل آهي. شهر جي مرڪز کان اٽڪل اٺ ميل پري آهي، مگر سڄي واٽ رستي جي ٻنهي طرفن کان خوبصورت جايون ۽ دڪان آهن، هوٽل جي جاءِ هڪ بهترين مشرقي طرز تي تعمير ٿيل آهي. ان هوٽل ۾ پنجن يا ڇهن هوائي جهازن جي ڪمپنين جون آفيسون هيون. جهازن جا هواباز سڀ اُتي رهندا آهن. يورپي مسافرن جو هڪ وڏو اڏو ڏسڻ ۾ آيو. هوٽل هڪ عاليشان منزل تي آهي ۽ منجهس باغ ۽ ساوڪ هئي. هوٽل کي ڪاڏي جا سٺا هال هئا. هوٽل کي قاهره جي مشهور ”رات جو ڪلب“ آهي، مطلب ته هن هوٽل کي پنهنجي هڪ جدا دنيا هئي ۽ هتي رهندڙ پنهنجو وقت ڪنهن نه ڪنهن شغل ۾ بسر ٿي ڪري سگهيو. هتي شراب جو هڪ وڏو مرڪز آهي، جنهن ۾ مصري، شام جو انڌاڌنڌ اچي ڪرندا هئا. مصر جي عياش ۽ شاهوڪار ماڻهن جي جاءِ آهي. هن هوٽل جي فضا مون کي اهڙي لڳي، جهڙي هندستان ۽ پاڪستان جي آزاديءَ کان اڳ امپريل هوٽل دهلي يا بيدن هوٽل دهلي، يا سيسل هوٽل دهلي ۽ سملايا فئلٽي هوٽل لاهور، يا ٻيا اهڙا هوٽل، جن ۾ يورپي گهڻا ۽ مشرقي ٿورا هوندا هئا. مگر انهن کي اعليٰ مهذب تسليم ڪيو ويندو هو، ڇو ته انهن ۾ انگريز هئا. ۽ رقص

و سرود موجود هو. اتي مصري ملازمن جي پستي، غربت ۽ ذلت جي چاڻ پئي! اسان جي ملڪ مان هن هوٽل ۾ تمام ٿورا ماڻهو اچي رهندا آهن. الله تعاليٰ، هنن انسان کي شل يورپ جي سياسي ۽ اخلاقي غلاميءَ کان آزاد ڪري!

آئون توهان کي سير تي ٿي وٺي هليس، ته وري اچي هوٽل جي ذڪر ۾ پياسون، معاف ڪجو. اچو ته گهمڻ هلون: اسين موٽر ۾ چڙهي هيليا پوليس روڊ تان سڌو محمدعلي روڊ، عبدالخالق روڊ، ۽ قاهره اسٽيشن کان ٿيندا، نيل طرف هلياسين. قاهره جي مشهور هوٽل شيپرڊ جي جاءِ ڏٺيسون، جنهن کي سن 1951ع ۾ ساڙي تباهه ڪيو ويو آهي. شيپرڊ هوٽل سان به قاهره جي عياشي وابسته آهي. اسين نيل درياءِ اُڪرياسين. عاليشان پليون پڌل هيون ۽ عجيب نظارو هو. چوڏاري ٻيڙيون، موٽر ٻيڙيون ۽ ننڍيون ننڍيون لانچون هيون، اسان کي نيل جو اهو نظارو ڏاڍو وڻيو. جڏهن ندي اُڪري ٻئي طرف ٿياسون، ته هڪ چوواٽي تي اسان زاغلول پاشا جو بت ڏٺو. توهان کي خبرهجي، ته زاغلول پاشا مصر جي وفد پارٽي قائم ڪئي هئي، ۽ پهريون شخص هو جنهن مصر کي انگريزن کان ڇڏائڻ جو پهريون قدم کنيو. اسان مصر جي پرامڊ ڏانهن رخ رکيو ۽ اٽڪل هڪ ڪلاڪ جي پنڌ کان پوءِ اتي پهتاسون.

مصر سچو احرامن سان پريو پيو آهي. هي احرام مصر جي فرعون بادشاهن جا ٺاهيل آهن، جن پنهنجون

يادگار هن نموني ڇڏيو آهي. فرعون بادشاهن جا بت هن ۾ بند هئا، جيڪي هن وقت ڪِڏائي قاهره جي ميوزم ۾ رکيا ويا آهن. احرام هڪ پٿر جي عمارت آهي، جنهن جون چار ڪنڊون زمين تي ۽ هڪ چوٽي جبل وانگر آحي. وڏي کان وڏو احرام زمين جي ٻٽيهن ايڪڙن تي ٺهيل آهي، ۽ اڍائي سؤ فوٽ زمين کان مٿي آهي. حيرت اها ٿي ته ڪيئن ايڏا ڳرا پٿر هن نموني هن جاءِ تي آندا ويا ۽ ڪهڙي نموني اهي ايڏي اوچائي تي چاڙهيا ويا! هي احرام تقريباً ٽي هزار سال پراڻا آهن. ان زماني جي ماڻهن ڪيتري قدر انجنيئري ڪمال حاصل ڪيو هو، ان جو اندازو هن احرام مان ٿي لڳو. اسان ٿي احرام ڏٺا، ۽ پوءِ اسفنڪس – هڪ پٿر جو بت آهي. جنهن جو ڌڙ شينهن جو ۽ منهن انسان جو آهي. هن بت جي شڪل مان فڪر، تعجب ۽ دنيا جي ڪارگذارين تي خيال ڪندو رهيس. اسفنڪس نشان آهي گهرائي ۽ بردباريءَ جو، يورپي تاريخ ۽ ادب ۾ اسفنڪس کي انسان جي بيوسي ۽ ڪمزوريءَ تي کلڻ جو نشان تصور ڪيو ويو آهي. هن بت جي اڳيان مصر جي گذريل ٽن هزار سالن جا انقلاب ٿيا آهن. انسانن جي حرڪتن ۽ انهن جي نتيجن تي هو سوچ ۾ آهي، ۽ اُنهن جي عاقبت تي افسوس اٿس!

خير پرامڊ ۽ اسفنڪس کان موٽياسون ۽ شهر ڏانهن ايندي قاهره جون تفريحي جايون ڏسندا آياسون. واٽ تي شاھ فاروق جون موٽرون نيلام ٿينديون ڏٺيون سين، ۽ شاھ فاروق جا محلات سرڪاري دفترن ۾ بدليل

ڏٺاسون. محمد علي مسجد ڏٺي سون. مون کي الازهر جي مسجد ۽ جامع ڏسڻ جو تمام گهڻو شوق هو. اسين اوڏانهن وياسون. جامع الازهر، اسلامي دنيا ۾ فقع جي وڏي ۾ وڏي يونيورسٽي آهي. منجهس سڄي دنيا جا شاگرد تعليم وٺڻ ايندا آهن. حياتيءَ ۾ هن اداري متعلق ڪافي پڙهو هئم ۽ نيٺ اتي وڃي پهتاسون.

جامعه الازهر ۾ ٽي نيون جايون پٿر جون ٺهيون هيون، جن ۾ ڪاليجن وانگر هال، پڙهائي جا ڪلاس، امتحانن جا هال، استادن ۽ شاگردن جي ويهڻ ۽ گفتگو جون جايون موجود هيون. ڪلاسن ۾ بئنچون پيل هيون. ڪلاسن ۾ وڃي ڏٺم، ته مُلا نما هڪ مدرس يا طالب به نه هو. ستر في سيڪڙو شاگرد ڏاڙهيءَ ڪوڙيا ۽ سوٽ بوٽ سان هئا. اٽڪل پنج سيڪڙي کي مختصر ڏاڙهي ۽ باقي پيا ويھ سيڪڙو اهڙا هئا، جن ۾ ڏاڙهي ۽ مڇون ڪوڙيل به شامل هئا، جامع، قاهره جي هڪ غريب ڪوارٽر ۾ قائم آهي، جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي صفائي نه هئي. جامع الازهر جي احاطي اندر اُهي ٽي جايون پٿر جون جديد نموني ٺهيل هيون، مگر انهن ۾ به صفائي بلڪل ڪانه هئي – ورانڊن ۾ پاڻي هاريو پيو هو، ڦاٽل ڪاغذ ۽ اهڙي قسم جون شيون ڪلاسن ۽ ورانڊن ۾ پيل هيون، ڪي جايون اجا پراڻيون هيون جن کي ٺهرائڻ جي تياري ۾ هئا ۽ انهن جي جاءِ تي نين عمارتن جي ٺهرائڻ جو ارادو ڏيکاريائون ٿي. مون کي الازهر جي باهرين فضا عليگڙه جي فضا

جهڙي نظر آئي ۽ اندروني فضا مغربي ۽ مشرقي فضائن جو اختلاط.

ٻي ڏينهن پاڪستان جي سفير مسٽر طيب حسين سان ملاقات ٿي. اها اسان جي سفارت، هوٽل کان اٽڪل ويهه ميل پري آهي ۽ سفير صاحب مهرباني ڪري پنهنجي موٽر موڪلي ڏني هئي. اٽڪل ٻه ڪلاڪ گفتگو ڪندا رهياسون. ان دوران، محترم سيد علي محمد شاهه راشديءَ لاءِ دوستيءَ جو اظهار ڪيائين، ۽ ان جي تعريف ڪيائين. مون کي اسڪندريه هلڻ لاءِ چيائين. مگر نه وجي سگهيس جو آچر جي ڏينهن پاڪستان نڪرڻو هو ۽ وقت اصل نه هو.

قاهره تي يونوچ سمنڊ جي ملڪن ۽ مشرق جي تهذيب جو هڪ گڏيل اثر آهي. مفلسي، غريبي ۽ عياشي اتي هر جڳهه گڏ ملنديون. قاهره ۾ دنيا جا مسافر اچن ٿا، جن کي خوش رکڻ ۽ انهن جي دل وندرائڻ جا سمورا اسباب موجود آهن: مصرين جو لباس، انهن جون رغبتون، انهن جي نظر ۾ سڀ پين جا آهن. قاهره مصرين لاءِ پئسي ڪمائڻ جو اڏو آهي. قاهره جي نائيٽ ڪلبن، ۽ تفريح گاهن کي ڏسي، مون کي مصرين جي انحطاط جو اندازو ٿيو. يورپ جي عريانين کي اچي پهتا آهن! مون جيڪي وچ مشرق جي ملڪن ۾ ڏٺو، ان مان سمجهيم ته اسين انهن کان هزار بار بهتر آهيون. الله تبارڪ و تعاليٰ شل اسان کي دماغي توازن نصيب ڪري! اسان کي ڊپ هن وقت فقط آمريڪي تهذيب

ڪان هئڻ گهرجي، جنهن جو ذڪر توهان سان واعدي موجب انشاءَ الله ڪندس...

توهان کي اها به خبر هجي، ته هن وقت مصر ۾ آمراڻو راڄ آهي ۽ اها ڊڪٽيٽر شپ مليٽريءَ جي آهي. مون ڊڪٽيٽرن جا ٽي ملڪ ڏٺا: سيريا، اسپين ۽ مصر. مون جيڪي ڪجھ ڏٺو، ان مان يقين ٿيم، ته جيڪڏهن ڪنهن ملڪ تي خدا عذاب نازل ڪرڻ گهري ته اُهو ملٽري يا ڊڪٽيٽري ئي ٿي سگهي ٿو. ملٽري حڪومت، انسان مان انسانيت جون سڀ صلاحيتون ڪڍي ڇڏي ٿي، ۽ انهن ۾ دانهن ڪوڪ جو مادو نٿو رهي. باشندن مان جرئت ۽ همت ناس ٿي وڃي ٿي. ڊڪٽيٽري ملڪ ۾ سازش جو بنياد رهي ٿو- آمراڻي راڄ ۾ انسانن کي جان، مال ۽ عزت جو ڊپ هميشه رهي ٿو.

خير، مصر جي سفر ڪافي سبق سيکاريو، الله تبارڪ و تعاليٰ شل هر ملڪ کي فوجي حڪومت کان بچائي! منهنجو قاهره ۾ رهڻ جو وقت به اچي پورو ٿيو ۽ آچر جي ڏينهن اٺويهين تاريخ صبح جو اٺين بجي مون کي ڪي. ايم.ايم جي بس وٺڻ آئي ۽ آئون قاهره جي هوائي بندر تي پهتس. خبر ملي ته هوائي جهاز هڪ ڪلاڪ ليٽ آهي. مان ڪسٽمس کان جان آزاد ڪرائي، اچي ريسٽورنٽ ۾ ويٺس، ۽ چانھ پيئڻ ۽ مکين جي مار ڪائڻ ۾ مصروف ٿيس. اسان جو جهاز جيڪو هاليند کان اچي رهيو هو. سو هڪ ڪلاڪ ليٽ هو. اسين قاهره مان جهاز جي هڪ ڪلاڪ ترسڻ ڪانپوءِ ڏهين بجي نڪتاسون، ۽ بغداد ڏانهن رخ

رڪيوسون. ڪانسٽيليشن هوائي جهاز پندرهن هزار فوٽن تي اڏامي رهيو هو ۽ هي سفر جو مون ڪراچي ڇڏڻ وقت رات جو ڪيو هو، سو هاڻي ڏينهن جو ڪري رهيو هوس. مون کي جهاز ۾ سيد عمر بهاالاميري مليو، جو پاڪستان ۾ سيريا جو سفير هو ۽ هاڻي جلاوطني جي زندگي گذاري رهيو آهي. منهنجو پراڻو واقف هو، ۽ بغداد تائين ڪافي مزيدار گفتگو ٿيندي رهي. ٻڌايائين ته هاڻي سندس مستقل رهائش عراق ۾ آهي – سيد الاميريءَ جهڙو مقرر مون ورلي ڏٺو هوندو. سندس بلاغت عرب ملڪن ۾ مشهور آهي. جيئن اخوان المسلمين جو ڪارڪن هو، ان ڪري هينئر جلاوطن آهي. سيريا ۾ ڊڪٽيٽري راڄ آهي. اسين ٽن ڪلاڪن ۽ ٻارنهن منٽن کان پوءِ بغداد پهتاسون. جهاز کي ٽي دفعا شهر مٿان ڦيرايو ويو ۽ اسان اتان بغداد جو نظارو ڏٺو. ڇا دلچسپ نظارو هو! جهاز ۾، اسان کي هيٺ زمين جي گرمي جو اندازو نه لڳو، پر هيٺ لهڻ شرط گرميءَ کي محسوس ڪيوسين. جهاز ۾ هوا ستر ڊگري تي هئي، جڏهن جهاز مان هوائي اڏي تي آياسين ته سؤ سورهن ڊگري جي طوفاني هوا لڳي رهي هئي. توبهه! بيهوش ڪري ڇڏيائين. هڪ ڪلاڪ ڪانپوءِ اسان بغداد ڇڏيو ۽ ڪراچيءَ ڏانهن رخ ڪيو. پورن ڇهن ڪلاڪن ۽ پندرهن منٽن کان پوءِ ڪراچيءَ پهتاسون، ۽ جهاز مان لهڻ سان الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيم. ڪيترا دوست ۽ شاگرد ملڻ آيا هئا ۽ واپس وطن اچڻ جي خوشيءَ ۾

اڪيون پاڻيءَ سان پرجي آيون، عزيزن، دوستن ۽ شاگردن هيءَ اچڻ جي مهرباني ڪئي هئي.

آئون اٺويهين جنوريءَ تي ٻارهين بجي رات جو ڪراچيءَ مان نڪتو هوس. هن دوران سترهن ملڪ ڏٺم. ڇهاسي ڪلاڪ هوائي جهاز رستي سفر ڪيم ۽ جن جي سراسري رفتار اٽڪل ٽن سؤ ميلن جي رهي، ٻارنهن هزار ميل ريل رستي سفر ڪيم ۽ ان کان سواءِ موٽر رستي. اتر آمريڪا جا ميڪسيڪو کان سواءِ ٽي ملڪ آمريڪا ۽ ڪئنيڊا جا ڏٺم. اولهه يورپ جا سڀ ملڪ فنلينڊ، اسپين ۽ اٽليءَ تائين ڏٺم ۽ مشرق جا ٽي ملڪ ڏٺم. الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيم جنهن هيءُ موقعو نصيب ڪيو.

مون کي معاف ڪندا جو هيءُ خط دير سان لکيو اٿم. مگر جيڪڏهن اوهين ڪاليج جا پرنسيپال هجو، ته خبر پويوَ. اسان غريبن جي حياتي سواءِ ڪجهه ڪلاڪن جي ننڊ جي، ٻي سموري چوڪرن جي مسئلن ۾ صرف ٿئي ٿي. هنن کي الله تعاليٰ ايتري طاقت، ۽ حرڪت ۽ جوش عطا فرمايو آهي، جو سک سان ويهڻ اصل نه ڏيڻ وارا آهن، مگر خدا ٿو ڄاڻي، ته هن سفر ۾ ڪين ڏاڍو ٿي ياد ڪيم. زندگي ايتري قدر ساڻن گڏ گذري ٿي، جو ٿورو به ڪانئن ڌار ٿيڻ تي بي آرامي وٺيو وڃي. وري ڀاڻ کي انهن جي وچ ۾ ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي ٿئي!

**(”الوحيد“، 29-آگسٽ 1953ع )**

# ضميمو: 1 پهريون
# يونيورسٽيون ۽ اُنهن جي استادن جا حق ۽ جوابداريون

هيءُ مضمون اُن بيان جو ترجمو آهي، جيڪو آمريڪا ۽ ڪئنادا جي سٺيهن يونيورسٽين جي ايسوسيئشن طرفان ڪڍيو ويو آهي. هن ايسوسيئشن جو صدر ’بيل يونيورسٽي‘ جو وائيس چانسلر آهي.
مون اڳي لکيو آهي، ته هن وقت آمريڪا ۾ دماغي سمجهه موجود آهي. حالات جي مدنظر آمريڪا ۽ ڪئنادا جي وڏن دماغن، هن قسم جي بيان جي ضرورت محسوس ڪئي آهي. هن بيان ۾ يونيورسٽي، يونيورسٽيءَ جي تعليم، استادن ۽ شاگردن جي تعلقات ۽ ربط تي گهري نظر وڌي وئي آهي. اسان لاءِ هن بيان ۾ ڪافي سبق آهي. خدا شل اسان جي بزرگن کي سمجهه ڏي، جو اسان جي تعليم جي معيار کي بلند ڪن. پر خدا ڄاڻي ٿو ته هن مضمون کي الاجي گهڻا پڙهندا!
**سيد غلام مصطفيٰ**

# (1)
# آمريڪي زندگيءَ ۾ يونيورسٽيءَ جي اهميت

يونيورسٽيءَ جو تخيل جڏهن يورپ مان آمريڪا ۾ آيو، تڏهن اُن جي  حقيقي نشوونما آمريڪا ۾ ٿي، ۽ هڪ غير معمولي رفتار سان سڄي ملڪ تي اثر ڪيائين.
اڄ يونيورسٽيون، اسان جي سموري تعليمي نظام جون علم بردار آهن. اسان جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ جو مدار انهن تي آهي. اسان جي علم ۽ فن جي ڪمالات جو  بنياد يونيورسٽيءَ تي آهي. يونيورسٽي جي تعليم يافته انسانن، جنگ ۽ امن جي زندگيءَ ۾ اعليٰ ۽ افضل حصو ورتو آهي، ۽ هزارها تعليمي ماهر ۽ تعليم يافته انسان، اڄ اسان جي ملڪ جي رهبري ڪن ٿا. جنگ ۽ امن جي هر امتحان ۾ هنن ملڪ جي ترقي ۽ بهتريءَ لاءِ پنهنجي پنهنجي شيءِ پيش ڪئي آهي.
يورپ جي يونيورسٽين جي مقابلي ۾، آمريڪي يونيورسٽين، ملڪ جي اندروني ۽ بيروني ضروريات کي  پوري ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي آهي. انهن يونيورسٽين ۽ ڪاليجن اسان جي باشندن ۾ اُهي صلاحيتون پيدا ڪيون اهن، جيڪي هڪ وڏي ۽ وڌندڙ ملڪ لاءِ لازمي آهن. انهن آمريڪا جي قوم کي واحد قوم بنائڻ ۾ وڏو حصو ورتو آهي. آمريڪا جا نظريا طاقتور آهن ۽ انهن مغرب جي سڄي تهذيب کي وسيع ۽ شاهوڪار بنايو آهي. اسان جي تدريس ۽ اسان جي مثال مان  دنيا سبق حاصل ڪيا آهن.

## (2) يونيورسٽيءَ جي ماهيت

علم جو حاصل ڪرڻ ۽ اُن جي ترقي انساني فطرت جي تقاضا آهي. ان ڪري هر انسان ۾ علم جو

جذبو موجود آهي. پر علم جي جستجو هر انسان پنهنجي خيال سان ڪندو آهي. انسانن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ ۽ تعليم وٺڻ جون صلاحيتون هڪجهڙيون نه آهن، پر عليحده عليحده نموني ۾ موجود آهن. تاريخ ۾ اسان کي اُهي فرد ملندا، جن انسانن جي حياتيءَ ۾ علم کي ترقي ڏني، ۽ جن اُهي وسائل ٻڌايا ۽ ڏيکاريا، جن سان علمي ۽ فني ترقي برقرار رکي سگهجي ٿي. تايخ، عالمن، استادن ۽ شاگردن کي ڪشش ڪئي ۽ چند استادن ۽ شاگردن جي گروهن، يونيورسٽيءَ جا ابتدائي مرحلا ۽ مثال قائم ڪيا.

يونيورسٽيون انهن استادن ۽ شاگردن جي گروهن مان بدلجي هڪ عجيب اهميت کي پهتيون آهن. يونيورسٽين جو نظام هڪ عجيب ڪمال تي پهتو آهي. يونيورسٽيون يقيناً ڪارخانا نه آهن، جن ۾ خريد ۽ فروخت لاءِ شيون پيدا ڪيون وڃن ٿيون، يونيورسٽيءَ جو نظام، ان جي طرز عمل ۽ اُن جي طريقي ڪار هڪ واپاري يا هنري نظام کان بلڪل ڌار آهي. يونيورسٽيءَ جو نظام، جبر ۽ تنگ نظريءَ کان پري آهي ۽ اُن ۾ واپاري نظام وارا طبقا موجود نه آهن. يونيورسٽيءَ جا ڪارڪن بنيادي ۽ اصولي نقطئه نظر کان هڪجهڙا ۽ يڪسان آهن. يونيورسٽي، درجي بندي کان خالي آهي.

آمريڪي يونيورسٽي، عالمن ۽ ماهرن جي مجلس آهي. انهن جي اهميت، عالم يا استاد جي حالت ۾ هيءَ آهي، ته هو پنهنجون علمي ڪارروايون ۽ مضمون

هڪيئي جي مدد ۾ استعمال ڪن ۽ ان سان گڏ پنهنجون انفرادي علمي يا فني ڪوششون به جاري رکن ۽ ٻين کي فيضياب بڻائين. هنن عالمن ۽ استادن جو اتحاد علمي ڪوششن لاءِ ضروري آهي. هنن ۾ علمي نظرين لاءِ شناس آهي. هنن ۾ اخلاقي نظرين لاءِ قدر آهي ۽ هنن ۾ ملڪ ۽ حڪومت جي نظام لاءِ عزت آهي. هو ڌار ڌار علوم ۽ فنون ۾ دلچسپي رکن ٿا ۽ نظرين ۾ ماهر ملندا. جن جون دلچسپيون ۽ خيال، عليحده عليحده هوندا. انفرادي جدوجهد علمي ڪوششن ۽ ڪاميابي لاءِ اهڙي ضروري آهي. جهڙي اقتصادي حياتي لاءِ.

## (3)
## تنقيد ضروري آهي

انهن سببن ڪري يونيورسٽيءَ لاءِ ضروري آهي، ته نه صرف ڌار ڌار مگر متضاد نظرين ۽ ڪمالات وارا انسان ان ۾ رهن. هنن جون پاڻ ۾ چٿاپيٿيون، حق ۽ سچ کي پروڙڻ ۽ برقرار رکڻ ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. يونيورسٽيءَ جو روح تجسس. تنقيد ۽ نظرين کي وسيع بنائڻ ۾ آهي. يونيورسٽيءَ جي دنيا آزاديءَ ۽ دلي همدرديءَ جي دنيا آهي. اهو آهي صحيح يونيورسٽيءَ جو علمي نظريو.

يونيورسٽيءَ جي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ اهو بلڪل ضروري آهي، ته يونيورسٽيءَ جي استادن کي مڪمل راءِ جي آزادي هجي ۽ اُها آزادي نه صرف

يونيورسٽيءَ جي منتظمين کان هجي، مگر انهيءَ آزاديءَ جي روح جي خبر عوام کي به هجي. يونيورسٽيءَ جي استادن کي ڪنهن به طرح ڪنهن خاص يا مقرر ڪيل فضا ۾ جڪڙڻ جو مطلب اهو آهي، ته تعليم کي سندس ابتدا ۾ ئي ختم ڪيو وڃي، استادن تي انفراديءَ طرح ڪي به شرط مڙهڻ يا اُنهن کي شڪ واري نظر سان ڏسڻ جو مطلب آهي، ته علم جي اشاعت ۽ ڦهلاءَ کي ختم ڪيو وڃي.

انهن سببن ڪري، يونيورسٽي ڪن به زير مباحثه يا زير تنقيد مسئلن يا سياسي سوالن يا ملڪي معاملن تي مجموعي طرح يا سرڪاري طرح ڪابه راءِ يا نظريو استادن تي لاحق نٿي ڪري. استادن، يونيورسٽيءَ جي منتظمين جي نظرين کان آزاد هئڻ کپن. يونيورسٽي ڪنهن به طرح نظرين ۾ جبر کان ڪم نٿي وٺي. جبرجو عدم استعمال، نه صرف يونيورسٽيءَ لاءِ بذات خود بهتر آهي، بلڪ اُهو ملڪ ۽ عوام لاءِ به بهتر آهي. هنن مان هي فائدو آهي ته: يونيورسٽيءَ جي استادن جي ڪوشش جو نتيجو ملڪ جي مجموعي زندگيءَ جي بهتري سبب آهي. هر استاد کي هر ممڪن طرح آزادي مليل آهي ۽ هر ممڪن همت افزائيءَ جو حق آهي. جيئن هو ماضيءَ جي علم کي برقرار رکي ۽ حال ۾ علم کي وڌائي ۽ اُن ۾ اضافو ڪري. هن قسم جي فضا ۾ جدوجهد، وڏ کان وڏ نموني ۾ قوم لاءِ مفيد ٿي سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح شاگرد ۽ استاد لاءِ سچي علم ۽ ڪمالات جا دروازا انهن ڪمالات جي علم ۾

حصي ونڻ جو حق آهي. نه صرف ايترو بلڪ شاگردن لاءِ هر ڪا سهوليت پيدا ڪئي وڃي ٿي، ته جيئن هن جي عقل ۽ فهم ۾ اضافو ٿئي. شاگردن ۾ به طاقتون پيدا ٿيڻ گهرجن. هڪ سمجهدار ۽ مدبرانا فيصلي جي ۽ ٻي علم جي ذي شعور استعمال جي. ان طريقي سان علم ۽ تعليم جون اعليٰ برڪتون، وطنيت ۽ انسانيت جي فائدي جو ڪارڻ ٿين ٿيون. هڪ آزاد معاشري ۾ هن فضا جو قائم ٿيڻ ضروري آهي.

يونيورسٽيءَ جي استادن جو اهو اخلاقي ۽ علمي فرض آهي ته هو مختلف نظرين تي سوچين، انهن جو مطالعو ڪن، انهن جي ڪارگر يا مضر ٿيڻ کي ڏسن. انهن تي تنقيد ڪن ۽ انهن کي نئين ماحول ۽ زندگيءَ جي گهراين مطابق نئين شڪل ڏين. استادن جو فرض آهي ته هنن نظرين مطابق، يونيورسٽيءَ جي نظام ۾ جيڪڏهن ڪجهه چڱائي آهي، ته اُن جي همت افزائي ڪن، ۽ ان ۾ ڪجهه نقصان ڏسن، ته ان کان آگاهه ڪن. انهيءَ قسم جي جستجو فقط مادي دنيا تائين محدود نه آهي. جيئن ته اڄڪلهه اسين ڏسون ٿا، ته اخلاقي، سياسي ۽ معاشرتي ترقي اُن رفتار تي نه پهتي آهي، جنهن رفتار سان مادي دنيا جي ترقي ٿي آهي. ان ڪري اهو اڃا به ضروري آهي، ته اسين انهيءَ علمي ۽ اخلاقي دنيا جي ترقي لاءِ وڌيڪ سوچ ۽ سمجهه کان ڪم وٺون، انهن تي دقيق نظر وجهون، اُنهن کي شديد تنقيد هيٺ آڻيون ۽ نئين ترتيب ڏيون.

هڪ استاد جي جدوجهد جو اهو عين مقصد آهي، ته هو غير تسليم شده يا عوام ۾ غير مقبول نظريي تي وڌيڪ ڌيان ڪري ۽ ان جي ماهيت کي سمجهي. جيئن ته هڪ نظريو، جو اڃا عوام ۾ مقبول نه آهي، ته اهو ڪو انهيءَ جي بيڪار هئڻ جو ثبوت نه آهي. جهڙيءَ طرح هڪ موذي مرض يا جنگ ۾ دشمن جي فوجي طاقت کي سمجهڻ ۽ مطالع ڪرڻ ۽ اُنهيءَ پڻاندڙ منهن ڏيڻ ضروري آهي. اهڙيءَ طرح نظريا جيڪڏهن خراب آهن، ته انهن کان به امن حاصل ڪرڻو آهي. اهو استادن جو فرض آهي، ته جڏهن ڪين ڪجه سچ چوڻو هجي ته چئي ڏين. استادن ۾ بزدلي وڏي ڪمزوري آهي. عقلي ۽ دماغي ڳالهين ۾ استادن کي چپ رهڻ جو ڪوبه حق نه آهي ۽ خاص طرح جڏهن اُهو چپ رهڻ فقط عوام جي غير تسليم شده نظرين جي ڊپ کان پيدا ٿيو هجي. دنيا جي ترقيءَ جو راز هن ۾ رهيو آهي، ته سچ کي هميشه ترجيح ڏني وئي آهي ۽ ڪهڙي به سخت يا خوشگوار وقت ۾ حق گو انسان سچ چوڻ کان نه ڪيٻايو آهي. تاريخ شاهد آهي ته حق کي هزارها دفعا باطل جو مقابلو ڪرڻو پيو آهي. عاقلن جو فرض آهي ته هو عوام جي واهيات نظرين ۽ توهمات جو شڪار نه ٿين، مگر عقل ۽ جرائت کان ڪم وٺن ۽ اُن جو مقابلو ڪن.

جيڪي اصول، تجسس ۽ ايجاد لاءِ ضروري آهن، اُهي تدريس لاءِ به ضروري آهن. تدريس جي وقت پنهنجي شاگردن اڳيان استاد کي هر ڪو حق حاصل آهي، ته هو بنا ڊپ ۽ حجاب جي، جرئت سان، نظريات

جي  ثبوت يا انحرافيءَ ۾ گفتگو ڪري. يونيورسٽيءَ جي شاگردن جو اهو حق آهي، ته ڪين علمي نقطئه نظر کان مسئلن جي موافقت ۽ مخالفت کان واقف ڪيو وڃي، هنن جي اڳيان نظريا ڪلي طرح پيش ڪرڻ گهرجن ۽ ڪين آزاد ڇڏيو وڃي ته هو انهن تي سوچي، پنهنجي عقل ۽ فهم مطابق انهن کي قبول ڪن يا ڇڏي ڏين. هر استاد جو فرض آهي، ته هڪ نظريي کي مخلصانه نموني پيش ڪري ۽ ڪنهن به غير عقلي يا بي بقا اثر هيٺ اچي، ان نظريي جي پچ ڊاھ ۾ منهمڪ نه ٿئي، نه صرف ايترو، بلڪ اهو به استاد جو فرض آهي، ته قائم ڪيل نظريا، ڪلي دل ۽ آزاديءَ سان شاگردن اڳيان پيش ڪري ۽ انهيءَ لاءِ عقلي دليل ڏئي. تدريس ۾ فقط هو هنن ڳالهين جو خيال ڪري، ته ڪنهن به طرح مدنيت جا نظريا يا پنهنجي اعليٰ پيشي جا نظريا نظرانداز نه ڪري. هنن حدن اندر هن کي هر ڪو حق حاصل آهي، ته سندن همت افزائي ڪئي وڃي ۽ ڪين غلط حرڪتن کان بچايو وڃي. استادن جي مدد يونيورسٽيءَ جو فرض آهي.

يونيورسٽيءَ کي به جرئت کان ڪم وٺڻ گهرجي ۽ حق جي اشاعت ۾ ڪنهن به رڪاوٽ کي ڪابه شيءِ نه سمجهي. استادن ۽ تدريس کي ڪنهن به طرح جڪڙڻ، معنيٰ علمي ۽ عقلي ڳالهين جو خون ڪرڻ آهي.

جيڪڏهن اسان جي يونيورسٽين ۾ هي ڪمزوريون پيدا ٿيون، ته هن مان اسان جي قومن کي،

اسان جي حڪومت کي ۽ اسان جي تهذيب جي سڀني نظرين ۽ سچي نظام کي، نقصان رسندو ۽ اسين ترقيءَ جي راه کان ڦري، تنزل ڏانهن وڌنداسون.

## (4)
## يونيورسٽيءَ جي اُستادن جون جوابداريون ۽ فرض

اسان کي اهو تسليم ڪرڻ گهرجي، ته مخلص انسان جدا جدا راءِ رکي سگهن ٿا ۽ رکن ٿا. هيءُ بنيادي اصول، اسان جي انفرادي حقن ۽ آزاديءَ جو سرچشمو آهي. اسان جي قانوني حقن جو مقصد اهو رهيو آهي، ته ڏسون ته يونيورسٽين سان هيءُ اصول ڪيترو تعلق رکي ٿو. قانون جي نظر ۾ هڪ استاد ۽ ملڪ جي عام باشندي ۾ ڪوبه تفاوت نه آهي. مگر ان سان گڏ قوم، استادن کي علمي خدمتن ڪري، قومي معاشري ۾، وڏو درجو ڏئي ٿي. استاد هر ڪنهن عزت جا حقدار آهن، يونيورسٽي هڪ خاص ماحول پيدا ڪري ٿي ۽ استاد جي وقعت کي وڌيڪ مضبوط ڪري ٿي. يونيورسٽي، استاد جي آواز کي آزاد ۽ بلند ڪري ٿي. جڏهن استاد، عام مروج نظريا غلط محسوس ڪن ٿا ۽ انهن جي خلاف آواز بلند ڪن ٿا ته اهو يونيورسٽيءَ جو فرض آهي، ته هن حق گوئي ۾ هنن سان ڀانهن ڀيلي ٿي بيهي ۽ استادن کي ڪن شرير طاقتن جو شڪار ٿيڻ نه ڏي. مدرسن جي آزادي، ٻين پيشن جي آزاديءَ کان هزار

درجا بلند تخيل جي آهي. ٻين پيشن جي آزاديءَ لاءِ استادن جي آزادي ضروري آهي. استادن کي مفلسي ۽ روزمره جي بيوسيءَ کان آزاد رکڻ گهرجي. هنن جي لوازمات جو ڪافي خيال رکيو وڃي ۽ هن جي زندگيءَ کي عام ضروريات جي شدت کان بچايو وڃي. جهڙيءَ طرح ججن کي حق حاصل آهن، اهڙي طرح استادن لاءِ به اقتصادي ۽ سياسي آزادي هجي، جنهن ۾ هو علمي ۽ اخلاقي نظرين هيٺ، قوم جي صحيح رهبري ڪري سگهن ۽ علم جي خدمت ڪندا رهن.

هڪ حد اچي ٿي، جتي آزادي ۽ حقوق، قانوني فرض ۽ جوابداريون اچي ملن ٿا. هن حد مقرر ڪرڻ جو فرض عدالتن ۽ قانون ساز مجلسن کي آهي. قانون جي تشريح ڪرڻ جو حق، چوڏهين ترميم مطابق: آمريڪي فيدرل ڪورٽ کي حاصل آهي. مگر هر هڪ قومي عملدار جو، سندس عهدي تي حلف مطابق فرض آهي، ته قانوني مليل آزاديءَ جي عزت ڪري. هن قسم جي قناوني آزاديءَ جون حدون تسليم ڪرڻ هڪ انسان يا انسانن جي ڪنهن گروه يا عام وس کان ٻاهر آهن. هنن حدن جو مقرر ڪرڻ يا ڦيرائڻ جو حق، فقط عدالتن ۽ قانون ساز مجلسن کي آهي. ماضيءَ ۾ اسان ڏٺو آهي، ته هنن حدن کي، مسائل ۽ امور جي تقاضائن ۽ قومي نظريات جي مدنظر ئي ترتيب ڏني پئي وئي آهي. هنن حدن جي مقرر ڪرڻ يا هٽائڻ لاءِ عوام احتجاج ڪري سگهي ٿو، مگر ان جو غلط هئڻ ڪنهن کي به حق نٿو ڏئي، ته انهن کي ٽوڙي يا پچي، قانون ۽

حدود جي ڀڃڪڙي سزا جو مستحق بنائي ٿي. قانوني حدود لاءِ عزت، انسانيت ۽ قوميت جو اولين اصول آهي. اهڙي طرح متجاوز استاد به، عملي طرح حدود کان ٻاهر وڃڻ ڪري، سزا جو مستحق بنائي ٿي. قانون حدود جي عزت، استاد تي به آهي، قول ۽ فعل ۾ قانوني حدن کان ٻاهر نڪرڻ ڪري، استاد ڪنهن به قانوني سزا کان ڇٽي نٿو سگهي، غير قانوني حرڪتون سندس يونيورسٽيءَ سان تعلق ختم ڪري سگهن ٿيون.

مگر اهو ياد رکڻ گهرجي، ته اهو تاريخي ثبوت آهي، ته انسانيت جي علم ۽ فڪر جو معيار يونيورسٽي ۽ استاد رکن ٿا. هنن کي ٻاهرين معيار جي اثر کان بچايو وڃي ۽ انهن جي فعلن کي بچائي قائم رکيو وڃي. هر استاد جو فرض آهي، ته پنهنجي عزت پاڻ رکي ۽ وڌائي. عملي دنيا ۾ ذرا خيال سان هلي. ممڪن آهي ته سندس قول ۽ فعل غير قانوني هجي ۽ ان فعل جو نتيجو ممڪن آهي، ته هي نڪري ته سندس ذاتي عزت، سندس پيشو، يونيورسٽي ۽ عام تعليم کي نقصان نه رسائي.

استاد تي اها اخلاقي جوابداري آهي، ته هو پنهنجي قائم ڪيل نظريي تي سوچي ۽ اُنهيءَ جي سچ کي پروڙي. اهو به سندس فرض آهي، ته جنهن نموني هو پنهنجي خيال جو اظهار ڪري، اهو باڪمال، بااخلاق ۽ برجسته هجي، جيڪڏهن ڪنهن استاد ۾ اهو احساس آهي، ته ممڪن آهي ته هو غلط به هجي ۽ سندس قائم ڪيل نظريي جي خلاف راءِ هجي، ته يقين

آهي ته هي احساس، سندس علم ۽ اثر ۾ اضافو ڪري. استاد کي اهو به احساس هئڻ گهرجي، ته سواءِ ان شعبي جي جنهن ۾ هو ماهر آهي، ڪيس ٻين شعبن ۾ به ڪي قدر ڪمال هئڻ گهرجي. استاد کي اهو به احساس هئڻ گهرجي، ته يونيورسٽيءَ کان ٻاهر يا يونيورسٽيءَ جي اندر، ٻين کي به حق آهي ته سندس نظريات تي نڪتيچيني ڪن – ته جيئن هو ٻين جي خيالن تي نڪتيچيني ڪري ٿو. تدريسي آزاديءَ جو مطلب اهو نه آهي ته ٻين کي سوالن پڇڻ جو ڪو حق نه آهي.

هر نظام ۾ اها اصولي ڳالهه آهي ته منجهس ڪجهه اخلاقي فرض موجود آهن، پوءِ اُهي ڪٽي قانوني ترتيب ۾ نه آيا هجن، قانون کان ٻاهر غير تحرير شده مگر تسليم شده فرائض پيدا ٿين ٿا. ان کان سوءِ استاد جو فرض آهي، ته هن کي ٻين استادن ۾ اعتماد هجي ۽ هر انهيءَ حرڪت کان باز اچي جا شرارت جي اثر هيٺ هجي يا بداخلاقيءَ سان لائق هجي. استاد کي گهرجي ته علم جي عزت ڪري. جيڪڏهن اها تقاضا ڪئي وڃي، ته هو پنهنجي خيالن جي تشريح ڪري ته هن کي اها تشريح بنا دٻپ جي ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح تشريح کان انڪار ڪرڻ معنيٰ پنهنجي پيشي تي عتاب آڻڻ. خاص طرح اُهو تدريسي پيشو، جيڪو پنهنجي واسطي هر قسم جي آزادي جي دعويٰ ڪري ٿو، ۽ سلب آزاديءَ خلاف مدد لاءِ پڪاري ٿو. هن صورت ۾ پنجين ترميم، هر استاد تي اهو فرض لاحق ڪري ٿي، ته هو پنهنجي تدريسي صلاحيت جو ثبوت ڏئي ۽ هر

يونيورسٽيءَ تي اهو فرض آهي، ته يونيورسٽيءَ ۾ هن استاد جي موجودگيءَ تي نظرثاني ڪري.

هر ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ استاد وڏو اثر رکن ٿا. يونيورسٽي، استاد ۽ علم رکندڙ انسان جو هڪ مجموعو آهي ۽ نه سياستدانن جو، جيتري قدر هنن جو يونيورسٽيءَ ۾ ڪاروبار ۾ اثر آهي، ايتري قدر هنن جي جوابداري عوام ۽ قوم لاءِ وڏيل آهي. اُستادن کي گهرجي ته هڪ نئين استاد جي تقرري يا اضافي ۾ بلند معيار کان ڪم وٺن ۽ صحيح عقل سان فيصلو ڪن. يونيورسٽيءَ جي استادن تي فرض آهي، ته هو هر هڪ استاد کي يونيورسٽيءَ جي قومي، اخلاقي ۽ علمي فرائض جي اثر هيٺ رکن ۽ جيڪڏهن ڪو استاد ان معيار کان ڪري ته ان کي تنبيهه ڪن.

يونيورسٽيون، مجلسي قانون يا راءِ عامه ۾ پيدا ٿين ٿيون، حڪومت جون يونيورسٽيون، عام اوقاف مان هلن ٿيون، ان ڪري حڪومت جي اثر کان گهٽيون پري آهن. حڪومت جي يونيورسٽيءَ جو نظام عام خزاني مان هلي ٿو ۽ عام اوقاف مان هلندڙ يونيورسٽيءَ کي حڪومت کان سهولتون مليل هونديون آهن. مثلاً انهن جي آمدنيءَ جا وسيلا ڪن ٽئڪسن کان آزاد آهن. اهڙي قسم جون سهوليتون يونيورسٽيءَ تي مهرباني نه آهن، مگر قوم جي بهتريءَ لاءِ قرار ڏنل آهن. اهي سهوليتون يونيورسٽيءَ جي استادن لاءِ يونيورسٽيءَ جي نظام جي مد نظر رهن ٿيون. قانون ساز مجلسن کي حق آهي، ته وقت بوقت هنن مليل

سهوليتون جي نقصان ۽ فائدي تي سوچين ۽ انهن کي وڌائين يا گهٽائين. يونيورسٽين جي منتظمين جو فرض آهي ته حڪومت سان هنن مسئلن ۾ پورو پورو تعاون ڪن. جيڪڏهن قانوني مجلس جي بداخلاقيءَ يا نااهليءَ يا تنگ خيالي يا ڪم عقليءَ ۽ ناتجربيڪاريءَ ڪري، ڪي غلط حالتون پيدا ٿين ٿيون، ته يونيورسٽيءَ کي گهرجي ته ڪڏهن به تعاون ختم نه ڪري، مگر انهن فيصلن خلاف، عوام ۽ خاص طرح سمجهدار طبقن جي مدد گهري ۽ اهڙيءَ طرح قانون ساز مجلسن جي غلطين کي منهن ڏئي.

## (5)
## حال ۾ پيدا ٿيندڙ خطرات

اسان يونيورسٽيءَ جي ماهيت ۽ ان جي فرائض جو ذڪر ڪيو آهي. اسان يونيورسٽيءَ ۽ استادن جي فرائض ۽ لوازمات جو پڻ بيان ڪيو آهي. هاڻي ڏسون ته حال ۾ پيدا ٿيل حالتون جيڪي خاص طرح ڪميونزم جي زير اثر آهن، يا ان جي ڊپ وچان شروع ڪيون ويون آهن، اهي ڪيتري قدر صحيح آهن.

اسين ڪميونزم کي اهڙي نفرت سان ٿا ڏسون، جهڙيءَ طرح ڪا واحد پارٽي غلبي وارن کي نفرت سان ڏسندي آهي. اسين اقرار ڪيون ٿا، ته دنيا ۾ اهڙيون حرڪتون هلن ٿيون، جيڪي اسان جي نظام ۽ اجتماعي زندگيءَ کي نقصان پهچائڻ لاءِ تيار آهن. جبر جي

حڪومت، اسان جي يونيورسٽين ۾، اسان جي حڪومت جي تخيل جو موت آڻي ٿي. ٽي خاص اصول هر طرح سان اسين نفرت سان ڏسون ٿا: هڪ بين الاقوامي انقلاب، جنهن جو مقصد هجي جبر ۽ شدت سان حڪومت جو هٿ ڪرڻ، ٻيو ڪوڙ ۽ ٺڳي، جا عام ۽ اصولي طرح ماڻهوءَ کي اثر هيٺ رکڻ ۾ استعمال ڪئي وڃي ٿي ۽ ٽيون انسانن جي دماغن تي قبضو ڪرڻ، جنهن ڪري هر اصول جو مڃڻ يا هلائڻ، هڪ پارٽيءَ جي خيالن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هجي. هنن ٽن حالتن ۾ ڪوبه عالم يا استاد يا ماهر فن، علم کي وسيع نه بڻائي سگهندو ۽ نه هن کي ڪو آزاد موقعو ملندو، ته جستجو ڪري ۽ حق جي طرف جدوجهد جاري رکي.

يونيورسٽيءَ ۾ تقرر يا تقرريءَ کان پوءِ ان ۾ پڪي رهڻ لاءِ اهو ضروري آهي، ته پيشي جي مهارت هجي، مگر ان سان گڏ اهو به ضروري آهي، ته عالم ۽ استاد کي قوم جي حقوق ۽ بهتريءَ لاءِ پورو پورو ايمان هجي. استاد جو اعليٰ اصول ۽ نظريو، صداقت، بلند خيالي ۽ آزاديءَ تي مبني هجي. هنن اصولن جو هجڻ، رشيا جي حڪومت سان همدردي رکڻ کي ناممڪن ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪو انسان هن حالت ۾ به رشيا جا اصول قبول ڪري ٿو، ته هن کي يونيورسٽيءَ ۾ ڪابه جاءِ نه هئڻ گهرجي. جيئن ته هن وقت ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبريءَ جو مطلب آهي، رشيا جي حڪومت جا اصول مڃڻ ۽ قائم ڪرڻ، ته اهڙي ميمبري، يونيورسٽيءَ کان لازمي خارج ڪري ٿي.

جيڪڏهن ڪو استاد ڪميونزم جو حامي آهي ۽ ڪميونزم جي عمل کي بهتر سمجهي ٿو ۽ اها ڪوشش ڪري ٿو، ته ڪميونزم وڌي ۽ پختي ٿئي، ته هو چڱ هڪ تخيل کي ترجيح ڏئي ٿو، ۽ ان پارٽيءَ ۾ شمار ٿئي ٿو. ڪوبه نڪتيچيني برداشت نٿو ڪري ۽ ڪنهن به طرح سوالن جي جوابن کان ڪيٻائي ٿو، ته هو ان وقت يونيورسٽيءَ جي مدد جو مستحق نه آهي ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پنهنجو وجود نقصانڪار سمجهي ٿو.

تدريسي آزادي ڪنهن به طرح سان قانون جي پڇڪڙيءَ جي نتيجي کان نٿي بچائي. يونيورسٽيءَ کي گهرجي، ته قانوني عملدارن سان هر قسم جو تعاون ڪري ۽ قانون پڃندڙن کي سزا ڏيڻ ۾ مدد ڪري. هڪ آمريڪي جي قبول ڪيل اصول جي ماتحت، اهڙن انسانن کي ڪڏهن به ڏوهاري نه ٺهرايو ويندو، جيسين عدالت فيصلونه ڪيو آهي. عدالت کان سواءِ ٻئي ڪنهن به شعبه نظام کي، ڪنهن کي به مجرم ٺهرائڻ جو حق نه آهي. سواءِ ان جي ته هڪ يونيورسٽيءَ جي استاد، قانون جي پڇڪڙي ڪئي هجي، تنهن حالت ۾ سياسي نظام ۾ دخل ڏئي سگهجي ٿو، مگر ان کان سواءِ سياسي نظام کي ڪوبه حق نه آهي، ته هو استادن کي ڪن سياسي يا پارٽي اصولن هيٺ هيسائي يا زيربار ڪري. هن حالت ۾ استادن جو تعلق يونيورسٽيءَ سان آهي ۽ نه سياسي مجلس يا گروهن سان. يونيورسٽيءَ کي اگر ڪي مشڪوڪ حالتون نظر آيون، ته انهن کي برداشت نه ڪري، چاڪاڻ ته انهن حالتن جو استادن ۾ نمودار ٿيڻ، قوم ۽

تدريسي بلندي لاءِ نقصانڪار آهي. يونيورسٽيءَ کي هر
ڪو حق حاصل اهي، ته اهڙين حالتن ۾ پنهنجا استاد
مقرر ڪري، جن کي پيدا ٿيل حالتن تي سوچڻ ۽ فيصلي
ڪرڻ جو اختيار هجي، ته ڪيتري قدر هڪ استاد، حدن
کان ٻاهر ويو آهي ۽ ڪيتري ۽ ڪهڙي سزا جو مستحق
آهي.

جهڙي طرح هڪ استاد کي خاص قانوني حقوق
نه آهن، اهڙيءَ طرح ٻي ڪنهن کي به حق نه آهي، ته
استادن کي ڪنهن خاص نظر سان ڏسي، جنهن ۾ هنن
جي تعليم ۽ عزت تي برو اثر پوي. استاد کي سياسي
مدوجزر مان پيدا ٿيندڙ حالات جي برن اثرن ۽ جبر ۽
ستم کان يقيناً محفوظ رکيو وڃي ۽ پارٽي بازيءَ جو
شڪار ٿيڻ نه ڏنو وڃي.

يونيورسٽي، سپ ڪنهن حالت ۾، ڪن به اهڙن حلف
نامن يا قسم نامن کي، بري نظر سان ڏسندي، جيڪي
استادن سان ته لاڳو ڪيا وڃن ٿا، مگر جن کان ٻيا آزاد
آهن. سياستدانن کي ڪوبه حق نه آهي. ته استادن سان
ڪي حلف ناما لاحق ڪن، پر پاڻ ان کان پري رهن.
اهڙي قسم جو غلط امتياز نه صرف استادن کي انفرادي
يا اجتماعي طرح نقصان رسائيندو، مگر يونيورسٽين کي
به نقصان پهچائيندو. بلڪ سڄي تعليمي نظام لاءِ
خطرناڪ ثابت ٿيندو. استادن کي ڪنهن به شڪ سان
ڏسڻ، ڪڏهن به تعليمي نظريات کي بلند رهڻ نه ڏيندو.،
هنن حالتن ۾ علمي معيار ضرور ڪرندو ۽ تعليم لاءِ

ناقدري پيدا ٿيندي. ڇو ته تعليم لاءِ عزت ۽ استاد لاءِ عزت هڪ معنيٰ آهي.

## نتيجو

آخر ۾ اسين اهو واضح ڪريون ٿا ۽ ڪليءَ طرح ٻڌايون ٿا، ته دماغي آزادي، سوچ جي آزادي، ڳالهائڻ جي آزادي، خيالن جي ظاهر ڪرڻ جي آزادي، اسان جي معاشري ۽ نظام حڪومت لاءِ اول ۽ افضل آهي. ائين بلڪل نه سمجهڻ گهرجي، ڇو ته اسين ڪميونزم کي برو سمجهون ٿا، تنهن ڪري اسان کي هر قسم جي معاشرتي، سياسي، ۽ اقتصادي غور ۽ فڪر يا تجسس کي برو سمجهڻ گهرجي. ڪنهن به طرح ڪن اصولن کي جبراً مڃڻ يا مڃائڻ، اسان جي آزاديءَ جي اصولن کي وڏو نقصان پهچائيندو. هن قسم جي سياست جون استادن خلاف حرڪتون، اسان جي آمريڪي آزاديءَ جي اصولن کي نابود ڪنديون. ڇا اسين انهن آزاديءَ جي اصولن کي ڇڏي ڏيون يا برو سمجهون، جن ترقي ڪئي آهي ۽ جن جي طاقتور هئڻ سان اسان جي قوم ۽ ملڪ هيڏي خوشحالي ڏني آهي؟ ياد رکڻ گهرجي ته هنن آزاديءَ جي اصولن کي برقرار رکڻ ۽ عزت سان ڏسڻ ۾ ئي هڪ اُميد آهي. جنهن ڪري اسان جي قوم ۽ اسان جو ملڪ آئنده به هنن برڪتن کان محروم نه رهندو.

# ضميمو 2 ٻيون
# ٻه اکر
# شيخ عبدالله ”عبد“

قومن جو اُڀرڻ ۽ اُسرڻ به ڪن اصولن هيٺ ٿئي ٿو، جي تاريخ جي وساريل ورقن ۾ هر طرف پکڙيل نظر ايندا. جن قومن انهن اصولن جو احترام ڪيو ۽ وقت جي اهڃاڻ کي سمجهي، وقتائتو ۽ هنڌائتو عمل ڪيو، اهي ئي تاريخ جي بي رحم گهاٽي ۾ پيڙهجي تباهه ٿيڻ کان بچي، پنهنجو وجود قائم رکي سگهيون. جن انهن اصولن کان اک ٻوٽ ڪئي، زماني انهن کي اهڙي اوڙاهه ۾ اڇلايو، جو اڄ تاريخ ۾ انهن جو نالو فقط عبرت لاءِ موجود آهي.

قدرت ڪنهن سان ناانصافي نه ٿي ڪري، سڀ ڪنهن قوم ۾ ڪي اهڙيون باشعور شخصيتون پيدا ٿينديون رهيون آهن، جن قوم جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ ڪوششون ڪيون آهن، قوم کي جاڳائڻ لاءِ پنهنجي ننڊ ڦٽائي آهي، قوم کي آرام پهچائڻ لاءِ پنهنجو سک قربان ڪيو آهي ۽ قوم جي اڳيان، پنهنجي قول ۽ عمل سان، زنده رهڻ ۽ ڀرپور زندگي ماڻڻ لاءِ رٿون ۽ تجويزون پيش ڪيون آهن. جيڪڏهن قوم انهن شخصيتن کي بر وقت سڃاتو ۽ انهن جي ڏسيل ۽ ڏيکاريل راهه تي قدم وڌائي، اڳيان ايندڙ سڀني مشڪلاتن جو مقابلو ڪري، منزل تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي، ته دنيا جي قومن ۾ آبرو جهڙو هنڌ حاصل ڪري تاريخ ۾

پنهنجي عظمت جو هميشه رهندڙ نشان قائم ڪري سگهندي، نه ته موت جي اونهي سمنڊ ۾ اهڙي غرق ٿي ويندي، جو سندس وجود جي شاهدي ڏيڻ وارو به ڪونه هوندو. قومن جي موت ۽ حيات جو اهوئي اڻ ٽر قانون هن وقت تائين جاري رهيو آهي ۽ هميشه جاري رهندو.

سنڌ به انهيءَ قانون کان ٻاهر نه رهي آهي. سنڌ ۾ به عظيم شخصيتون پيدا ٿينديون رهيون آهن ۽ پيدا ٿينديون رهنديون. قومن جي عروج ۽ زوال جي تاريخ سنڌ جي نسبت ۾ اجا لکي نه ويئي آهي. تڏهن به زماني ۾ رفتار تي نظر رکندڙ سپڪو چاڻو سمجهي سگهي ٿو، ته ڪهڙي وقت ۾، ڪهڙي اڳواڻ جي رهنمائيءَ ۾، قوم زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش مان نڪري پار ٿي، هڪ باوقار حيثيت حاصل ڪري سگهي ۽ ڪهڙي وقت ۾ ڪنهن عظيم شخصيت کي قوم پاڻ ۾ رهندو ۽ اٿندو ويهندو ڏٺو، پر ڪيس سڃاڻي نه سگهي. سندس رهنمائي قوم قبول نه ڪئي ۽ نيٺ تباهيءَ جي غار تائين وڃي پهتي.

ڪابه قوم، ڪنهن به باشعور شخصيت جي رهنمائي کان سواءِ ڪاميابي جي منزل تائين پهچي نه سگهندي آهي. سنڌ ۾ هن وقت به پنهنجي پنهنجي هنڌ، پنهنجن پنهنجن منزلن ۽ حدن اندر اهڙا رهنما، پنهنجو فرض ادا ڪري رهيا آهن. قوم کي اٿارڻ ۽ جاڳائڻ لاءِ ناد وڄائي رهيا آهن، قوم کي سجاڳ ٿي، انهن کي

سچائي، اڳتي وڌڻ جي ضرورت آهي، جيڪڏهن قوم انهيءَ سڌ کي نه ورجايو ته هميشه لاءِ پڇتائڻو پوندو.
**سيد غلام مصطفيٰ شاهه** به انهن رهنمائن مان هڪڙو آهي، هن تعليم ۽ ادبي ماحول ۾، جنهن هوشمنديءَ سان قوم جي رهنمائي ڪئي آهي، تنهن جو قوم کليءَ دل سان اعتراف ڪيو آهي. جيتوڻيڪ سندس رستي ۾ انيڪ مشڪلاتون پيدا ڪيون ويون، نه اورانگهڻ جهڙيون رنڊڪون سندس آڏو آنديون ويون، تڏهن به بي مثال ثابت قدميءَ سان هو پنهنجو ڪم ڪندو رهيو آهي.
مختلف حيثيتن ۾ مون کي سندس ويجهي رهڻ جو وجهه مليو آهي. مون پنهنجي تنقيدي مزاج موجب، سندس هر هڪ قول ۽ عمل، سندس ڪردار ۽ گفتار کي ڏاڍي غور سان پئي جاچيو آهي. مون شاهه صاحب جي ڪردار ۾، جو خلوص، سندس عزم، جا متانت ۽ سندس فڪر ۾ جا پختگي ڏٺي آهي، تنهن کي ڏسي وڏيون ڏسي آئون يقين سان چئي سگهان ٿو، ته شاهه صاحب کي قدرت طرفان رهنمائي جون وڏيون صلاحيتون مليل آهن ۽ قوم سندس رهنمائيءَ ۾ عزت پريو مقام حاصل ڪري سگهي ٿي. آئون فقط ڪي به ٽي مثال پيش ڪندس، جن مان شاهه صاحب جي انهن صلاحيتن بابت ڪي سرسري اشارا معلوم ٿيندا.
سن 58-1959ع جو زمانو هو ۽ آئون انهيءَ وقت ٺٽي ضلعي جو ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر (اسڪولز) هوس. شاهه صاحب فون تي مون کي هڪ منهنجي

اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر لاءِ سفارش ڪئي، جنهن کي ڊپ هو ته آئون ڪيس هٽائي ماستري تي موڪلڻ لاءِ تحرڪ وٺڻ وارو آهيان. شاهه صاحب تي انهيءَ ماڻهو تمام وڏو بار آندو هو ۽ شاهه صاحب انهيءَ جي تمام زوردار سفارش ڪئي. مون شاهه صاحب کي فون تي ئي انهيءَ ماڻهوءَ جي ڪُڌن ڪارنامن بابت ٻڌايو ۽ کانئن پوءِ صلاح پڇيم ته هاڻي ڇا ڪريان؟ مون کي ڊپ هو ته شاهه صاحب جن وڏن ماڻهن جي دستور موجب، پنهنجي سفارش تي ضرور اسرار ڪندا. پر منهنجي ڳالهه ٻڌڻ کانپوءِ، شاهه صاحب پنهنجي سفارش واپس ورتي، ۽ انهي ماڻهو کي ڪليو ڪلايو چيائون ته
”ڪنهن به رشوتي ۽ نا اهل ماڻهوءَ جي سفارش آئون ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان. پهريائين پاڻ کي سڌار، پوءِ مون وٽ اچ ته تنهنجي سفارش ڪندس.“
نه رڳو ايترو، پر (پوءِ جڏهن ساڻن ملاقات ٿي ته ان وقت،) منهنجو شڪريو ادا ڪيائون، ته بروقت حقيقت ٻڌائي مون قوم سان دشمني ڪندڙ هڪڙي ماڻهو جي مدد ڪرڻ جي گناهه کان کين بچائي ورتو. اها حقيقت پسندي ۽ سچ جي حمايت ڪن ٿورن ماڻهن جي ڏسڻ ۾ ايندي آهي.
شاهه صاحب جن جڏهن حيدرآباد ريجن جا تعليمي ڊائريڪٽر مقرر ٿي آيا، تڏهن آئون حيدرآباد جي ڊائريڪٽوريٽ آف ايجوڪيشن ۾ پلاننگ آفيسر هئس. انهيءَ وقت غلام محمد ٻئراج ايراضي ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ اسڪيم تيار ڪئي ويئي، جنهن موجب

انھيءَ ايراضيءَ ۾ وڏي تعداد ۾ پرائمري اسڪول، هاءِ اسڪول، ٽريننگ اسڪول ۽ ڪاليج کلڻا هئا ۽ انهن سان گڏ هاسٽلون به ٺهڻيون هيون. اسڪيم جيئن ته ڪافي وڏي هئي، تنهن ڪري صوبائي ورڪنگ پارٽي اسڪيم منظور ڪري سفارش سان مرڪزي ورڪنگ ڪميٽي ڏانهن منظوريءَ لاءِ موڪلي. ون يونٽ وارو دور هو، سو ايڏي وڏي اسڪيم، جنهن مان سنڌ کي تمام گهڻو فائدو ٿيڻو هو، ڪيئن ٿي سولائي سان آخري منزلن تائين بنا مخالفت جي منظور ٿي سگهي. شاھ صاحب مون کي انھيءَ ميٽنگ ۾ اسڪيم بابت ضروري انگ اکر ۽ ٻيون حقيقتون ڪڍيون ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو شاھ صاحب وٽ آفيس ۾ ويس. شاھ صاحب منهنجي نوٽ تي نظر وڌي، فائيل مان ڪي ٻيون ضروري حقيقتون ڏسي، مون کان ڪي سوال پڇيائون ۽ ميٽنگ لاءِ روانا ٿياسون. مون کي اهڙي اميد نه هئي، ته ڪو اسڪيم جي ايڏي مخالفت ٿيندي. شاھ صاحب جي چوڻ تي پهريائين اهو اسم کنيو ويو، جو ايجنڊا تي اهائي وڏي اسڪيم رکي هئي.

ميٽنگ ۾ مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن جا چيف انجنيئر، مالي سيڪريٽري، مالي صلاحڪار ۽ ٻيا مرڪزي حڪومت جا وڏا آفيسر شامل هئا. اسڪيم پيش ٿيڻ سان ئي مخالفت جو وڏو طوفان کڙو ٿيو ۽ مختلف آفيسرن اسڪيم جي ملتوي ڪرڻ لاءِ زور پريو. چيائون ته اڃا غلام محمد بئراج جو ڪم ئي مڪمل نه ٿيو آهي، نڪي انهيءَ برانچ مان نڪرندڙ

واهه وهيا آهن، سو هينئر هن اسڪيم تي غور ڪرڻ جو مورڳو ضرور ئي ڪونهي. شاهه صاحب پندرنهن منٽ ڪن جوابي تقرير ڪئي. جنهن ۾ هر هڪ اعتراض جو نهايت ٺهڪندڙ جواب ڏنائون، ۽ غلام محمد بئراج ايراضي جي ننڍن توڙي وڏن شهرن ۽ ڀين بستين جا انگ اکر ڏيئي زور ڀريائون ته هينئر جڏهن بئراج جو ڪم مڪمل ٿيڻ وارو آهي، تڏهن هيءَ اسڪيم نهايت پوري وقت تي پيش ڪئي ويئي آهي، ۽ ضرور منظور ٿيڻ گهرجي.

شاهه صاحب جي انهيءَ تقرير جي رد ڪرڻ جي ڪنهن کي به همت نه ٿي ۽ اسڪيم منظور ٿي، جنهن موجب انهيءَ ايراضي ۾ ڪيترائي پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪول کلي چڪا آهن. شاهه صاحب جي حاضر دماغي، زيرڪي ۽ اثرائتي تقرير جي قوتن ڪري سنڌ کي هڪ وڏو فائدو پهتو، جنهن کان سنڌ کي محروم ڪرڻ لاءِ ڪافي تياريون ڪيون ويون هيون.

سن 1960ع ۾ ڪراچي کي ون يونٽ ۾ شامل ڪيو ويو ۽ 1961ع ۾ شاهه صاحب جن ڪراچي ريجن جا ڊائريڪٽر مقرر ٿيا. آئون به انهيءَ وقت بدلي ٿي ڪراچي ۾ آيس.

تعليمي ڊائريڪٽوريٽ جي سن 1960ع واري عرصي ۾، جڏهن ڪراچي مرڪز جي حوالي هئي، ڪوبه واڌارو نه ٿيو هو، ايتري قدر جو تعليمي کاتي جي 15 سو آفيسرن جون جايون عارضي ۽ ڪچيون هيون ۽ هر سال انهن جي هڪ سال تائين هلائڻ لاءِ نئين

سر منظوري وٺڻي پوندي هئي. انهيءَ ڪري ڪوبه ملازم پنهنجي عهدي تي پڪو ٿي نه ٿي سگهيو. سڄي ڪراچي شهر ۾ ٻهراڙي لاءِ فقط هڪ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر هو. جنهن کي ٽي اسٽنٽ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر هئا ۽ زناني تعليم جي نظرداري هڪ ليڊي ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽرس جي حوالي هئي، جنهن کي فقط ٻه ليڊي اسسٽنٽ مليل هيون.

سڄي شهر لاءِ فقط هڪ هڪ انسپيڪٽر آف اسڪولس هو. خود ڊائريڪٽر جي آفيس جي حالت به رحم جوڳي هئي. جنهن ۾ فقط هڪ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ ڏهه کن ڪلارڪ هئا.

شاهه صاحب ڪراچيءَ ۾ اچڻ سان يڪدم ڪچيون ۽ عارضي جايون پڪيون ڪرايون ۽ سڀني ملازمن جي پڪيءَ طرح مقرري جا حڪم ڪيرايا. ڊائريڪٽرن جون جايون منظور ڪرائي، آفيس ۾ وڌيڪ سينيئر ۽ جونيئر ڪلارڪ ۽ سپرنٽينڊنٽن جي مقرري ڪرائي وئي ۽ سڄي آفيس کي ڌار ڌار برانچن ۾ ورهائي، انهيءَ تي آفيسر مقرر ڪرايا ۽ اهڙي طرح ڪارڪردگي ۽ ڪم جو معيار وڌيو.

پرائمري اسڪولن لاءِ ڪراچي شهر ۽ ٻهراڙي کي، چوڪرن جي حالت ۾ ڇئن ضلعن ۾، ۽ چوڪرين جي حالت ۾ ٻن ضلعن ۾ ورهايو ويو ۽ انهن تي جدا جدا ليڊي انسپيڪٽرس ۽ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽرس مقرر ٿيا. اسسٽنٽن جو تعداد به 5 مان وڌائي 25 ڪيو ويو. اسڪولس رکيا ويا. ڊٺل اسڪولن جي مرمت لاءِ،

جي گهڻو ڪري لياريءَ جا سنڌي اسڪول هئا، چار لک رپيا منظور ڪرايا پيا، اهي اسڪول مرڪزي حڪومت جي بي پرواهي ڪري، ورهين کان ڦٿا پيا هئا، جن کي بند ڪيو پئي ويو. اهي سمورا ڪم شاه صاحب ڪراچيءَ ۾ اچڻ جي پهرئين سال ۾ ئي ڪيا.

جن ماڻهن کي سرڪاري ڪمن جو آزمودو آهي، اهي سمجهي سگهن ٿا، ته ايڏين اسڪيمن جو منظور ڪرائڻ ڪيڏو مشڪل ڪم آهي ۽ انهيءَ لاءِ ڪيتري لياقت، ڦڙتائي ۽ ذهانت جي ضرورت آهي، خاص طرح جڏهن ون يونٽ وارو دؤر هو.

انهن مثالن مان شاه صاحب جي قابليت، ذهانت، زود فهمي ۽ ڪم جي اڪلاءَ جي صلاحيت جي فقط هڪ جهلڪ معلوم ٿيندي. شاه صاحب جي ٻوليءَ بابت ڪيل خدمتن ۽ يونيورسٽي جي وائيس چانسلر جي حيثيت ۾ هن پنهنجي ديس ۽ وطن لاءِ جيڪي ڪيو آهي، سو ايندڙ صفحن مان معلوم ٿيندو.

اسان شاه صاحب کي ڏاڍي اختصار سان پيش ڪيو آهي، نه ته سندس خدمتن جو تفصيل ڏيکارڻ لاءِ هڪ تصنيف جي ضرورت آهي، هن مختصر مضمون لکڻ مان اسان جو مقصد فقط هيءُ آهي، ته قوم پنهنجي رهنمائن کي سڃاڻي ۽ قوم جي ڀلائيءَ لاءِ انهن جي ڪيل ڪوشش مان واقف ٿئي. اميد ته اسان جي اها اميد بر صواب ٿيندي.

نوآباد،

**شيخ عبدالله "عبد"**

**

# ضميمو 3 ٿيون

**پروفيسر اياز قادري**

1 آگسٽ 1972ع

# الحاج پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه (سنڌ جو عظيم استاد ۽ دلير فرزند) سنڌي ادبي بورڊ 1972

انگريزن جي هن ملڪ ۾ پير پائڻ کان وٺي سنڌ جو صوبو تعليم ۾ ٻين ڪيترن صوبن کان پٺتي پئي رهيو آهي. خاص طور سنڌي مسلمان، سنڌ جي هندو جي ڀيٽ ۾ ڪافي پٺتي رهجي ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو زندگيءَ جي سمورن شعبن جهڙوڪ: واپار، ڪارخانا، نوڪرين وغيره تي اسان جي ديس ڀائين جو قبضو ٿي ويو ۽ مسلمان جيئن پوءِ تيئن معاشي ۽ اقتصادي طرح ڪنگال ٿيندو پئي ويو. سنڌ جا مسلمان نماڻا نيڻ ڪٽي اهڙي اڳواڻ جون راهون نهاري رهيا هئا، جو پنهنجي پروقار شخصيت ۽ قائداڻي قابليت سان کين علم جي رستي تي لڳائي ۽ زندگي جي راهه تي تڪڙي وک وجهڻ سيکاري، جيئن هو دنيا جي ٻين ترقي يافته قومن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي همسري ڪري سگهن. اوچتو پاڪستان ٿيو. ڏيهي ويا پرڏيهي آيا. سنڌ جي وڏندڙ تعليم تي اُن جو وڏو اثر پيو. سنڌ جي مسلمانن ۾ اسرڻ،

وڌڻ ۽ ويجهڻ جي جا اميد ٿي هئي، سا هيڪر ته مايوسيءَ ۾ مٽجي وئي، هر ڪو ائين چئي رهيو هو، ته هاڻي ڇا ٿيندو!

سنڌ جي سرزمين مردم خيز آهي. جڏهن به ڪيس مايوسي ۽ نامرديءَ جا ڪارا ڪڪر ويڙهي ويا آهن. تڏهن ڪو نه ڪو روشنيءَ جو اهڙو ڪرڻو پيدا ٿيو آهي، جنهن شهرن ۽ ڳوٺن، جهنگن ۽ جهوپن مان اونداهي ٻاٿ کي ٻاهر ڪڍي روشني ڪري ڇڏي آهي. سائين غلام مصطفيٰ شاهه سنڌ جي واسطي اهڙو نور جو ڪرڻو بنجي اُڀريو ۽ ساري سنڌ کي تعليم جي روشنيءَ سان منور ڪري ڇڏيو. ٻهراڙيءَ جي جهوپڙين ۽ جهڳين مان جهالت جي ڪاري ٻاٿ اونده کي تڙي ڪڍڻ ۽ علم ۽ عمل جا ڏيئا روشن ڪرڻ ۾ سيد غلام مصطفيٰ شاهه جيڪو اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، سا هڪ تاريخي حقيقت آهي. شاهه صاحب سنڌ جي ٻهراڙين ۾ وڏيڪ پيارو آهي. ڇاڪاڻ ته شاهه صاحب سنڌ جي ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن واري دور ۾ اهو محسوس ڪيو، ته سنڌ جي تعليم وڌائڻي آهي ته اها ڳوٺن کان ئي وڌڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ٻهراڙيون ئي اسان جي تهذيب ۽ تمدن، ٻولي ۽ ادب جو بنياد آهن. ان ڪري شاهه صاحب شهرن سان گڏوگڏ ننڍڙن ڳوٺن ۾، جتان جا رهاڪو هاري، ناري ۽ مال چاريندڙ مارو هئا، ابتدائي اسڪول کولرايا. اڳ ڳوٺن جي ڇوڪرن کي وڏو مفاصلو ۽ منزل ڪري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پري وڃڻو پوندو هو. هينئر تعليم سندن جهڳين ۽ جهوپن جي

دروازن تائين اچي پهتي. سنڌ ۾ ابتدائي تعليم کي اهڙو عام ڪرڻ جو مثال اسان کي سنڌ جي تعليمي تاريخ ۾ ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

شاهه صاحب جيئن ته پاڻ به ٻهراڙيءَ ۾ ڄائو نپنو آهي، تنهن ڪري ڪيس سنڌ جي سرزمين ۽ ان جي ٻهراڙين سان ايڏي ته دل آهي، جو سندن ڪچهريءَ ۾ بحث جو موضوع گهڻو ڪري اهوئي هوندو آهي، ته ڪيئن انهن ٻهراڙين کي ترقي وٺرائجي. پاڻ چوندا آهن: ”چوڻ لاءِ ته اسين سڀ چئون ٿا، ته اسان جي ملڪ جي سموري اقتصاديات ٻهراڙين تي پاڙي ٿي، چاڪاڻ ته قومي آمدني جو اٽڪل اسي سيڪڙو ٻهراڙين ۾ رهندڙ اسان جا پورهيت، هاري اپائين ٿا، پر ڪين پلئه چا ٿو پوي، انگ اگهاڙا، پيٽ بکيا، ڳيي ڳيي لاءِ حيراني ۽ پريشاني!“

پاڻ سچو سڪون ۽ آرام ٻهراڙين ۾ ئي سمجهن ٿا ۽ ڪين سنڌ جي ترقيءَ جو راز به ٻهراڙين جي زندگيءَ ۾ ئي نظر اچي ٿو، تنهن ڪري. ”سنڌڙي تنهنجا ڳوٺ وسن“ جو عملي پروگرام هٿ ۾ کنيائون،

سنڌ جي ڳوٺن ۾ تعليم جو صحيح آغاز سن 1960ع ۾ ٿيو، جڏهن پاڻ ڊائريڪٽر تعليم هئا، انهيءَ دور ۾ ئي سنڌ جي شهرن ۾ ڪاليج ۽ ڳوٺن ۾ پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪول کليا. تنهن ڪري انهيءَ چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته، ناحق ۽ ظلم جي گهاڻي ۾ ڳهندڙ پورهيت ۽ هاري جي ٻچن کي علم جي دولت سان مالا مال ڪرڻ ۾ سندن خدمتن جو وڏو هٿ آهي.

سندن اخلاق، اخلاص، محبت ۽ مٺي زبان سنڌ جي ماڻهن جي دلين کي موهي ڇڏيو آهي. توڙي اهي شهري هجن يا ڳوٺاڻا، سندن اخلاق جي سرهاڻ سنڌ جي چئني ڪنڊن ۾ پکڙيل آهي. جي ماڻهو ساڻن مليا آهن، سي مثال گهوريا پيا وڃن، پر جن ماڻهن سندن ڳالهيون ٻڌيون آهن، سي به سندن واکاڻ مان ڍاپن ئي نٿا، غريب غربو وٽن ائين هليو ايندو، ڄڻ ڪنهن مائٽ سان ملڻ ويندو هجي. سائين به انهن سان ائين ملندو، ڄڻ ته ٻنهي ۾ ڪو فرق ئي ڪونهي.

”سمي سيئي سيڻ ڪيا، هيٺا جن جا هڏ.“

کين غريبن ۽ ڳوٺاڻن جي ٻارن سان گهري دلچسپي آهي. سندن مالي مدد ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهن ٿا. پنهنجي هڙان ته سندن مدد ڪن، پر پنهنجن سرنديءَ وارن سڄڻن کان به سندن مدد ڪرائين. اهوئي سبب آهي جو هر ڪو ماڻهو ڳوٺاڻو تعليم يافته نوجوان کين پنهنجو پيارو سمجهي ٿو.

**

سيد غلام مصطفيٰ شاهه حيدرآباد ضلعي جي گوني تعلقي جي هڪڙي ننڍي ڳوٺ قادر ڏني شاهه ۾ سن 1919ع ۾ جنم ورتو.

سندن گهراڻو علم، شجاعت ۽ سخاوت ۾ اڳ ئي گهڻو مشهور هو. وڏن وارا ڳڻ سائين کي ورثي ۾ مليا. سندن هڪ ڏاڏي سيد حاجي هاشم شاهه، اٽڪل پنجهتر سال اڳ سنڌ جي مشهور عالم مولوي محمد عثمان

نورنگ زادي کان قرآن شريف جو سنڌي ۾ ترجمو ڪرايو.

سيد عبدالرحيم شاهه جو قائم ڪيل ديني تعليمي ادارو مدرسه هاشميه سجاول جي نالي سان سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي. جتان ڪيترائي ماڻهو ديني تعليم جي تحصيل ڪندا رهيا آهن.

سجاول جي جامع مسجد به سيد عبدالرحيم شاهه جي ٺهرايل آهي. سنڌ جي ايڏي وڏي مسجد ڪنهن حاڪم يا بادشاهه کان سواءِ ڪنهن هڪ زميندار جي جوڙايل نه ملندي. هن مسجد کي پنهنجي ايڏي وڏي ملڪيت آهي، جو ان جي آمدنيءَ مان مسجد جي سار سنڀال بي فڪريءَ سان ٿي سگهي ٿي.

سيد عبدالرحيم شاهه جو وقف سڄي پاڪستان ۾ وڏي ۾ وڏو وقف آهي، جنهن مان حيدرآباد ۾ شاهه ولي الله اڪيڊمي هلي رهي آهي. جيڪا سنڌ ۾ شاهه ولي الله جي فلسفي کي عام ڪرڻ لاءِ وڏو ڪم ڪري رهي آحي. ان کي پنهنجي قيمتي لئبرري آهي ۽ شاهه ولي الله جي پيغام کي عوام تائين پهچائڻ لاءِ وقف ڪندڙ جي نالي پٺيان سنڌي زبان ۾ ”الرحيم“ ماهوار رسالو به نڪري رهيو آهي.

ان کانسواءِ ان اداري طرفان ڪيترا قيمتي علمي ۽ مذهبي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن.

غلام مصطفيٰ شاهه جي خاندان جي انهي فيض مان سڄي سنڌ عام طرح ۽ ڏکڻ سنڌ خاص طرح فائدو وٺي رهي آهي.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه هڪ بيباڪ ۽ جرئت وارو اديب ۽ مقرر آهي. سندن هر هڪ لفظ علم ۽ معلومات سان ڀريل، زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي روشني وجهندڙ، خلق ۽ اخلاص ۾ ٻڌل هوندو آهي. ان ڪانسواءِ سندن تقرير ۾ هلڪي وڻندڙ طنز مزاج به هوندي آهي، جنهن ڪري شاهه صاحب جي تقرير نهايت غور، فڪر ۽ مزي سان ٻڌي ويندي آهي. پوءِ ٻڌندڙ جا عوامي ميڙ هجن يا دانشورن جا جلسا. نوجوان ۽ شاگردن جو طبقو ته شاهه صاحب جي تقريرن کان خاص طرح ڏاڍو متاثر آهي.

وڏن ماڻهن جي قومي ۽ انفرادي زندگيءَ ۾ گهڻو ڪري وڏو تضاد ملندو. 'وڏي پڳ مَ پس، اندر مڙئي اگهڙيون.' ڪيترن وڏن ماڻهن جي ذاتي زندگيءَ تان جي پردو لهندو ته گند جا ڍير نظر ايندا. سندن ويجهن ماڻهن ۽ دوستن کي خبر آهي، ته "هاٿيءَ جا ڏند ڏيکارڻ جا هڪڙا هوندا آهن، ته کائڻ جا ٻيا." پر شاهه صاحب جهڙو اندر جو اجرو تهڙو ٻاهر جو سچو. سچ ته سندس ذاتي ۽ انفرادي حياتي مثالي آهي. جنهن جي مٿان ڪي به پردا ۽ پوش چڙهيل ڪين آهن. شاهه صاحب اهوئي آهي، جيڪي اسين ڏسون ٿا.

سندس سادگي ضرب المثل آهي. جنهن جو هر هنڌ اعتراف ڪيو وڃي ٿو، دينداري ۽ خدا جو خوف سندس هر عمل ۾ نظر ايندو. اهو ان ڪري آهي، جو شاهه صاحب سنڌ جي وڏن وڏن عالمن ۽ بزرگن جي

صحبت ۾ رهي گهڻو ڪجھ پرايو آهي ۽ انهن جون دعائون حاصل ڪيون آهن.

مولانا دين محمد وفائي، مولانا شمس الحق افغاني، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مرحوم ڊاڪٽر سعيد، مولوي عبدالرزاق، مرحوم غلام علي الانا، مرحوم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽه ۽ مرحوم علامه آءِ آءِ قاضي سندس دعاگو ۽ رهبر رهيا آهن.

سنڌ ۾ اهڙا ڪي ٿورا جوان ملندا، جن کي الله تعاليٰ اهڙن بزرگن جي صحبت ۽ ترتيب نصيب ڪئي هجي.

شاهه صاحب جن ابتدائي تعليم کان وٺي نهايت ذهين ۽ هوشيار شاگرد رهيا آهن.

پرائمري تعليم تعلقي ميرپور بٺوري ۾ ٻني جي پرسان راهوٺ جي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائون.

مڊل اسڪول جي ابتدائي انگريزي تعليم سجاول ۾ ورتائون ۽ باقي رهيل تعليم سنڌ جي برک ۽ نامياري اسڪول، سنڌ مدرسه هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ حاصل ڪيائون۽ مئٽرڪ اتان پاس ڪيائون. پاڻ اتي مانيٽر ۽ چيف پريفيڪٽ به رهيا.

ڪاليج جي تعليم ڊي - جي سنڌ ڪاليج ۾ شروع ڪيائون، پر پوءِ اتان ڇڏي عليگڙھ ويا، جتي بي.اي، ايل. ايل. بي ڪيائون.

سن 1946ع ۾ هندستان سرڪار کين اسڪالر شپ ڏيئي، ولايت موڪليو ۽ اتي ڪنگس ڪاليج ڊرهم يونيورسٽيءَ مان ايم. ايڊ جو امتحان پاس ڪيائون.

مسلمانن کي تعليم ۾ ترقي وٺائڻ لاءِ سن 1942ع ۾ پير الاهي بخش جي ڪوشش سان ڪراچيءَ ۾ سنڌ مسلم ڪاليج قائم ٿيو. اهو سڄي سنڌ ۾ هڪڙو ئي مسلمانن جو ڪاليج هو. ڪاليج ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ اهڙن نوجوانن جي ضرورت هئي، جيڪي سنڌ جي نوجوان مسلمانن کي نه فقط بهترين تعليم ڏين، بلڪ انهن ۾ صحيح قومي جذبو ۽ اخلاق به پيدا ڪن. سياسي شعور وڌائن ۽ شاگردن لاءِ هڪ عملي مثال ٿي ڪم ڪن.

سن 1943ع ۾ محترم پير الاهي بخش مرحوم غلام علي نانا، محترم جي. ايم. سيد ۽ پروفيسر حبيب جي اصرار تي سندن ڏاڏي سيد عبدالرحيم شاهه جي اجازت سان شاهه صاحب سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي ۾ تدريس جو ڪم شروع ڪيو.

(سن 1946ع ۾ ولايت تعليم لاءِ ويا.) سن 1948ع ۾ ولايت کان واپس اچڻ کانپوءِ ٿورو وقت گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ رهيا ۽ سن 1950ع ۾ ٿورو وقت شڪارپور ۾ به رهيا. جنهن کانپوءِ سن 1950ع کان پنهنجي پراڻي اداري سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي ۾ پرنسپال ٿي آيا.

اهو زمانو نهايت افراتفريءَ جو زمانو هئو. هندو لڏي رهيا هئا ۽ هندستان مان ڪيترا مسلمان تباهه حال، قافله در قافله سنڌ ۾ خاص طرح ڪراچي ۾ داخل ٿي رهيا هئا. شاهه صاحب ايندي ئي ڪاليج ۾ پڙهائي ۽ ٻيو انتظام اهڙو معياري رکيو جو سنڌ مسلم ڪاليج پاڪستان جي چوٽيءَ جي ڪاليجن کي مات ڏئي ويو.

جنهن ڪاليج ۾ سئو شاگرد هئا، ان ۾ هزارن جي تعداد ۾ شاگرد تعليم وٺڻ لڳا. شاهه صاحب جي ڪوشش سان سائنس ۽ ڪامرس ڪاليج قائم ٿيا ۽ آرٽس ڪاليج ۾ ايترا شعبا قائم ٿيا، جو اهي ننڍي پئماني تي يونيورسٽيءَ جو ڏيک ڏيڻ لڳا. شاهه صاحب کي ڪاليج سان عشق هو. ڪراچي يونيورسٽي جي موجوده وائيس چانسلر هڪ موقعي تي سنڌ مسلم ڪاليج ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه جو تعارف هنن لفظن سان ڪرايو:

**”من تو شدم، تو من شدي**

**من تن شدم، تو جان شدي.“**

حقيقت هيءَ آهي ته سنڌ مسلم ڪاليج، ڪراچي شهر ۽ سنڌ جي تعليم جي تاريخ سن 1950ع کان 1960ع تائين شاهه صاحب سان تعلق رکي ٿي ۽ پاڻ ان تي اثرانداز هئا.

شاهه صاحب جن اٽڪل ارڙنهن سال درس ۽ تدريس جي زندگيءَ سان نه رڳو سنڌ ۽ پاڪستان، پر ٻاهرين ملڪن ۾ به هڪ مقبول ۽ محبوب استاد تسليم ڪيا ويا. سندن سنڌ مسلم ڪاليج جي پروفيسري ۽ پرنسپالي جي دور ۾ مني لک کان مٿي شاگرد سندن نظرداري هيٺ تعليم حاصل ڪندا رهيا. جن مان ڪيترا موجوده وقت ۾ پاڪستان ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ وڏن وڏن عهدن تي فائز آهن ۽ پنهنجي ملڪ جي بي لوث خدمت انجام ڏئي رهيا آهن.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي خلوص، محبت،ديانتداري، جفاڪشي، سچائي ۽ همدردي جي

تعريف سندن هر هڪ شاگرد جي زبان تي آهي. سنڌ مسلم ڪاليج جو سندن ايامڪاري وارو دؤر، سن 1950ع کان 1960ع تائين، ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر، وڏي اهميت ۽ شهرت وارو دور هو.

سنڌ مسلم ڪاليج جو اهو دور ۽ انهيءَ جون شاندار روايتون ڪاليج جي هر هڪ شاگرد جي دل تي اُڪريل آهن. سندن ان دور جي برجستگي، دليري، سچائي ۽ محنت جون ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن، جن جي لکڻ لاءِ هڪ جدا ڪتاب جي ضرورت ٿيندي.

هن وقت سنڌ ۽ بلوچستان ۾ خاص طرح ۽ پنجاب، فرنٽيئر ۽ اوپر پاڪستان ۾ عام طور سندن شاگردن جو وڏو تعداد ملندو. وچ اوڀر ۽ اڀرندي آفريقا ۾ سندن گهڻا شاگرد موجود آهن.

تعليمي ميدان ۾ سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي زندگيءَ جو سونهري باب سندن سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسلريءَ کان شروع ٿئي ٿو. شاهه صاحب جي پروقار عزم، تعليم ۾ ماهراڻي دلچسپي، قائداڻي بلندنگاهي، ملڪي عظمت لاءِ بي پناهه محبت ۽ مشفقاڻي طبيعت جي هاڪ اتان ملڪ ۾ وڏيڪ مشهور ٿي.

شاهه صاحب جي ذهن ۾ يونيورسٽيءَ جو مفهوم ۽ سنڌي معاشري ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اهميت بخوبي موجود هئي. سنڌ يونيورسٽي ۾ شاهه صاحب جو پير رکڻ ۽ يونيورسٽيءَ جي بي روح بوتي ۾ جان پئجي وئي، ڄڻ ڪنهن جادوگر طلسم ڦوڪي ڇڏيو هجي. يونيورسٽي جي اُجڙيل چمن ۾ بهار اچي ويئي. وسائل ڏيئا پڙڪو

ڏئي ڏياڻن وانگر پرڻ لڳا. سنڌ يونيورسٽي هاڻي سنڌ جي عالمن، اديبن، مفڪرن ۽ دانشورن جو مرڪز بڻجي وئي، جيڪو هن اداري جو صحيح مقصد هو. هونئن ئي شاهه صاحب سنڌ جي ثقافت ۽ تهذيب کي دنيا سان روشناس ڪرڻ ۽ سنڌي روايتن جو قدر ڪرائڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو، ويتر جو کيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو، تنهن سندس لڪل خوبين ۽ صلاحيتن کي وڌيڪ پهڪايو. سنڌ يونيورسٽي سان شاهه صاحب جي وابستگيءَ جي ڪري نه رڳو سنڌ جي نوجوانن ۾ نئين سوچ ۽ فڪر ڪر موڙيو، پر سنڌ جي عالمن ۽ اديبن کي به غور ۽ فڪر جا نوان پنڌ ۽ پيچرا هٿ آيا. پڙهيل لکيل طبقي ۾ نئون روح پيدا ٿيو. سنڌ جي استاد کي پنهنجي حياتيءَ جي آسن، اميدن ۽ نراسائيءَ جي سمنڊ ۾ ٻڏي پئي هئي، جنهن ۾ شاگرد ۽ استاد ماندا ماندا، ڦڪيءِ بي مزي زندگيءَ مان آتا اچي چڪا هئا، جتي هي طرف انتشار ۽ بدانتظامي جو راڪاس وات ڦاڙيو ويٺو هو ۽ جنهن کي ڏسي سنڌ جي هر هڪ گهڻگهري جي اکين ۾ ڏک جا ڳوڙها تري ايندا هئا. ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته سنڌ جي عظمت جو هي علمبردار ادارو مرض جي آخري درجي ۾ داخل ٿي چڪو آهي ۽ آخري پساهه پيو کڻي. شاهه صاحب مسيحا بڻجي، ان ۾ نئون ساهه وڌو، ان کي اٿاري بيهاريو ۽ ان جي نئين تعمير ڪئي.

پاڻ جيڪو ڪم صرف ڏيڍ سال ۾ ڪيائون، اهو سن 1946ع کان سن 1969ع واري ڪم کان هر

طرح گھڻو مٿي هو. سيپٽمبر 1969ع کان وٺي سن 1971ع تائين يونيورسٽي سنڌ جي اميدن ۽ آسرن جو مرڪز بنجي چڪي هئي.

شاهه صاحب جو نظريه اهو هو ته سنڌ جي ترقي پاڪستان جي ترقي آهي، ۽ سنڌ جي ترقي ۽ ڪمال جو بنياد يونيورسٽي آهي، ۽ ان جا معمار اڄوڪا يونيورسٽي جا شاگرد آهن. سنڌي، سنڌي زبان، سي شاگرد ۽ سنڌي استاد سڀ هڪٻئي سان ڳنڍيل ۽ لاڳاپيل آهن.

شاهه صاحب انهن سڀني ڳالهين کي ڌيان ۾ رکي ڪم شروع ڪيو. شاهه صاحب يونيورسٽيءَ کي جسمي ۽ عمارتي، ظاهري ۽ معنوي خوبصورتي ڏني. يونيورسٽي بيابان مان بدلجي، هڪ ڀهڪندڙ شهر، هڪ دل فريب نظارو ٿي پيئي!! نيون ۽ سهڻيون عمارتون، نوان ۽ ڪشاده رستا. رستن تي سڄي پاڪستان ۽ خاص طرح سنڌ جي سورهين، بزرگن عالمن ۽ اديبن جا نالا رکيا ويا. شاگردن لاءِ راندين، رهائش ۽ طعام جون بهترين سهوليتون فراهم ڪيون ويون. رستن تي روشني ۽ وڻن پوکڻ جي مهم به شاهه صاحب جي محنت ۽ دلچسپيءَ جو زنده ثبوت آهي. ان ٿوري عرصي ۾ سنڌ يونيورسٽي صحيح نموني سنڌ جو ادارو، سنڌي ثقافت جو مرڪز ٿي پئي ۽ سنڌ جي نوجوانن، استادن ۽ اديبن کي سندن عزت ۽ وقار جو اصلي مقام ملڻ شروع ٿيو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي سندس صحيح ۽ باوقار جاءِ ملي، ان سلسلي ۾ سنڌ

يونيورسٽي جو اهو ريزوليشن ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي سرڪاري زبان سنڌي ٿي رهندي، هڪ تاريخي ريزوليشن هو، جنهن سنڌ ۾ هڪ عجيب ذهني انقلاب برپا ڪري ڇڏيو ۽ سنڌ جو هر فرد سنڌي ٻوليءَ، سنڌي تهذيب، سنڌي روايتن ۽ سنڌي تاريخ ۾ فخر محسوس ڪرڻ لڳو.

سنڌ يونيورسٽي جي سنڌ سائنس مخزن سندن ٻيو وڏو ڪم آهي. شاهه صاحب محسوس ڪيو ته ڪا به قوم سائنس جي علم کان سواءِ ترقي نٿي ڪري سگهي ۽ اهو ڪم تڏهن وڌيڪ اثرائتو ۽ افضل ٿي سگهي ٿو، جڏهن اها تعليم به ٻارن کي سندن مادري زبان ۾ ڏني وڃي، انهيءَ ڪري شاهه صاحب سائنس مخزن جو يونيورسٽيءَ مان جاري ڪرائي. اڄ اها مخزن ان درجي تي پهتل آهي، جو پاڪستان جي ٻي ڪنهن ٻوليءَ يا صوبي ۾ ان مخزن جي مٽ ڪا مشڪل ملندي.

پاڻ استادن ۽ عالمن کي هميشه ائين چوندا رهيا آهن، ته چوڻ ۽ ڳالهائڻ به تعليم ڏيڻ جو هڪ ذريعو آهي، پر حقيقتي خدمت لکڻ سان آهي. لکيل لفظ ئي جٽادار آهن. زباني لفظ هوا ٿي ويندا. استاد ۽ عالم جو لکڻ ۾ دلچسپي نٿو وٺي، اهو عليل ۽ بيمار آهي.

شاهه صاحب جي هميشه اها ڪوشش رهي آهي ته، سنڌي ادب کي اڃا به وسيع ڪيو وڃي ۽ دنيا جي معياري ادب جي قطار ۾ آندو وڃي، اڄوڪي زماني جي جديد تقاضائن کي پوري ڪرڻ جو واحد طريقو اهو آهي، ته نثر ۾ اظهار خيال جون وڌيڪ وسعتون ۽

صلاحيتون پيدا ڪيون وجن ۽ ان کي وڌيڪ موثر بنايو وڃي. سنڌي زبان ۾ فڪر انگيز ۽ پرمغز مضامين ۽ ڪتاب لکيا وڃن شعر ۽ افسانه پنهنجي جڳهه تي اهميت رکن ٿا، پر قومن جي ترقيءَ جو راز دماغ کي کولين ٿا پر قومن جي ترقي جو راز دماغ کي کوليندڙ نثر تي آهي.

شاهه صاحب جو سنڌي زبان جي واڌاري لاءِ ٿيون قدم سنڌي ٽائيپ رائيٽر آهي. کين اهو خيال هئو، ته سنڌي ۾ ٽائيپ رائيٽر ۽ شارٽ هينڊ هئڻ گهرجي. سن 1955ع يعني ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ سنڌي ٽائيپ رائيٽر ۽ شارٽ هينڊ ختم ٿي چڪا هئا، شاهه صاحب انهن کي وري جيئارڻ ۽ ميدان تي آڻڻ ٿي چاهيو. نئون سنڌي ٽائيپ رائيٽر سندس اڻ ٿڪ همت، دوررس نگاهه ۽ سنڌي زبان جي خدمت ۽ علم دوستي جو هڪ غيرفاني يادگار آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، انهيءَ احساس جي پيش نظر سنڌي ٽائيپ رائيٽر کي سندس نالي منسوب ڪيو. انهيءَ عظيم ڪم ۾ پير حسام الدين شاهه راشدي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر جي. الانا. مسٽر محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، جسٽس فيروز نانا ۽ ميان تمنائي به سندس مدد ڪئي.

سندس دور ۾ سنڌ جي صحافت لاءِ به هڪ جاندار وقت آيو ۽ ان پنهنجي وقار ۽ غيرت جو نئون ثبوت ڏنو. سنڌي صحافت کي هڪ مرڪز مليو ۽ ان

صحافت جي ميدان ۾ وڏو اثر پيدا ڪيو. منجهس جدوجهد جو مادو پيدا ٿيو.

سنڌي استاد لاءِ به هيءُ هڪ شاندار دور هو. شاهه صاحب جي سنڌي استادن جي آڏو ڪيل تقرير هڪ لافاني مقالو آهي.

شاهه صاحب جو اهو نظريو آهي ته سنڌ، سنڌ يونيورسٽي، سنڌي شاگرد، سنڌي استاد ۽ سنڌي اديب هڪ ئي جسم جا مختلف نالا آهن. ان جو لازمي نتيجو اهو نڪتو جو شاهه صاحب جو هر فعل ۽ قول بلڪ سندن سڄي شخصيت سنڌ ۽ فقط سنڌ لاءِ وقف ٿي وئي.

پڙهندڙن کي اهو ٻڌي، شايد خوشي ٿيندي ته سندن ڏاڏي جي والده جو نالو به ”سنڌ بيبي“ هو. شاهه صاحب جي سنڌ سان والهانه محبت ۾ يقيناً انهن بزرگن جو فيض ڪار فرمائي ڪري رهيو آهي.

شاهه صاحب جي انهن پرخلوص ڪوشش جو عام طرح احترام ڪيو ويو ۽ هينئر پاڻ سنڌي عالمن، اديبن، استادن ۽ نوجوانن ۾ عام طرح ۽ پڙهيل لکيل طبقي ۾ خاص طور واحد مهندار جي حيثيت حاصل ڪري چڪا آهن. سنڌ جي هر تحريڪ ۽ ادارو، خواهه اهو ڪٿي به هجي، تنهن کي باوقار، موثر ۽ مفيد بنائڻ سندن دلچسپي جي دائره عمل جي داخل آهي.

سنڌ جي هن عظيم فرزند تي سنڌ ۽ پاڪستان کي ناز آهي، جيتوڻيڪ ڪن خود غرض، تعصبي ۽ تنگ نظر ماڻهن سندن ڪارنامن کي محدود معنيٰ ڏيڻ جي بي سود ڪوشش ڪئي، تڏهن به شاهه صاحب جي

مقبوليت وڌندي ويئي ۽ پاڻ سنڌ جو محبوب رهبر ليکجڻ لڳو.

سنڌيءَ سان شاهه صاحب جي محنت ۽ انهيءَ لاءِ تڪليفون برداشت ڪرڻ، قربانيون ڏيڻ، ڪا لڪل ڳالهه ڪانهي. سنڌ جو ننڍو وڏو هاڻي انهيءَ راز کان واقف ٿي چڪو آهي. صدر ايوب جو ڦهري دور هو. گهرن جي پٽين اندر به ماٺهو ڊڄي ڊڄي ڳالهائيندا هئا. ڪامورا شاهي جي رعب ۽ دٻدٻي جي ڪري اشراف ڪنڌون وسايو ويٺا هئا. سڀ ڪنهن جو هٿ پنهنجي پڳ ۾ هو، ته شل خير جو وقت گذري، انهيءَ وقت ۾ شاهه صاحب خيرپور جي ڊويزنل ڪائونسل ۾ ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ ميمبريءَ جو قسم سنڌيءَ ۾ کنيو. بس پنپور کي باهه لڳي ويئي، پرون مٿي کڄي ويا. اکيون ڦوٽارجي ويون ۽ شاهه صاحب کي انهيءَ جرم جي سزا ۾ بدلي ڪري لاهور موڪليو ويو. جتي ساڻس سنڌي ڳالهائڻ وارو به ڪونه هو. پر شاهه صاحب ٻوليءَ لاءِ اها ديس نيڪالي همت ۽ خوشيءَ سان برداشت ڪئي.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اچڻ ڪانپوءِ به شاهه صاحب کي اهائي اڻ تڻ هئي، جنهن اداري جو نالو سنڌ يونيورسٽي هو. انهيءَ ۾ سنڌيءَ جو نالو وٺڻ به ڏوهه هو. ملڪ ۾ اڃا تائين اهائي ظلم ۽ زبردستي جي فضا قائم هئي. آسمان جا ڪارا ڪڪر ڇانئيل هئا. سوچ ۽ فڪر جي آزادي کسجي هئي. زبان ۽ قلم تي پهرا لڳايا ويا هئا. سنڌ ۾ ئي سنڌي ڳالهائڻ تي بندش پيل هئي. جن کي سنڌ وارن ڏتڙيل ۽ مظلوم سمجهي، اکين تي وهاريو،

دلين ۾ جايون ڏنيون، اهيئي سنڌ وارن کان سندن قيمتي سرمايو، سندن ٻولي ۽ سندن تهذيب کسي رهيا هئا. سياستدانن ۾ هراس هو، عوام جي دلين ۾ دهشت ويٺل هئي. اهڙي وقت ۾ شاهه صاحب يونيورسٽي سنڊيڪيٽ اڳيان، سنڌيءَ کي يونيورسٽي جي سرڪاري ٻولي مقرر ڪرائڻ لاءِ ٺهراءُ آڻائي پاس ڪرايو. انهي ٺهراءُ سان دهشت جو قلعو پرزا پرزا ٿي ويو. عام سجاڳي پيدا ٿي ويئي. سپڪو ڪر موڙي اٿي کڙو ٿيو، پر هڪ سرڪاري ڪاموري کي اها سجاڳي نه آئڙي. ظلم ۽ ڏاڍ وري شروع ٿيو. نوجوان شاگرد سوَن جي تعدا ۾ ڪلندي، ڪڏندي جيل ۾ هليا ويا.

”سوريءَ سڏ ٿيو ڪا هلندي جيڏيون.“

شاهه صاحب ڏي وري قهر ۽ ڪاوڙ پريل نگاهون گهور ڪري نهارڻ لڳيون. سندس چوڌاري طوفان بدتميزي برپا ٿي ويو. سندس مخالفن هر قسم جي بداخلاقي کان ڪم ورتو، مٿس حملا ڪيا ويا.

**29 اپريل سن 1971ع واري رات بدترين سازش جي رات هئي.**

پر هيءُ اڏول بيٺو رهيو.

هن جي اڳيان هڪ مقصد هو. انهيءَ مقصد لاءِ ڪا قرباني وڏي نه هئي.

جيتوڻيڪ کيس يونيورسٽيءَ مان هٽايو ويو، تڏهن به هي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي چڪو هو.

ٿورن کي خبر هوندي ته اڄ سنڌ ۾ جا سجاڳي آهي، سا شاهه صاحب جي انهن ئي ڪوشش جو نتيجو

آهي. سنڌي ٻوليءَ کي وري جيئارڻ لاءِ شاهه صاحب جون ڪوششون ۽ قربانيون تاريخ جو هڪ اهم باب، هڪ قيمتي سرمايو ٿي، هميشه ياد رهنديون.

اسان جي دعا آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ ڪيس سنڌ ۽ پاڪستان جي خدمت جا جهجها موقعا فراهم ڪري، ڪين سنڌن بي لوث ۽ دليرانه خدمت جو اجر ڏي ۽ سنڌي نوجوان جي رهبر ۽ رهنمائي جي هر وقت توفيق بخشي. شاهه صاحب جي زندگي ۽ سندس سنڌ سان محبت ۽ ان جي خدمت، سنڌ جي استاد، اديب ۽ عالم لاءِ عملي ۽ فڪري طرح هڪ قابل تقليد مثال آهي. ڌڻي تعاليٰ ڪيس ۽ سندس اولاد کي خوش رکي.

اسان سيد غلام مصطفيٰ شاهه کي هڪ تحريڪ ۽ عملي پروگرام جو نقطئه عروج سمجهون ٿا ۽ اميد اٿئون ته الله رب العزت ان تحريڪ کي اڃا اڳتي وڌائيندو ۽ ڪامياب ڪندو. قومن جي زندگي ۾ آڳرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو ئي انهيءَ عظيم مرتبي تي پهچندا آهن ۽ هن ميدان ۾ اسين شاهه صاحب کي پهرين صف ۾ سمجهون ٿا.

پروفيسر اياز قادري.

&*&

This page was prepared for readers and scholars by Muhammad Umar Chand, with thanks to the Sindhi Adabi Board, Jamshoro.
http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Safarnama/Book4/Book_page1.html

محمد عمر چند سيپٽمبر 7، 2020